# استاد لاءِ تعارفي نوٽ

هن ڪتاب کي صوبائي نصاب 2015ع جي روشنيءَ ۾ لکيو ويو آهي. هن مضمون کي پڙهائڻ جو مقصد، اُهي ذميوار شهري پيدا ڪرڻ آهي، جيڪي پنهنجي سماج جي فلاح بهبود ۾ شريڪ ٿيڻ جا لائق ٿي سگهن.

نصاب ۽ نصابي ڪتاب جا مقصد هيٺيان آهن:

- سماجي اڀياس جي تصورن جي ڄاڻ، سمجهه ۽ اطلاق کي ترقي وٺرائڻ.
- مشاهدي، رابطي، فيصلي ڪرڻ ۽ سهڪاري صلاحيتن کي هٿي وٺرائڻ.
- سهڪار، سهپ، ذميواري ۽ انصاف جي روين کي ترقي وٺرائڻ.
- انسان ذات سان محبت ڪرڻ جي هاڪاري لاڙي کي هٿي وٺرائڻ.
- پنهنجي ۽ ٻين جي زندگين جي معيار کي مٿي ڪرڻ لاءِ، امن پرئي انداز ۾، گڏجي رهڻ ۽ ڪم ڪرڻ جي اهميت کي تسليم ڪرڻ.

ٻار سکيا جي عمل ۾، ذهني توڙي جسماني طرح سرگرميءَ سان شريڪ ٿيڻ وسيلي، بهتر نمونې سکندا آهن. انهيءَ ڪري، هن نصابي ڪتاب جي هر هڪ باب ۾، الڳ الڳ شاگردن جي سکيا جا نتيجا، مواد، تصويرون/خاڪا ۽ سرگرميون ڏنيون ويون آهن، جيڪي شاگردن کي ڪليدي نياپن کي سمجهڻ لائق بڻائين ٿيون.

هيءُ نصابي ڪتاب شاگردن کي اُنهن صلاحيتن ۽ روين ماڻڻ لاءِ مدد ڪندو، جن جي اوسر لاءِ مشق جي گهرج پوندي آهي. مهرباني ڪري، شاگردن کي مشق ڪرايو، سکيل صلاحيتن ۽ روين کي ظاهر ڪرڻ جي سهولت ڏيڻ لاءِ، هن ڪتاب کان سواءِ، انهن موقعن، جهڙوڪ: اسڪول يا ڪلاس جي انتظام (مانيٽر ۽ همعصر ثالثن) ۾ شاگردن جي شرڪت يا سرگرمين، جي ڳولا ڪريو.

## هن ڪتاب کي ڪيئن پڙهائجي؟

**شروع ڪرڻ کان اڳ:** مهرباني ڪري ڪتاب کي غور سان پڙهو. هڪ استاد جي حيثيت سان، اوهان وٽ پنهنجا خيال هوندا ۽ اوهين پنهنجن شاگردن کي چڱيءَ ريت ڄاڻو ٿا. اسين، هڪ استاد طور، اوهان جي تجربي ۽ اوهان جي شاگردن جي گهرجن جي بنياد تي، هن ڪتاب ۾ ڄاڻايل خيالن ۽ سرگرمين ۾ وڌيڪ واڌاري آڻڻ لاءِ اوهان جي حوصلي افزائي ڪريون ٿا.

**سرگرميون ۽ استادن لاءِ نوٽ:** شاگرد، اهڙين سرگرمين ۾ مشغوليءَ منجهان سکن ٿا، جيڪي ڪين سوچڻ ۾ مددگار ٿين ٿيون ته هُنن باب مان ڇا پرايو. انهيءَ ڪري، سرگرميون، هر باب جو حصو بڻايون ويون آهن. اوهان جي مدد لاءِ، اُنهن سرگرمين کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ ضروري نوٽ ڏنا ويا آهن.

**باب جي پڄاڻيءَ جي مشق:** پهرئين پيري سڀ شاگرد، متعارف ڪرايل مک تصور يا خيال نه سکندا آهن. تنهنڪري، باب جي پڄاڻيءَ تي، مک خيالن کي ٻيهر نظر مان گذارڻ لاءِ مشق شامل ڪئي ويئي آهي، جنهن ۾ "خال ڀرڻ"، "سوالن جا جواب ڏيڻ" ۽ ٻيون عملي سرگرميون شامل ڪيون ويون آهن.

**جَڪاس:** يعني ٽيسٽ ۽ امتحان، باب جي پڄاڻيءَ جي مشق وانگي هئڻ گهرجي، جيڪا اهڙن مختلف سوالن ۽ عملي سرگرمين تي ٻڌل آهي، جيڪا ڄاڻ ۽ اڪيچار صلاحيتن کي آزمائيندي. ياد رکو! اهڙي قسم جا سوال ۽ سرگرميون، نوٽس ناهڻ ۽ برزباني ياد ڪرڻ وسيلي سکڻ کان پاسو ڪرائيندا ۽ ڏنل تصورن ۽ خيالن جي ڊگهي مدي تائين سمجهه کي هٿي وٺرائيندا.

ايڊيٽر

سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ جو تيار ڪرايل ۽ سنڌ سرڪار جي اسڪول ايجوڪيشن ۽ خواندگي کاتي پاران مراسلي نمبر S.O (G.1)E&L/Curriculum-2014 بتاريخ 07-12-2016 موجب سنڌ صوبي جي ڇهين ڪلاس جي شاگردن لاءِ منظور ڪيل.

**نظرثاني**

نصابي ڪتابن جي صوبائي ريويو ڪاميٽي
بيورو آف ڪريڪيولم اينڊ ايڪسٽينشن ونگ سنڌ- ڄامشورو.

**نگران اعليٰ**

**آغا سهيل احمد**
چيئرمين، سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ

**ليکڪ**

- ڊاڪٽر آڏري جما
- رعنا حسين
- شبنم سهيل
- عروسہ حفيظ
- ڪرن هاشمي
- محمد ناطق ميمڻ

**نظرثاني**

- ڊاڪٽر شجاع احمد مهيسر
- محمد ناطق ميمڻ
- روزينا خواجہ
- قائم الدين ٻلال
- خالد محمود ميمڻ

**ايڊيٽر**

ڊاڪٽر شجاع احمد مهيسر

**سنڌيڪار**

پروفيسر نذير احمد قاضي

**نگران**

- علي محمد ساهڙ
- عبدالودود

**ڪمپوزنگ :** بختيار احمد پٽو

# مهاڳ

پرائمري ۽ ثانوي تعليم ۾ اتساھ ۽ حاصلات کي هٿي وٺرائڻ، ضروري طرح، اعليٰ تعليم لاءِ تحرڪ سان جڙيل آهي.هيءُ نصابُ، نہ رڳو سيني لاءِ تعليمي معيارن کي بلند ڪري ٿو، پر اسڪول ۽ ڪاليج سطح تي، اُهو ادارتي صلاحيت جي واڌاري ۽ وسيلن ۾ ترقيءَ لاءِ گهرج کي پيدا ڪري ٿو.

2006ع جي قومي نصاب،اسڪول ۽ ڪاليج سطح تي پڙهايا ويندڙ مختلف مضمون متعارف ڪرايا. هن نصاب تي نظرثاني ڪندي اها ضرورت محسوس ڪئي وئي تہ ان جي اصلاح ڪري نئون نصاب ناهيو وڃي. دراصل نئين نصاب کي مرتب ڪرڻ جا کي مکيہ سبب هي آهن جهڙوڪ: پراڻي نصاب ۾، شاگردن منجهہ تنقيدي سوچ پيدا ڪرڻ جي کوٽ هئي. اهو شدت سان محسوس ڪيو ويو تہ اهونصاب نہ رڳو استاد دوست هيو بلڪہ شاگرد دوست بہ نہ هو. ان ذريعي شاگردن کي مدي خارج معلومات مهيا ڪئي پئي وئي ۽ تفصيل سان ٻڌايل نظريا موجوده وقت جي حالتن سان مطابقت رکندڙ نہ هئا. اهو پڻ محسوس ڪيو ويو تہ اهي خيال، تصور ۽ واقعا جيڪي مختلف سطحن (ڪلاس پهرين کان ٻارهين) تي پڙهايا پئي ويا اهي موجوده ترقيءَ جي مقصدن جي حاصلات لاءِ منطقي اعتبار کان سنواريل نہ هئا. اهو دليل پڻ ڏنو پئي ويو تہ مروج نصاب 21 صديءَ جي شاگردن ۾ مختلف مهارتون پيدا ڪرڻ ۾ ڪامياب نہ ٿيو. سائنسي اصولن مطابق ترتيب ڏنل هن نئين نصاب مان اها توقع ڪئي وڃي ٿي تہ اهو شاگردن جي حقيقي ضرورتن جو پورائو ڪندو.

نصاب جي تدوين: يونيورسٽي ۽ ڪاليج جي ويهارو استادن، مضمون جي ماهرن، استادن کي تربيت ڏيندڙ ۽ مڊل اسڪول (6 کان 8 گريڊ) جي استادن جي گروهہ هڪ خاڪو جوڙيو ۽ ان مطابق نصاب کي ترتيب ڏنو. ان مسودي تي 12 ماهرن تي مشتمل هڪ گروهہ نظرثاني ڪئي ۽ نصاب ۾ سڌاري لاءِ ورتل ڪوششن کي ساراهيو ۽ پنهنجي طرفان مفيد مشورا ۽ ضروري صلاحون ڏنيون جن کي هن نصاب ۾ شامل ڪيو ويو آهي. نصاب لاءِ اُفقي ڍانچو جوڙيو ويو جنهن ۾ ڏکڻ ايشيا (6 گريڊ ) ايشيا (7 گريڊ) ۽ دنيا (8 گريڊ) بابت معلومات مهيا ڪئي وئي. تاريخ واري حصي ۾ قديم، وچولي ۽ جديد دؤر جي ماڻهن ۽ پاڪستان جي سرزمين خاص طور سنڌ بابت ڄاڻ مهيا ڪئي وئي آهي. جاگرافيءَ ۾ منتخب ڪيل علائقن جي طبعي، ثقافتي ۽ ماحولياتي معلومات شامل ڪئي وئي آهي. سياست ۽ علم شهريت ۾ مقصدن جي ڄاڻ، مختلف سطحن تي حڪومت جي تنظيم ۽ فرض، سول سوسائٽيءَ جو ڪردار، جمهوريت ۾ سياسي جماعتن ۽ ميڊيا جو ڪردار، شهرين جا حق،

ذميواريون ۽ ڪردار شامل آهن. اقتصاديات ۾ بنيادي معاشي نظرين، خدمتن ۽ شين جي طلب ۽ رسد، صنعت ۽ ڪاروبار تي زور ڀريو ويو آهي. سماج ۽ ثقافت جي تقاضائن کي سيني مضمونن ۾ شامل ڪيو ويو آهي. ذهني تصورن جي سمجهاڻي سان گڏوگڏ مهارتن جي واڌاري ۽ روزاني زندگيءَ جي معاملن ۾ انهن فڪرن ۽ مهارتن جي استعمال ۽ فائدي تي پڻ زور ڏنو ويو آهي. هر مضمون جي شروعات يونٽ سان ٿئي ٿي ۽ ان ۾ شاگردن جي سکيا جا نتيجا بہ واضح ڪيا ويا آهن. هر يونٽ جي پڄاڻي اختصار سان ٿئي ٿو. هر هڪ يونٽ، بابن ۾ ورهايل آهي ۽ هر باب جا ايس-ايل-اوز ڏنا ويا آهن ايس ايل اوز کي مواد، سرگرمين ۽ باب جي پڄاڻيءَ جي مشق ذريعي حاصل ڪرڻ جي اثرائتي ڪوشش ڪئي وئي آهي.

**هن نصاب جا ڪليدي اهڃاڻ ۽ شاگردن کي حاصل ٿيندڙ فائدا:**

هيءُ نصاب ۽ نصابي ڪتاب هر موضوع جي بنيادي نظرين کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ ۾ جوڳي مدد ڪري ٿو. اهو تحقيق، معلومات جي ڏي وٺ ۽ تخليق جي واڌاري سان گڏ مسئلا ڪشائي جي مهارتن ۾ پڻ اضافو آڻي ٿو. ان سان گڏوگڏ هيءُ مضمون جي متعلق مهارتن (تاريخ ۾ ابتدائي ۽ ثانوي ذريعن کان استفاده، نقشن جي مهارت ۽ گراف سازيءَ) ۽ انهن جي اطلاق کي يقيني بڻائي ٿو.

هيءُ نصاب جمهوري ملڪ ۾، شاگردن کي هڪ فعال شهري بڻجڻ جي اهميت کي سمجهائڻ ۾ مدد ڏئي ٿو. هيءُ نصاب نوجوانن کي قومي تعميرجي سرگرمين ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ همٿائي ٿو ۽ قومي ٻڌيءَ ۽ رضاڪاريءَ جي تصور کي ترقي ونرائي ٿو. ان سان گڏ، برادري سطح تي ترقي ڪرڻ جو احساس اياري ٿو. هيءُ نصابي ڪتاب، صلاحيتن جي واڌاري سميت، سکڻ سيني پهلوئن ۾ شاگردن جي سرگرم شرڪت وسيلي، نوجوانن جي صلاحيتن کي واڌ ويجهہ ڏئي ٿو.

چيئرمين
سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ

# فهرست

يونٽ 1

# جڳ - ويچار، سماج ۽ تهذيب

## شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- ماضيءَ جي باري ۾ ڄاڻ حاصل ڪرڻ ۽ ان جي اهميت کي سمجهڻ.
- تاريخي شاهدين، ثبوتن ۽ معلومات جي ذريعن مثال طور (قديم آثار ۽ انساني هُنر ۽ ڪاريگريءَ جو نمونو) بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ ۽ انهن جي سڃاڻپ ڪرڻ.
- تاريخي شاهديون، حقيقتون ۽ معلومات جا ذريعا ماضيءَ جي باري ۾ اسان جي ڄاڻ ۾ ڪهڙو اضافو ڪن ٿا.
- جڳ-ويچار، سماج ۽ تهذيب جي وصف، مثال سان سمجهڻ.
- جڳ-ويچار ۾ نااتفاقي پيدا ڪندڙ سببن کي کولي سمجهائڻ (جهڙوڪ ثقافت، دؤر يا زمانو، علائقو، ثقافتي ميلاپ جو اثر، ميڊيا ۽ حڪمرانيءَ جو نمونو).
- سبب ڏيئي سمجهائڻ ته وقت گذرڻ سان يا ته سماج ساڳيا رهن ٿا يا انهن ۾مرحليوارتبديليون اچن ٿيون.
- اهو ٻڌائڻ ته سماج جي جوڙجڪ ڪيئن ٿئي ٿي ۽ ڪهڙيءَ ريت اُهي قائم دائم ۽ برقرار رهن ٿا.
- انساني زندگيءَ جي شروعات ڪيئن ٿي؟ ان بابت حقيقت ۽ مختلف نظرين کي بيان ڪرڻ.
- شڪار ڪندڙ ۽ مال گڏ ڪري رکڻ وارن (hunter-gatherer) جي زندگي گذارڻ جي طريقن ۽ خاصيتن کي بيان ڪرڻ.
- شڪار ڪندڙ ۽ مال گڏ ڪري رکڻ وارن جي زندگيءَ جي مشڪلاتن ۽ سهولتن کي بيان ڪرڻ.
- اهو ٻُڌائڻ ته شڪار ڪندڙ ۽ مال گڏ ڪري رکڻ وارن جو سماج آهستي آهستي ابتدائي زرعي سماج ۾ ڪيئن بدلجڻ لڳو؟ ان جا سبب ڪهڙا هئا؟
- زرعي سماج جي اوسر بابت احوال ڏيڻ.
- اهو ٻڌائڻ ته زرعي سماج، شڪار ڪندڙ ۽ مال گڏ ڪري رکڻ واري سماج کان ڪهڙيءَ ريت نرالو هو.
- سماج جي ترقي ۽ واڌاري تي، قدرتي ماحول جي پوندڙ اثرن کي مثال ڏيئي سمجهائڻ (جهڙوڪ: درياءَ، نديون وغيره).
- سماج ۽ تهذيب بابت مختلف نظرين کي بيان ڪرڻ.
- ثقافت جي اصطلاح کي مثالن سان سمجهائڻ.
- ثقافت ۽ تهذيب جي ڀيٽ ڪرڻ.

## يونٽ جو تعارف

هن يونٽ ۾ ماضيءَ بابت ڄاڻڻ ۽ سمجهڻ جي اهميت کي کولي سمجهايو ويو آهي. جڳ-ويچار، سماج ۽ تهذيب جي باري ۾ مختلف نظرين کي بيان ڪيو ويو آهي. تاريخ جي اڀياس جي اهميت کي اجاگر ڪيو ويو آهي. انساني زندگي جي شروعات ڪيئن ٿي؟ ان لاءِ جيڪي حقيقتون ۽ نظريا پيش ڪيا ويا آهن تن کي سمجهايو ويو آهي. اهو به ٻڌايو ويو آهي ته انسان دنيا جي مختلف علائقن ۾ ڪيئن ٽڙيو پکڙيو ۽ پنهنجن پنهنجن علائقن ۾ سماج ۽ تهذيب جي اوسر ڪيئن ڪيائين.

# ماضيءَ بابت ڄاڻ ۽ سمجهه

**شاگردن جي سکيا جا نتيجا**

- ماضيءَ جي باري ۾ ڄاڻ حاصل ڪرڻ ۽ ان جي اهميت کي سمجهڻ.
- تاريخي شاهدين ۽ معلومات جي ذريعن (مثال طور: قديم آثار ۽ انساني هنر ۽ ڪاريگريءَ جو نمونو) بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ ۽ انهن جي سڃاڻپ ڪرڻ.
- تاريخي شاهديون، حقيقتون ۽ معلومات جا ذريعا، ماضيءَ جي باري ۾ اسان جي ڄاڻ ۾ ڪهڙو اضافو ڪن ٿا.

## تعارف

هن باب ۾ ماضيءَ بابت ڄاڻ ۽ سمجهڻ جي اهميت تي روشني وڌي وئي آهي يعني تاريخ جو اڀياس ڪيو ويو آهي. تاريخ اسان کي ماضيءَ ۾ رهندڙ انسانن، انهن جي ماڳن مڪانن ۽ گذريل واقعن جي ڪهاڻي ٻڌائي ٿي. هيءَ بدلجندڙ انساني ثقافت، مذهبي عقيدن ۽ تخليقي خيالن جي ڪهاڻي پڻ آهي.

تاريخ سڀني ڪهاڻين کان وڌيڪ دلچسپ، پرپور ۽ اثرائتي ڪهاڻي آهي، ڇاڪاڻ ته اها سڀني انسانن، سمورن علائقن ۽ سڀني دؤرن جي ڪهاڻي آهي.

### تاريخ ڇا آهي؟

تاريخ ماضيءَ جو اڀياس آهي. جيڪا خاص ڪري ماڻهن،تاريخي واقعن ۽ هنڌن يا ماڳن بابت ڄاڻ مهيا ڪري ٿي.

## تاريخ جي اهميت

ڪنهن به سماج لاءِ تاريخ جي ڄاڻ اهم ۽ ضروري آهي. ان ذريعي اسان حال کي سمجهي مستقبل لاءِ تياري ڪري سگهون ٿا. حال ۾ جيڪي ڪجهه به ٿي رهيو آهي يا جيڪي مستقبل ۾ ٿيندو، ان جو دارومدار ماضيءَ ۾ ٿيل واقعن ۽ ڳالهين تي آهي. تاريخ اسان کي ٻڌائي ٿي ته ماضيءَ ۾ جيڪي ڪجهه ٿيو، اهو ڇو ٿيو؟ ماڻهو چاهين ٿا ته جيڪي واقعا اڳ ٿيا انهن کي وري رونما ٿيڻ ڏيو ڇاڪاڻ ته انهن واقعن جا نتيجا ڏاڍا خوشگوار ۽ سٺا نڪتا يا وري انهن واقعن کي نه ورجائجي ڇو ته انهن جا نتيجا اُگرا ۽ سٺا ڪونه نڪتا. ماضيءَ بابت ڄاڻ رکڻ ڪانسواءِ اسان اڄ جي مسئلن ۽ مشڪلاتن جو حل ڪڏهن به نه سگهنداسين.

پنهنجي ملڪ جي تاريخ پڙهڻ سان اسان کي پنهنجي قوم جي ماضيءَ يعني تاريخ بابت معلومات ۽ سمجهه حاصل ٿيندي. ائين ڇئجي ته اسان کي پنهنجي صحيح سڃاڻپ ملندي ۽ اسين پنهنجي ملڪي تاريخ تي بجا طور فخر محسوس ڪنداسين. ان ذريعي حب الوطنيءَ جي جذبي کي هٿي ملندي. اسان شهري معاملن ۾ ڀرپور حصو وٺنداسين، جنهن لاءِ اسان جي جوڳي همت افزائي ٿيندي. ان مان اهو پڻ معلوم ٿيندو ته اسان کي پنهنجو ۽ پنهنجي قوم جو اونو آهي ۽ اسان انهن جي ڀلائي ۽ بهتريءَ لاءِ ڪم ڪري سگهون ٿا.

ماضيءَ ۾ ماڻهن جيڪي عوامي ڀلائيءَ جا ڪم ڪيا، تاريخ انهن بابت اسان جي معلومات ۾ واڌارو آڻي ٿي ۽ ٻڌائي ٿي ته اهو نهايت ضروري آهي ته اسان به انهن وانگر سٺا ڪم ڪري پنهنجي ملڪ کي رهڻ لاءِ هڪ بهتر ماڳ يا هنڌ بڻايون.

تاريخ جي ڄاڻ، اسان جي فڪر ۽ فهم کي وسيع ۽ شاهوڪار بڻائي ٿي ۽ اهو پڻ سيکاري ٿي ته عام معاملن ۾ اسان کي ٻين سان عزت، احترام ۽ منصفاڻو ورتاءُ ڪرڻ گهرجي.

سماج لاءِ تاريخ جي اهميت کي نظر ۾ رکندي، اهو تمام ضروري آهي ته تاريخ:

- هر ممڪن حد تائين صحيح ۽ درست هجي.
- ثبوتن، شاهدين، حقيقتن ۽ عقل تي ٻڌل هجي.
- ان ۾ ڪوڙ يا مصلحت کان ڪم نه ورتل هجي.

**اسان تاريخ جو اڀياس ڪيئن ڪيون ٿا؟**

اسان تاريخ جو اڀياس ٻن ذريعن سان ڪريون ٿا

| بنيادي ذريعو | ثانوي ذريعو |
|---|---|
| آرڪائيوز جا دستاويز، ڊائريون<br>قديم آثارن جا ماڳ مڪان وغيره | تاريخي زمانن بابت لکيل ڪتاب |

**جڏهن تاريخدان ماضيءَ جو اڀياس ڪن ٿا، تڏهن هيٺيون طريقو اختيار ڪن ٿا:**

## اختصار

هن باب ۾ توهان تاريخ جي اهميت بابت پڙهيو. تاريخ، ماضيءَ کي سمجھڻ ۽ مستقبل لاءِ جاڻ پريا فيصلا ڪرڻ ۾ اسان جي مدد ڪري ٿي. ماضيءَ ۾ ٿي گذريل واقعن ۽ حالتن کي پڙهڻ ڪانپوءِ اسين اقتصادي، سماجي ۽ سياسي تبديلين کي چڱيءَ ريت سمجهي سگهون ٿا ۽ اهو به سبق پرايون ٿا ته حال جي مامرن ۽ مسئلن کي ڪيئن منهن ڏجي.

### باب جي پُڄاڻيءَ تي مشق

#### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجھ جو امتحان وٺو

**1- هيٺيان خال پريو**

(i) تاريخ ماضيءَ جو اڀياس آهي جيڪا خاص ڪري __________ ۽ __________ جي جاڻ مهيا ڪري ٿي.

(ii) اسان تاريخ جو اڀياس ٻن ذريعن سان ڪريون ٿا اهي __________ ۽ ________ آهن.

(iii) ضروري آهي ته تاريخ________ ۽ ________ تي ٻڌل هجي.

**2- هيٺينن سوالن جا جواب ڏيو:**

(i) تاريخ ڇاکي چئبو آهي؟

(ii) تاريخ جي اڀياس جي ڪهڙي اهميت آهي؟

#### (ب) پنهنجي تحقيقي مهارت کي استعمال ڪريو

جنهن علائقي ۾ توهان رهو ٿا ان جي باري ۾ هڪ ننڍڙي رپورٽ تيار ڪريو، جنهن ۾ ان مقامي علائقي جي تاريخ بيان ڪيل هجي (هن ڏس ۾ توهان پنهنجي والدين، مائٽن ۽ گهڻي وقت کان اتي رهندڙ ماڻهن کان مدد وني سگهو ٿا).
ان ڏس ۾ رهنمائيءَ لاءِ هيٺين نُڪتن کي ڌيان ۾ رکو:

- اهو علائقو ڪيترو قديم آهي؟
- ان علائقي جا قديم ترين خاندان ڪهڙا آهن؟
- اتان جا ماڻهو ڪهڙن ڌنڌن ۽ ڪمن ڪارين ۾ مصروف هئا؟
- انهن وٽ ڪهڙا سرشتا ۽ نظام قائم هئا؟
- روزاني جي استعمال ۾ اُهي ڪهڙيون شيون واپرائيندا هئا؟

### (ج) ٻين سان سهڪار ڪريو

ڇهين ڪلاس ۾ داخل ٿيڻ جي پهرئين ڏينهن کي ياد ڪريو. ان ڏينهن سان لاڳاپيل سيني ڳالهين کي گڏ ڪريو. هاڻي ڪلاس کي چئن پنجن ٽولين ۾ ورهايو. هيٺين سوالن کي ذهن ۾ رکندي مختلف ٽولين جي بيانن جي ڀيٽ ڪريو.

- ڏنل هر احوال ۾ تفصيل ڪهاڻيءَ ۾ واڌارا آڻي ٿو؟
- ڪهڙيءَ ريت انهن جي ڳالهين ۾ تضاد آهي؟
- توهان ڪهڙين ڳالهين کي شامل ڪرڻ ۾ ڪهڙين کي ڇڏي ڏيڻ جو فيصلو ڪيئن ڪندؤ؟
- جيڪڏهن توهان کي ان ڏينهن جي مڪمل تاريخ لکڻ لاءِ چيو وڃي ته پوءِ ڪهڙيون ڳالهيون ان ۾ شامل ڪندؤ؟
- پنهنجن لفظن ۾ ان ڏينهن جي تاريخ لکو.

**استاد لاءِ هدايت:** شاگردن کي اها ڳالهه سمجهڻ ۾ سندن مدد ۾ رهنمائي ڪريو ته تاريخ هميشه اڻ پوري آهي. تاريخون واقعن جي تشريح ۾ انيڪ پس منظر بيان ڪنديون آهن ۾ نظرانداز ڪيل تفصيل کي شامل ڪري، تاريخ کي مڪمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي آهي. انهن کان پڇو ته جيڪڏهن ڏهين ڪلاس جي شاگردن جي ٻڌايل احوال کي ئي سچو ۾ سرڪاري طور مڃجي ته پوءِ ان جا ڪهڙا نتيجا نڪرندا؟

# انساني زندگيءَ جي شروعات

**شاگردن جي سکيا جا نتيجا**

- انساني زندگيءَ جي شروعات بابت حقيقت ۽ نظرين کي بيان ڪرڻ.
- شڪار ڪندڙ ۽ مال گڏ ڪري رکڻ وارن جي زندگيءَ جي طريقي ۽ خاصيتن کي نروار ڪرڻ.
- شڪار ڪندڙ ۽ مال گڏ ڪري رکڻ وارن جي زندگيءَ جي خوبين، خامين، لاهن ۽ چاڙهن کي چٽو ڪري ٻڌائڻ.

## تعارف

هن باب ۾ اسان انساني زندگيءَ جي شروعات بابت معلومات حاصل ڪنداسين. هن باب ۾ انساني زندگيءَ جي تخليق، ابتدا ۽ ارتقا بابت حقيقت، نظريي جي وضاحت ۽ تشريح ڪئي وئي آهي. شڪار ڪري مال گڏ ڪري رکڻ وارن ابتدائي انسانن جي رهڻيءَ ڪهڻيءَ کي پڻ بيان ڪيو ويو آهي.

## انساني زندگيءَ جي شروعات

انساني زندگيءَ جي ابتدا ڪيئن ٿي؟ ان بابت هڪ ته اسان کي قرآن پاڪ مان رهنمائي ملي ٿي، جيڪا انسان جي تخليق بابت آهي ۽ ٻيو انسان جي ارتقا جو نظريو ٻڌايو ويو آهي جنهن جو بيان هيٺ ڏجي ٿو.

## انساني تخليق بابت حقيقت

الله تعاليٰ هن سڄي ڪائنات جو خلقيندڙ آهي. الله تعاليٰ آدم ۽ سندس جيون ساٿي حوا کي مٽيءَ مان پيدا ڪيو. انسان کي الله تعاليٰ هن زمين تي پنهنجو نائب ڪري موڪليو آهي. ان بابت الله تعاليٰ قرآن شريف ۾ فرمائي ٿو: ترجمو: ”۽ (اهو وقت ياد ڪر) جڏهن تنهنجي پاليندڙ ملائڪن کي چيو ته بيشڪ آئون زمين ۾ هڪ نائب پيدا ڪرڻ وارو آهيان“. (سورة بقره: 30). هڪ ٻي جاءِ تي الله تعاليٰ فرمائي ٿو: ترجمو: ”۽ بيشڪ اسان انسان کي چيڪي مٽيءَ مان جيڪا ڪاري (۽) سڙيل هئي پيدا ڪيو“ (سورة الحجره: 26). آدم ۽ حوا کي جهجهو اولاد ٿيو جيڪو ڌرتي جي گولي تي مختلف علائقن ۾ آباد ٿيو. اهڙيءَ ريت دنيا ۾ انساني زندگيءَ جي شروعات ٿي.

## ارتقا وارو نظريو

چارلس ڊارون علم طبعيات جو ماهر هو، جيڪو فطرت جي اڀياس ۾ مشغول رهندو هو. سندس تعلق انگريز قوم سان هو. هن پنجن سالن تائين دنيا گهمي فطرت کي ڏٺو ۽ جانچيو. ٻوٽن ۽ جانورن جو اڀياس ڪندي، هن کي انهن ۾ تفاوت جي ڪيترن اهڃاڻن جي خبر پئي. پنهنجي کوجنا جي نتيجي ۾ حاصل ڪيل خيال ۽ معلومات، هن هڪ ڪتاب ”جنسن جي قسمن جي شروعات“ ۾ ڏني، جيڪو 1859ع ۾ شايع ٿيو. ارتقا جي نظريي جو مرڪزي خيال اهو آهي ته جانورن جا جدا جدا قسم جيڪي اڄ اسان ڏسون

تا، اُهي ابتدائي زندگيءَ جي نهايت سادين شڪلين ۾ صورتن مان اُسريا ۽ وڌيا ويجهيا. اهو عمل ٽي بِلين سال اڳ شروع ٿيو ۽ لڳاتار ترقي پذير آهي (اسان جي ڌرتي 4.5 بِلين سال پراڻي آهي). ارتقا جو نظريو ٻڌائي ٿو تہ ارتقا ”فطري چونڊ“ وسيلي ٿئي ٿي، جنهن جا اهم نُڪتا هيٺ ڏجن ٿا:

- ڪنهن بہ جنس جا منفرد رڪن، مختلف قسمن جي تبديليءَ جي وسيع دائري کي ظاهر ڪن ٿا.
- اهي تبديليون، هنن جي جِينس (ڪيميائي جزن جو موروثي هجڻ) جي فرق سبب ظاهر ٿين ٿيون.
- اهي منفرد جنسون (ٻوٽن ۽ جانورن جون) جيڪي ماحول سان مطابقت رکنديون ايندڙ نسلن ۾ پنهنجي پيدا ڪرڻ واري سگهہ ۾ عمل کي بہ جاري رکي سگهنديون.
- انهن جنسن يا قسمن کي ڪامياب بڻائيندڙ جينس (genes) وري انهن جي ايندڙ نسلن ۾ جنسن ڏانهن منتقل ٿين ٿا.

اهي فرد يا جنسون جيڪي ماحول سان نهڪي نٿيون هلن، اُهي نہ گهڻو عرصو زنده رهي سگهنديون ۽ نہ پيدائشي عمل کي برقرار رکي سگهنديون، جنهن جو مطلب اهو ٿيو تہ ايندڙ نسلن تائين انهن جينس (genes) جو منتقل ٿيڻ ممڪن ناهي. هڪ جنس، ترقيءَ جا سلسليوار ڏاڪا گهربل وقت تي چڙهندي رهي ٿي يعني ارتقا جون منزلون آهستي آهستي طيءِ ڪندي رهي ٿي.

## انسان جو ارتقائي سرشتو

انساني ارتقا جو سلسلو هڪ طويل عرصي تي ٻڌل آهي، جيڪو ڇهہ ملين سال اڳ (60 لک سال اڳ) شروع ٿيو. سائنسي ثابتين مان خبر پوي ٿي تہ انسان پنهنجي باندر جهڙن ابن ڏاڏن جي ارتقائي صورت آهي. سائنسدانن جو چوڻ آهي تہ انسانن ۽ باندرن جا وڏا ساڳيا آهن، جيڪي 6 کان 8 ملين سال اڳ رهندا هئا.

ٻن پيرن تي هلڻ واري نمايان ابتدائي انساني خاصيت، چئن ملين (40 لک سالن کان هلندي آئي. ٻيون اهم انساني خاصيتون، جهڙوڪ وڏو ۽ گُوڙهو دماغ، اوزار ناهڻ جي صلاحيت ۽ ٻوليءَ جي ايجاد ايترا قديم ناهن. فن ۽ ثقافت کي شروع ٿئي تہ فقط هڪ لک سال ٿيا آهن.

سائنسدانن جو چوڻ آهي تہ ابتدائي انساني ارتقا آفريڪا کنڊ ۾ ٿي.جتان لڳ ڀڳ ٻن ملين کان 1.8 ملين سال اڳ، انسان جا اهي وڏڙا آفريڪا مان هجرت ڪري ايشيا کنڊ ۾ آيا. هڪ ملين کان 1.5ملين سال اڳ اهي يورپ ۾ داخل ٿيا. سٺ هزار سال اڳ اُهي آسٽريليا آيا ۽ 30 هزار سال اڳ آمريڪا پهتا.

# آسٽريلو پيٿيڪس کان اڄڪلھ جي انسان تائين

## ابتدائي انسانن جي درجابندي

1. آسٽريلو پيٿيڪس (Australopithecus) ڏاڪٽا باندر
   1 کان 5 ملين سال اڳ
2. هومو هيبيلس (Homo habilis) دستي انسان
   1.6 کان 2.2 ملين سال اڳ
3. هومو اِريڪٽس (Homo Erectus) اُڀو هلندڙ انسان
   0.4 کان 2 ملين سال اڳ
4. نيئنڊر ٿال (Neanderthal) آڳاٽو سياڻو انسان
   2 لکن کان 3 لک سال اڳ
5. هوموسيپيئنس (Homo Sapiens) جديد ۽ ڏاهو انسان
   1,30,000 سال اڳ کان وٺي اجوڪي دؤر تائين جو انسان.

## آڳاٽي زماني جي انسانن جي زندگي

> **ڇا توهان کي خبر آهي؟**
>
> علم الانسان ماضيءَ ۽ حال جي انسانن جو اڀياس آهي. اهي شخص جيڪي علم الانسان يا علم البشر جو اڀياس ڪن ٿا تن کي (anthropologist) چئجي ٿو.

اڳوڻي زماني ۾ انساني زندگي ڏاڍي ڪٺن ۽ سخت هوندي هئي. ابتدائي دؤر جا ماڻهو جهنگ ۾ رهندا هئا. رهڻ لاءِ هنن وٽ گهر گهاٽ ڪونه هو. هو وڻن تي ويهي زندگي گذاريندا هئا يا ٻوڙن ٻوٽن پويان لڪي پناهه وٺندا هئا، پر ان ذريعي هو پاڻ کي جهنگلي جانورن، مينهن، گرمي ۽ سرديءَ کان بچائي ڪين سگهندا هئا ان ڪري پوءِ هو غارن ۾ رهڻ لڳا. جيئن جيئن وقت گذرندو ويو، تيئن تيئن هو پنهنجي بچاءَ لاءِ ڪجهه نه ڪجهه ڪندا رهيا. هنن وڻن جي پنن ۽ جانورن جي کلن سان پنهنجي بدن کي ڍڪڻ شروع ڪيو ۽ اهڙيءَ ريت هو سخت گرمي ۽ ٿڌ کان بچاءَ ۾ رهيا.

هنن کي کائڻ لاءِ کاڌي خوراڪ ۽ رهڻ لاءِ ڇت جي ضرورت هئي. شروعات ۾ هنن وڻن جي ميون ۽ ٻوٽن جي پاڙن کي کاڌي طور ڪتب آندو. بعد ۾ هنن کاڌي لاءِ ننڍن وڏن جانورن جو شڪار ڪرڻ شروع ڪيو. هو خالي هٿن سان وڏن جانورن کي ماري نه پئي سگهيا، تنهن ڪري هنن تيز ڌار وارن پٿرن کي ڳولي انهن سان جانورن جو شڪار ڪرڻ شروع ڪيو. ابتدائي دؤر جي انسانن سڀ کان پهرين پٿر جا اوزار ڪتب آندا. وقت گذرڻ سان انهن پٿرن جي اوزارن کي گهڻو بهتر بڻايو. اُن زماني کي ”پٿر جو دؤر“ (Stone age) چوندا آهن. انسانن جي زندگيءَ ۾ وڏي تبديلي اٽڪل ڏهه هزار سال اڳ ان وقت آئي، جڏهن هنن پوکي راهي ڪري فصل اُپائڻ ۽ جانورن کي پالڻ شروع ڪيو. هاڻي ماڻهن کي کاڌي خوراڪ ۽ شڪار لاءِ هِتي هُتي وڃڻو نه پئي پيو، هو هڪ هنڌ رهڻ لڳا. زراعت جي ترقيءَ سان تهذيب جي شروعات ٿي.

## اختصار

انساني زندگيءَ جي تخليق ۽ ابتدا بابت قرآن پاڪ مان ملندڙ ڄاڻ ۽ ارتقا جو نظريو اهم آهي. تخليق بابت قرآن پاڪ ۾ واضح آهي تہ سڀ انسان آدم جو اولاد آهن. الله تعاليٰ سڀ کان پهريائين آدم ۽ حوا کي پيدا ڪيو ۽ انهن کي اولاد عطا ڪيو. ائين انسان هن ڌرتيءَ تي وڌيا ۽ ويجهيا. جڏهن تہ ارتقا جي نظريي مطابق سائنسدانن جو خيال آهي تہ ڇهہ ملين سال اڳ انسان، باندر جهڙي ڪنهن وڏي مائٽ جي پٽ مان ارتقائي منزلون لتاڙيندو موجوده صورت کي رسيو آهي. آسٽريلو پيٿيڪس ڏاڪڻا باندر نما انسان هئا؛ هومو هيبيلس دستي انسان هئا؛ هومو اريڪٽس اُڀا هلندڙ انسان هئا، نيئنڊرٿال آڳاٽا سياڻا انسان هئا ۽ هومو سيپيئنس اڄوڪي زماني جا ذهين ۽ ڏاها انسان آهن. آڳاٽي زماني جا انسان وڻن مان ميوا پٽي گڏ ڪري رکندا هئا ۽ جانورن جو شڪار ڪندا هئا. پٿر مان ٺهيل هٿيار ۽ اوزار هنن جي استعمال هيٺ هئا.

### باب جي پُڄاڻيءَ تي مشق

#### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهہ جو امتحان وٺو

**1- هيٺيان خال ڀريو**

(i) باءِ پيڊلزم (bipedalism) جي معنيٰ_______ آهي.

(ii) شروعاتي انسان _______ جي ڳولا ۾ هڪ هنڌان ٻئي هنڌ ڦرندا رهندا هئا.

(iii) سائنسدانن جو خيال آهي تہ انسان _______ ملين سال اڳ پنهنجي باندرجهڙي ڪنهن وڏي مائٽ جي ارتقائي صورت آهن.

(iv) اڄوڪن انسانن کي _______ سڏيو وڃي ٿو.

**2- هڪ خاڪو ٺاهي ان ۾ ابتدائي دؤر جي انسان ۽ جديد دؤر جي انسان جي خاصيتن ۽ وصفن کي واضح ڪيو**

**3- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو**

(i) تخليق بابت ٻڌايل حقيقت ۽ ارتقا جي نظريي جي ڀيٽ ڪريو.

(ii) شڪار ڪندڙ ۽ مال گڏ ڪري رکڻ وارن جي زندگيءَ جي مکيہ خاصيتن کي بيان ڪريو.

### (ب) پنهنجي تحقيقي مهارت کي استعمال ڪريو

ڌرتيءَ تي زندگيءَ جي ابتدا جي باري ۾ ٻه ٻيا نظريا ڳوليو ۽ اهي پنهنجي ڪلاس جي ٻين ساٿين کي ٻڌايو.

### (ج) ٻين سان سهڪار ڪريو

1- ڇهن جي ٽولين ۾ ورهائجي، هيٺ ڏنل خاڪي کي مڪمل ڪريو.

قديم زماني جا ماڻهو زندگي ڪيئن گذاريندا هئا ۽ اڄ انسان ڪيئن رهي ٿو؟ هن خاڪي جي مدد سان اوهان کي انهن جي ڀيٽ ڪرڻ ۾ سولائي ٿيندي. گهٽ ۾ گهٽ چار هڪجهڙيون ۽ چار مختلف ڳالهيون معلوم ڪريو.

| مختلف | هڪجهڙيون |
|---|---|
| | |
| | |
| | |
| | |

2- هيٺئين خاڪي ۾ شڪار ڪرڻ ۽ شيون گڏ ڪري رکڻ واري دؤر جي انسانن جي زندگيءَ جي فائدن ۽ نقصانن کي بيان ڪريو.

| نقصان | فائدا |
|---|---|
| | |
| | |
| | |
| | |

3- جديد دؤر جي انساني زندگيءَ جا ٽي فائدا ۽ ٽي نقصان ڄاڻايو.

| نقصان | فائدا |
|---|---|
| | |
| | |
| | |

# سماج

**شاگردن جي سکيا جا نتيجا**

- سماج جي تصور جي وصف مثالن سان سمجهائڻ.
- ثقافت يا ڪلچر جي وصف بيان ڪرڻ.
- سماج ۾ تبديلي اچڻ ۽ نه اچڻ جا سبب ٻڌائڻ.
- سماجي جوڙجڪ ڪيئن ٺئي ٿي ۽ ڪهڙن طريقن سان سماج برقرار ۽ قائم دائم رهي ٿو.
- شڪار ڪندڙ ۽ شين کي گڏ ڪري رکندڙ سماج، ابتدائي زرعي سماج ۾ ڪيئن تبديل ٿيو.
- زرعي سماج جي واڌ ويجهه ۽ ترقيءَ کي بيان ڪرڻ.
- شڪار ڪندڙ ۽ شين کي گڏ ڪري رکندڙ سماج، زرعي سماج کان مختلف ڇو هو.

## تعارف

هن باب ۾ اسان سماج جي تصور، ان جي جوڙجڪ، برقرار ۽ قائم دائم رهڻ ۽ وقت گذرڻ سان ان ۾ ايندڙ تبديلين بابت ڄاڻ حاصل ڪنداسين.

## سماج

ماڻهن يا فردن جو اهڙو گروهه جن ۾ ”گڏ هئڻ جو احساس“ ۽ ”گڏ گذارڻ جو شعور“ هجي، ان کي ”سماج“ چون ٿا. اهي هڪٻئي سان لهه وچڙ ۾ اچن ٿا ۽ هڪ ٻئي سان هر معاملي ۾ سهڪار ۽ تعاون ڪن ٿا. انهن جا عقيدا، طور طريقا، رهڻي ڪهڻي، رواج رسمون ۽ قدر هڪجهڙا هوندا آهن.

گذران جي شروعاتي ذريعن جي بنياد تي سماج کي ٽن قسمن ۾ ورهايو ويو آهي. اهي ٽي مکيه قسم هي آهن:

1- صنعتي دؤر کان اڳ وارو سماج.
- شڪار ڪندڙ ۽ شين کي گڏ ڪري رکندڙ سماج
- چراگاهي سماج
- باغباني سماج
- زرعي سماج

2- صنعتي سماج

3- اڄوڪو صنعتي سماج

**ڇا توهان کي خبر آهي؟**

ثقافت يا ڪلچر ماڻهن جي هڪ گروهه جي زندگي گذارڻ جي طرز يا نموني کي چئجي ٿو. عام ڪلچر ۾ ٻولي، مذهب، کاڌو خوراڪ، لباس، موسيقي، فنونِ لطيفه ۽ لوڪ ڪهاڻيون شامل هونديون آهن. ثقافت يا ڪلچر جا اهي اهڃاڻ هڪ نسل کان ٻئي نسل ڏانهن منتقل ٿيندا رهن ٿا.

| قسم | شڪار ڪندڙ ۽ مال گڏ ڪري رکندڙ | چراگاهي سماج | باغباني سماج | زرعي سماج | صنعتي سماج | اڇوڪو صنعتي سماج |
|---|---|---|---|---|---|---|
| سماج کهڙي قسم ۽ نموني جو هو؟ | سماج جي ابتدائي دؤر ۾ انسان خانہ بدوش واري زندگي گذاريندا هئا ۽ ڪاڏي خوراڪ جي ڳولا ۾ هڪ هنڌان ٻئي هنڌ ڦرندا رهندا هئا. ماڻهن جو گهڻو وقت شڪار ڪرڻ ۽ روز مره گهرجن ۽ ضرورتن جون شيون گڏ ڪري رکڻ لاءِ جهنگلي ميوو ۽ ٻوٽن جون پاڙون پٽڻ ۾ گذرندو هو. | ماڻهو روزانو ڪاڏي جي ڳولا ۾ نڪرندا هئا. هن سماج جو دارومدار غذائي ضرورتن لاءِ مال پالڻ تي هوندو هو. خانہ بدوشن واري زندگي گذاريندا هئا. چراگاهن جي ڳولا ۾ هڪ جاءِ ڇڏي ٻئي جاءِ ويندا هئا. | جهنگ ۽ ٻيلن کي صاف ڪري زمين جي ٿوري حصي تي ميوي وارا وڻ ۽ ڀاڄيون پوکيندا هئا. | هن سماج جا ماڻهو پوکي راهي ڪندا هئا. مال فصل پوکيندا هئا، مال چاريندا ۽ پاليندا هئا. ڪڪڙ، ڇانور ۽ ڪپهہ مُکيہ فصل هئا. جانورن ۾ ڳئون رڍون ۽ ٻڪريون پاليندا هئا. مال ۽ زمين، ملڪيت جو بنيادي ذريعو هئا. | صنعتي سماج جو گهڻو دارومدار ٽيڪنالاجي تي هو. اهي توانائي جي مختلف ذريعن کي استعمال ڪندا هئا تہ جيئن مشينون هلن ۽ شيون وڏي پيماني تي تيار ڪري سگهجن. انهيءَ دؤر ۾ شهري طرزِ زندگي جي شروعات ٿي. | پيداوار جي طريقن ۾ وڏي تبديلي آئي آهي، شيون نئين نموني سان تاهڻ جو تيز ۽ بهتر طريقو رائج ٿيو آهي. هاڻي شين سان گڏ خدمتون بہ آڇيون وڃن ٿيون. ان ذريعي ماڻهن کي سک، سهوليت ۽ سولائي ملي آهي. صنعتي تبديلي جي نتيجي ۾ شهري ثقافت اُسري. |
| انهن جي شروعات ڪڏهن ٿي | شڪار ڪندڙ ۽ شيون گڏ ڪري رکندڙ سماج اٽڪل هڪ لک سال اڳ شروع ٿيو. | چراگاهي سماج 12000 سال اڳ شروع ٿيو. | ڏهن کان ٻارنهن هزار سال اڳ باغباني يا هار ٽيڪلچر سماج ايشيا، لاطيني آمريڪا ۽ وچ اوڀر جي ڪن علائقن ۾ شروع ٿيو. | 8000 کان 10,000 سال اڳ زرعي سماج نيوليٿڪ يا زرعي انقلاب سان شروع ٿيو. | 1769ع ۾ صنعتي انقلاب آيو. ان ڪانپوءِ صنعتي سماج شروع ٿيو. | ويهين صديءَ جي وچ (1950ع) ڪانپوءِ اڇوڪي صنعتي سماج جو آغاز ٿيو. |

## اختصار

ماڻهن جو اهڙو گروهه جن ۾ هڪ هجڻ جي سمجهه ۽ گڏ زندگي گذارڻ جو شعور موجود هجي، ان کي سماج سڏجي ٿو. اهي ماڻهو گڏ اُتن ويهن ٿا ۽ هڪٻئي سان سهڪار ڪن ٿا. هنن ماڻهن جا عقيدا، طور طريقا، رسمون رواج ۽ قدر ساڳيا هوندا آهن. گذران ۽ روزگار جي لحاظ سان سماج جا مختلف قسم آهن جهڙوڪ: صنعت ڪان اڳ وارا سماج، صنعتن وارا سماج ۽ اڄوڪو يا موجوده صنعتي سماج. صنعت ڪان اڳ وارن سماجن ۾ شڪار ڪندڙ ۽ گڏ ڪري رکندڙ سماج، چراگاهي سماج، باغباني سماج ۽ زرعي سماج اچي وڃن ٿا.

### باب جي پُڄاڻيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهه جو امتحان وٺو

**1- هيٺيان خال پريو**

(i) اٽڪل ڏهه هزار سال اڳ________ سماج جي شروعات ٿي.

(ii) زرعي سماج ڪان صنعتي سماج جي تبديلي________ ڏاري آئي.

(iii) زرعي سماج، اهو سماج آهي جنهن ۾ فصل________ وڃن ٿا ۽ چوپايو مال________ وڃي ٿو.

(iv) اڄوڪي سماج کي________ سماج سڏيو وڃي ٿو.

**2- سماجن جي خاصيتن جي ڀيٽ ڪريو**

| مکيه خاصيتون | شڪارڪرڻ ۽ مال گڏ ڪري رکڻ وارو سماج | زرعي سماج |
|---|---|---|
| کاڌ خوراڪ جا ذريعا | | |
| پورهئي جي ورڇ | | |
| ڪميونٽي ڪيتري وڏي هئي ۽ آبادي ۾ واڌ ۽ اضافو | | |
| آباديءَ جي چُرپر يا لڏپلاڻ | | |
| اجهو ۽ لٽو (گهرَ ۽ لباس) | | |
| قدرتي ماحول سان لاڳاپو ۽ ڳانڍاپو | | |
| هن نموني جي زندگيءَ جا فائدا | | |
| نقصان | | |

### 3- هيٺين سوالن جا جواب لکو

(i) ”سماج“ ۽ ”ثقافت يا ڪلچر“ جي اصطلاحن جي وصف بيان ڪريو.
(ii) ”شڪار ڪندڙ ۽ مال گڏ ڪري رکندڙ سماج“ ۽ ”زرعي سماج“ وچ ۾ فرق واضح ڪريو.
(iii) ٻڌايو تہ ڪهڙا سماج پنهنجي پاڻ کي منظم ڪري، برقرار رکي قائم دائم رهن ٿا.
(iv) سماج ڇو تبديل ٿيندا آهن يا ساڳيا رهندا آهن؟ هر هڪ جي باري ۾ ٿي سبب لکو.

### (ب) پنهنجي تحقيقي مهارت کي استعمال ڪريو

تحقيق ڪري ٻڌايو تہ ارڙهينءَ صدي جي آخر تائين زرعي سماج، صنعتي سماج ۾ ڪيئن تبديل ٿيو؟

### (ج) ٻين سان سهڪار ڪريو

1- ڇئن ڇئن جي ٽولين ۾ ورهائجي وڃو. چوٿين ۽ پنجين ڪلاس ۾ پاڪستان جي تاريخ بابت حاصل ڪيل معلومات کي استعمال ڪريو.

2- پاڪستاني سماج ۾ ڪهڙيون تبديليون آيون آهن. انهن جا ڪارڻ ڪهڙا آهن (مثال: تبديلي: شهرن ۾ وڌيڪ ماڻهو رهڻ لڳا آهن. سبب: روزگار جا گهڻا موقعا موجود آهن).

3- اهڙين شين ۽ ڳالهين کي لکو جن ۾ اڃان تبديلي ڪانہ آئي آهي.

4- هڪ چارٽ ناهيو، جنهن ۾ اهي تبديليون ظاهر ڪريو جيڪي توهان پاڻ ڏٺيون آهن ۽ اهڙن عنصرن جا مثال بہ ڏيو جيڪي اڳ وانگيان ساڳيا رهيا آهن ۽ انهن ۾ ڪابہ تبديلي نہ آئي آهي.

5- پنهنجي چارٽن کي نهڪندڙ/مناسب جاءِ تي چٽي نموني ظاهر ڪريو ۽ تبديلي ۽ تسلسل جي سببن تي بحث ڪريو.

# تهذيب جي شروعات

## شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- ”جڳ-ويچار“ ۽ ”تهذيب“ جي اصطلاحن جو مثال ڏيئي وصف بيان ڪرڻ.
- جڳ-ويچار ۾ اختلاف پيدا ڪندڙ اثرن جو جائزو وٺڻ.
(مثال طور ثقافت، زمانو، هنڌ جاءِ يا ماڳ مڪان، گڏيل ثقافتي عمل ۽ ردِ عمل ميڊيا ۽ حڪمرانيءَ جو نمونو).
- سماج ۽ تهذيب جي نظرين جي ڀيٽ ڪرڻ.
- تهذيب جي وصف بيان ڪرڻ.
- ثقافت ۽ تهذيب وچ ۾ ڀيٽ ڪرڻ.
- قدرتي ماحول جو سماج جي اوسر تي اثر معلوم ڪرڻ (جهڙوڪ: درياءَ وغيره).

## تعارف

اٽڪل ڏهه هزار سال اڳ، اولهه ايشيا جا ماڻهو زمين ڪاهي فصل اُپائيندا ۽ مال پاليندا هئا. انهن ٻنهي ڪمن جي ڪري هنن کي هڪ هنڌ ٽڪاءُ ڪري رهڻو پيو. ننڍين آبادين مان ڳوٺ جُڙيا ۽ ڳوٺ وڏي ترقي ڪري ننڍا ۽ وڏا شهر بڻجي ويا. طاقتور شهرن وارن ٻين شهرن ۽ آسپاس جي علائقن کي فتح ڪري، اتي پنهنجون بادشاهتون ۽ شهنشاهتون قائم ڪيون. آهستي آهستي هنن لکڻ جو هنر پرايو ۽ حساب ڪتاب رکڻ لڳا، واپار ۾ دلچسپي ورتائون، حڪمراني جو ڏانءُ سکيا ۽ ملڪ ۽ سماج لاءِ قاعدا قانون منظور ڪيائون. اهي دنيا جون ابتدائي تهذيبون هيون. هن باب ۾ اسان دنيا ۾ تهذيبن جي اوسر جو اڀياس ڪنداسين ۽ جڳ-ويچار سان انهن تهذيبن کي ڏسندي، ان دؤر ۽ تهذيب جي ماڻهن جي خيالن ۽ ڪارنامن کي پرکڻ ۽ جانچڻ جي ڪوشش ڪنداسين.

## جڳ-ويچار يا عالمي نقطۂ نظر (World-view)

آڪسفورڊ ايڊوانسڊ لرنرز ڊڪشنري مطابق ”هڪ شخص جي سوچڻ جو انداز ۽ زندگي جو فهم ۽ سمجهه، هن جي عقيدن ۽ رَوَش ۽ لاڙن تي ٻڌل آهي.“ جڳ-ويچار يا دنيائي رايو جو اصطلاح، فرد، ماڻهن جي گروهه يا سماج جي زندگي ۽ دنيا بابت عقيدن ۽ قدرن جي جامع سرشتي ڏانهن اشارو ڪري ٿو. اهو هڪ ڪامل منظر نامو آهي جنهن ذريعي هر فرد ۽ سماج حقيقت (يعني زندگي ۽ دنيا) جي تشريح ڪري ٿو، ان ۾ معنيٰ ۽ مقصد پسي ٿو ۽ ان سان لهه وچڙ ۾ اچي ٿو. سولن لفظن ۾ جڳ-ويچار جي معنيٰ اها ٿيندي ته اوهان دنيا جي حقيقت کي ڪيئن ٿا سمجهو يا هر اهو خيال جنهن کي توهان سچو ۽ درست سمجهو ٿا.

### سرگرمي

- اوهان جو ”جڳ-ويچار“ ڪهڙو آهي؟
- هڪ شخص جو جڳ-ويچار زندگي ۽ دنيا سان لاڳاپيل سندس عقيدن ۽ قدرن جو مجموعو آهي. توهان پنهنجي دنيائي رايي يا جڳ-ويچار کي ڳوليو. هيٺين اسمن جي حوالي سان پنهنجي عقيدن ۽ قدرن تي غور ۽ فڪر ڪريو:

| | |
|---|---|
| • انسانن بابت خيال، دنيا ۾ انهن جي حيثيت. | • دنيا جي جوڙجڪ ۽ ان جي طريقي ڪار بابت خيال ۽ عقيدا. |
| • زندگي ۽ موت بابت مذهبي عقيدا. | • ان ڳالهه ۾ يقين رکڻ ته جيڪو صحيح يا غلط آهي ان باري ۾ ماڻهو ڇا ڪري سگهن ٿا يا انهن کي ڇا ڪرڻ جڳائي ٿو. |
| • گروهن ۽ سماجن بابت عقيدا ۽ خيال. | • اهو يقين ته فيصلا ڪيئن ٿيڻ گهرجن ۽ اهي فيصلا ڪنهن کي ڪرڻ گهرجن. |
| • ڇا قابلِ قدر ۽ اهم آهي ان لاءِ قدري فيصلو. | • انسانن کي ڪهڙي هلت هلڻ گهرجي. ان باري ۾ يقين هئڻ گهرجي. |
| • قدر يا رهنمائي ڪندڙ اصول جيڪي ٻڌائين ته اوهان جي خيال ۾ ماڻهن جو رويو ڪهڙو هجڻ گهرجي. | • جيڪو صحيح يا غلط، هاڪاري يا ناڪاري آهي، تنهن باري ۾ پختي راءِ جو هجڻ. |

### ”ذاتي جڳ-ويچار يا دُنيائي خيال“

اسان مان هر هڪ وٽ پنهنجو دنيائي يا عالمي خيال آهي.ان جي پيدا ٿيڻ جا ڪيترائي عنصر آهن، جن مان ڪي هي آهن: موروثي خاصيتون، زندگيءَ جا تجربا (گهر، اسڪول ۽ ڪميونٽيءَ ۾ حاصل ٿيندڙ تجربا)، جنهن جاءِ، هنڌ ۽ ثقافتي ماحول ۾ اسان رهون ٿا وغيره. مثال طور جنهن گهر، اسڪول يا ڪميونٽيءَ جي ماحول ۾ مان رهان ٿو/ٿي، اتان جا ماڻهو مون تي ڏاڍا مهربان آهن ته پوءِ مان اهو نتيجو ڪيندس ته عام طرح سڀ ماڻهو مهربان ۽ اعتبار جوڳا آهن. جيڪڏهن مان گهر يا ڪميونٽيءَ ۾ ماڻهن کي پنهنجي مشڪلاتن ۽ مسئلن جي حل لاءِ تشدد ڪندي ڏسندس ته منهنجو اهو يقين ۽ عقيدو بڻجي ويندو ته مسئلن جي حل لاءِ تشدد ضروري آهي.

هڪ پيرو عالمي ويچار جُڙي ويو ته پوءِ اهو حقيقت کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ يا اسان جي ڪنيل قدمن کي ان تشريح آڏار متاثر ڪندو. مثال طور جڏهن هڪ شخص اهو محسوس ڪري ٿو ته هو ٻين سيني جاندار شين سان لاڳاپيل آهي ته پوءِ هو ماحول جي حفاظت جي ضرورت به محسوس ڪندو ۽ ٻين سان رحمدلي، همدردي ۽ پنهنجائپ وارو ورتاءُ ڪندو.

### سماجي جڳ-ويچار يا دنيائي خيال

جڳ ويچار يا دنيائي خيال هر ماڻهوءَ جو پنهنجو پنهنجو آهي، پر ڪڏهن ڪڏهن فردن جا ڪجهه جڳ-ويچار يا دنيائي خيال مختلف هوندي به سماج جي ٻين ماڻهن سان

مطابقت رکن ٿا. انهن کي گڏيل جڳ-ويچار چئجي ٿو. اسڪول، مسجد ۽ ميڊيا ذريعي انهن اجتماعي ۽ گڏيل خيالن ۽ ويچارن کي مشهور ڪيو وڃي ٿو ته جيئن عوام ۾ گڏيل خيالن جي يڪسوئي ۽ هم آهنگي پيدا ٿي سگهي. اهڙي طريقي سان سماج ۾ گهڻا ماڻهو گڏيل دنيائي خيال جا ٿيندا ته امن ۽ ترقي ٿيندي. دراصل اهڙو عالمي دنيائي خيال سماج لاءِ حقيقت جو نظريو بڻجي ويندو ته سنائي ۽ چڱائي ڇا آهي؟ اهميت واري ڳالهه ڪهڙي آهي، مقدس ۽ پاڪ ڇا آهي؟ سچ ۽ حق ڇا آهي ۽ ان طرح سماجي "دنيائي خيال يا جڳ-ويچار" پيدا ٿيو.

تاريخ ۾ تهذيب بابت اڀياس ڪندي، اهو ضروري آهي، ته اسان معلوم ڪيون ته ان تهذيب جو دنيائي خيال يا جڳ-ويچار ڪهڙو هو. يعني ان تهذيب جا ماڻهو ڪهڙين ڳالهين کي سنو، ضروري ۽ لازمي يا مقدس سمجهندا هئا. انهن جي دنيائي خيال کي سمجهڻ معنيٰ انهن جي عقيدن، قدرن ۽ اخلاقي طور طريقن کي سمجهڻ آهي. مثال طور سنڌو ماتريءَ جي تهذيب مان لڌل شين مان قديم آثارن جي ماهرن کي خبر پئي ته ان دؤر جا ماڻهو پاڻي، عوامي کوهن مان حاصل ڪندا هئا. گهرن ۾ هڪ باٿ روم (وهنجڻ جي جاءِ) هوندو هو. شهر مان گهريلو پاڻي نيڪال ڪرڻ لاءِ بهترين نظام موجود هو. انهن مڙني حقيقتن مان اها خبر پوي ٿي ته سنڌو ماتريءَ جي تهذيب جي ماڻهن وٽ صفائيءَ جي اصولن جي ڪيڏي وڏي اهميت هئي. هنن لاءِ صفائي، سنائي ۽ صحتمند ماحول ۾ رهڻ هڪ اُتم گڻ هو.

**سرگرمي** توهان جو دنيائي خيال يا جڳ-ويچار ڪيئن پيدا ٿيو؟

- هيٺين ڳالهين کي غورسان پڙهو ۽ فيصلو ڪيو ته توهان ڪهڙين ڳالهين سان متفق ۽ ڪهڙين سان متفق نه آهيو.
- اوهان جي فيصلي تي جيڪي شخصيتون، زندگيءَ جا تجربا يا ثقافتي سوچون ۽ ريتون اثرانداز ٿيون آهن، انهن جو ذڪر ڪريو.
- تبديلي هميشه بهتريءَ لاءِ هوندي آهي.
- موت ڪانپوءِ به زندگي آهي.
- اسان جي سڀني مسئلن کي آخرڪار سائنس ۽ ٽيڪنالاجي حل ڪندي.
- منهنجي ثقافت سڀني کان بهتر آهي. مان ٻين ثقافتن مان ڪجهه به پرائي نٿو سگهان.
- ڪامياب زندگيءَ لاءِ تعليم نهايت ضروري آهي.
- انسان ڌرتيءَ تي ڪنهن مقصد لاءِ آيو آهي.
- جيڪو سڄي سماج ۽ ڪميونٽيءَ لاءِ فائديمند آهي، اهو هڪ فرد جي مفاد کان بهتر آهي.
- سڀني جاندارن ۾ انسان جي اهميت وڌيڪ آهي.
- مرد ۽ عورتون برابر آهن.
- سماج لڳاتار ترقي ڪندا رهن ٿا.
- ماڻهن کي هڪ ٻئي سان سنو ٿي هلڻ گهرجي.
- سچ ۽ ڪوڙ کي ثابت ڪرڻ هميشه ممڪن آهي.
- هر ڳالهه قسمت تي ٻڌل آهي.

**تهذيب (Civilization)**

انسان جي سماجي جوڙجڪ ۽ ترقيءَ جي اها سطح، جنهن کي تمام گهڻو ترقي يافته سمجهيو وڃي ٿو ان کي تهذيب سڏجي ٿو. تنهن ڪري اسين اهو چئي سگهون ٿا ته تهذيب هڪ اهڙو سماج آهي جيڪو سماجي ترقي ۽ تنظيم جي لحاظ کان ترقيءَ واري حد کي پهتل آهي.

تهذيبون گھٽي ياڳي هيٺيون خاصيتون رکن ٿيون:

| خاصيتون | تفصيل يا بيان |
|---|---|
| وڏا شهري مرڪز يا شهر | جيئن ته ماڻهو زرخيز دريائي وادين ۾ آباد ٿيا، تنهن ڪري هنن ڪاڏي لاءِ اناج اُپايو جيڪو هنن جي ضرورت کان گهڻو هو. انهيءَ غذائي واڌاري جي ڪري وَسندين جي آباديءَ ۾ واڌ آئي. اهي وسنديون بعد ۾ شهر بڻجي ويون، جيئن موئن جو دڙو سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب ۾ يا ميسو پوٽيما ۾ مصر جي تهذيب. |
| ڪرت يا ڌنڌي جي خاص مهارت | جيئن جيئن تهذيبون مشڪل ۽ منجهائيندڙ ٿينديون ويون، تيئن هڪ فرد لاءِ اهو ممڪن نه هو ته پنهنجا سڀ ڪم پاڻ ڪري سگهي، تنهن ڪري ڪمن يا ڌنڌن جي ورڇ ٿي. ڪي ڀنيون ڪاهڻ لڳا ته ڪن پٿر ٽُڪڻ شروع ڪيا ۽ ان ريت ٻيا ڪم ڪيا. |
| سماجي طبقا | ڪمن ۾ مهارت اچڻ سان ڪي ڪم ٻين کان وڌيڪ اهميت وارا ليکجڻ لڳا. ان سان ڪاريگرن کي پڻ مانُ مليو. حاڪم ۽ مذهبي اڳواڻ جو ڪم ڪاريگر جي ڪم کان وڌيڪ ضروري هو، تنهن ڪري انهن کي سماج ۾ مٿانهين حيثيت حاصل ٿي. ڪمي، ڪاسبي ۽ ڪاريگر سماجي ڏاڪڻ جي هيٺين ڏاڪي تي هئا. |
| مستقل غذائي رسد | جنهن سماج وٽ خوراڪ جا ڀنڊار موجود هجن، اهو سماج گهڻو وقت برقرار رهي سگهي ٿو ۽ واڌو اناج کي وڪرو ڪري واپاري ڏيتي ليتي پڻ ڪري سگهي ٿو. |
| مذهب | خدا يا ديوتائن ۾ ايمان ۽ عقيدن جو مجموعو، عبادت جي مقرر اصولن ۽ تقاضائن تي ٻڌل. |
| حڪومت جي مرڪزيت | جيئن شهر وڌڻ لڳا تيئن ماڻهن جي ضرورت محسوس ٿي، جيڪي حڪمراني جا قاعدا جوڙين ۽ انهن تي عمل ڪرائين. شهرن جي انتظام هلائڻ لاءِ انهن ماڻهن جي وڏي اهميت هئي. |
| لکت- (نشانيون ۽ اهڃاڻ جن جي ڪا معنيٰ آهي ۽ اهي رڪارڊ رکڻ جي ڪم اچن) | شهرن جي وڌڻ سان، لاڳاپيل معلومات کي رڪارڊ ڪرڻ جي ضرورت محسوس ٿي جهڙوڪ: گڏ ڪري رکيل اناج جو ڪاٿو يا واپار جو رڪارڊ، حساب ڪتاب وغيره. ان ڪانسواءِ ڪيئن پيچيده خيالن مثال طور ”عقيدو“ ۽ ”سماجي نظام“ وغيره کي تصويرن يا شڪلين ۾ سمجهائڻ ڏکيو هو، تنهن ڪري لکڻ لاءِ قائدي يا لپي ناهڻ جي ضرورت محسوس ٿي. |
| فن ۽ عمارت سازيءَ جو هنر | تهذيب جي عقيدن ۽ قدرن کي اجاگر ڪرڻ لاءِ آرٽ ۽ فن جي تعمير کي ترقي وٺرائي وئي. آرٽ وسيلي ٻاهران آيل ماڻهن توڙي مقامي ماڻهن کي آرٽ جي سونهن جو قائل ڪيو ويو، جنهن ڪري بادشاهه يا ڪميونٽي جي مان شان ۾ اضافو آيو. |
| ٽيڪنالاجي (اهي سڀ واڌارا، ايجادون ۽ طريقا جن وسيلي زندگي آسان ۽ سهولت واري گذري ٿي). | جيئن شهر وڌيا تيئن نون اوزارن ۽ فني مهارتن (techniques) جي سخت گهرج محسوس ٿي ته جيئن ماڻهو بهتر زندگي گذارين. ان ۾ سنن رستن ناهڻ، آرام وارا گهر اڏڻ ۽ پاڻي جي نيڪال جي سرشتي کي بهتر بڻائڻ لاءِ نوان اوزار ۽ نيون فني مهارتون شامل ٿيون. |

سرگرمي
خاڪي ۾ ڄاڻايل ڪالم ”الف“ جي سوالن جا جواب ڪالم ”ب“ ۾ لکو:

| ڪالم ”الف“ | ڪالم ”ب“ |
|---|---|
| سماج ۽ تهذيب جا هڪجهڙا عنصر ڄاڻايو. | |
| سماج ۽ تهذيبون مستقبل ۾ زنده رهڻ لاءِ ڇا ڪن ٿيون؟ | |
| وقت گذرڻ سان سماج ۽ تهذيبن ۾ جيڪي تبديليون اچن ٿيون، ان جا ٻه سبب ڄاڻايو. | |
| پنهنجي سوچ مطابق سماجن جي باري ۾ ٽي صفتون بيان ڪريو. | |
| پنهنجي خيال مطابق تهذيب جي باري ۾ ٽي صفتون ڄاڻايو. | |
| ٻڌايو تہ سماج ۽ تهذيبون هڪ ٻئي کان ڪهڙيءَ ريت مختلف آهن. | |

ائين ڪٿي چئجي تہ جيئن انسانذات زندگي گذارڻ جي گوناگون ۽ مشڪل طريقن کي اختيار ڪيو ۽ شهرن بہ وڌڻ شروع ڪيو تہ انهن جي مسئلن ۾ بہ واڌارو آيو. اهڙيءَ ريت تهذيبون اُيريون ۽ اُسريون. آڳاٽيون سيئي تهذيبون دريائن جي ڪنارن سان شروع ٿيون ۽ پنهنجين گهرجن مطابق وڏيون ۽ اهي ماڻهو پنهنجن ننڍن ۽ محدود Self-contained سماجن ۾ رهندا هئا. پوءِ 3500 سال ق م ڌاري وچ اوير ۾ پهرين تهذيب شروع ٿي.

## اختصار

گڏيل ثقافت، ساڳيا قانون، اقتصادي نظام ۽ مخصوص طرز جو عقيدو ۽ مذهب رکندڙ قوم يا ماڻهو هڪ تهذيب جوڙين ٿا. ٻولي، واپار، ٽيڪنالاجي ۽ زراعت شروعاتي تهذيبن جون گڏيل ۽ ساڳيون خاصيتون هيون.

## باب جي پُڄاڻيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهه جو امتحان وٺو

**1- هيٺيان خال ڀريو**

(i) دنيا ۽ زندگي بابت خيالن ۽ عقيدن جي مجموعي کي______ چئبو آهي.

(ii) جڏهن سماج جا اڪثر فرد، زندگي ۽ دنيا بابت ساڳين عقيدن ۽ خيالن وارا هجن ته چئبو ته هنن کي ______ آهي.

(iii) سماجي ترقي ۽ تنظيم جي سڌريل ڏاڪي تي پهتل سماج کي_____ سڏبو آهي.

**2. پاڪستان جي مثال کي سامهون رکندي ڪنهن تهذيب جي خاصيتن جو هڪ خاڪو ٺاهيو.**

**3. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو**

(i) ڪنهن فرد جي ذاتي ”دنيائي خيال“ جي ترقي ۽ واڌاري تي ڪهڙين مکيه ڳالهين جو اثر پوي ٿو؟

(ii) مثال ذريعي سمجهايو ته ”سماجي دنيائي خيال“ جي اوسر ڪيئن ٿئي ٿي؟

(iii) تهذيبن جي خاص اهڃاڻن ۽ خاصيتن کي بيان ڪريو.

### (ب) پنهنجي تحقيقي مهارت کي استعمال ڪريو

پنهنجي تحقيق لاءِ ڪا هڪ تهذيب چونڊيو. ان تهذيب جي ثقافت، حڪومت، مذهب، فنِ تعمير، ٽيڪنالاجي جي نين ڳالهين، مُک جاگرافيائي خاصيتن ۽ لکتن جي باري ۾ معلومات گڏ ڪريو.

### (ج) ٻين سان سهڪار ڪريو

1. چئن جي ٽولين ۾ ورهائجي ڪم ڪريو. همعصر سماج ۽ قدرتي ماحول هڪ ٻئي تي ڪيئن اثر انداز ٿئي ٿو. پنهنجي جواب ۾ پڪا پختا مثال پيش ڪريو.
2. اقتصادي ترقي ۽ ٽيڪنالاجي، انساني صحت ۽ ڀلائيءَ تي ڪهڙا اثر وجهي ٿي؟
3. اقتصادي ترقي ۽ ٽيڪنالاجيءَ جو ماحول تي ڪهڙو اثر پوي ٿو؟
4. ماحول کي موافق بنائڻ لاءِ اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟
5. ماحول تي اسان جي سرگرمين جو ڪهڙو اثر پوي ٿو؟
6. اسان جي زندگيءَ جي معيار جي ضمانت ڇا ۾ آهي؟
7. ايندڙ نسلن کي اهو زندگيءَ جو معيار مهيا ڪري ڏيڻ ۾ اسين ڇا ڪري رهيا آهيون؟

### (د) بحث مباحثو ڪريو

توهان جي خيال ۾ ڇا اسان جو سماج پنهنجي پاڻ کي برقرار رکي سگهندو؟ ڇو؟

## يونٽ جي پڄاڻيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهه جو امتحان وٺو

1. كالم ”الف“ ۾ سماج جو نالو ۽ كالم ”ب“ ۾ ان سماج بابت تفصيل ڏنو ويو آهي. كالم ”الف“ جي نالي كي كالم ”ب“واري نهڪندڙ تفصيل سان ملايو.

| كالم ”الف“ | كالم”ب“ |
| --- | --- |
| زرعي | گهڻو كري ماڻهو معلومات مهيا كرڻ ۾ مشغول رهيا. |
| شكار كندڙ ۽ مال گڏ كري ركندڙ | ماڻهو هك هنڌان ٻئي هنڌ ڦرندا رهيا ته، جيئن سندن مال كي چارو ملي سگهي. |
| چراگاهي | ماڻهو كاڌي جي ڳولا ۾ هك هنڌان ٻئي هنڌ منتقل ٿيندا رهيا. |
| صنعتي | ماڻهو اناج اُپائڻ ۽ مال جي پرورش لاءِ هك هنڌ رهيا. |
| اڄوكي صنعت | ماڻهو كچو مال استعمال كري شيون ناهين ٿا. |

2. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

(i) تاريخي ثبوتن جا ٽي ذريعا ٻڌايو. ماضيءَ كي ڄاڻڻ ۽ سمجهڻ لاءِ هر هك ذريعو كهڙيءَ ريت كارائتو ٿئي ٿو؟

(ii) تهذيب جي خاصيتن كي مختصر طور بيان كريو.

(iii) سماج جي وصف لكو. ٻڌايو ته سماج كيئن ٿا بدلجن. پنهنجي جواب جي حمايت ۾ مثال ڏيو.

(iv) شروعاتي انسانن جي زندگي كيئن گذرندي هئي؟

3. پنهنجي تحقيقي مهارت كي استعمال كريو

سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب بابت يونٽ 2 پڙهو. تهذيبن جي مخصوص ڳالهين كي سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب ۾ تلاش كري ٻڌايو.

4. ٻين سان خيالن ۽ معلومات جي ڏي وٺ كريو

هك اهڙي دنيا جو مختصر خيالي خاكو ناهيو جتي تاريخ جي ڄاڻ بلكل كانهي. هاڻي سوچيو ته ان دنيا تي اهڙي صورتحال جا ممكن نتيجا كهڙا ٿيندا. ان خيال جي روشنيءَ ۾ تاريخ جي اهميت كي بيان كريو. حال ۽ مستقبل كي سمجهڻ ۾ اها معلومات كهڙو كردار ادا كندي. توهان سان گڏ جيكو شخص ويٺو آهي، ان كي پنهنجا خيال ٻڌايو.

### (د) ٻين سان سهڪار ڪريو

(i) چئن جي ٽولين ۾ ڳڌجي تاريخدان جي عهدي لاءِ هڪ اشتهار تيار ڪريو. اشتهار ۾ هيٺيون ڳالهيون هجڻ گهرجن.

- ڪم جومڪمل تفصيل.
- ذميوارين جي فهرست.
- لازمي گهربل لياقتون.

(ii) جڏهن هر ٽولي پنهنجي طرفان تيار ڪيل اشتهار پڙهي ته سموري ڪلاس کي چئو ته ان تي ٽيڪا ٽپڻي ڪري ۽ هيٺيون ڳالهيون سمجهائي:

- تاريخدان جي ڪم جي نوعيت تي غور ۽ فڪر ڪريو.
- هن قسم جي ڪم ڪرڻ لاءِ نهايت ضروري لياقتون ۽ قابليتون ڪهڙيون آهن.
- هن ڪم جي ڪهڙن رخن ۽ پاسن کي هو دلچسپ سمجهن ٿا.

### (هـ) تخليقي بڻجو

(i) ”تاريخ اسان کي ڪجهه نه سيکاريندي“(History will teach us nothing) اسٽنگ (Sting) جو گيت ٻڌو. استاد توهان کي گيت جي ڌُن مهيا ڪندو، پوءِ جيئن جيئن گيت ڳائجي توهان به ان سان گڏ جهونگاريو.

(ii) چئن چئن جي ٽولين ۾ ورهائجي وڃو، هاٿي هڪٻئي سان سهڪاري ٿي ڪم ڪريو. هن گيت يا نغمي کي نئين سر لکو. انهن ڳالهين کي نوٽ ڪريو جيڪي تاريخ اسان کي سيکاري ٿي. هر ٽولي پنهنجي مُنهن گيت جي پريڪٽس ڪري.

(iii) ان گيت کي ڪلاس آڏو پيش ڪريو، جيڪو اوهان جي ٽوليءَ تيار ڪيو هو.

### (و) فني طور هوشيار ۽ ماهر ٿيو

1. توهان جي گروپ جيڪو گيت تيار ڪيو، ان کي رڪارڊ ڪريو ۽ انٽرنيٽ تي اپ لوڊ ڪريو.

**استاد لاءِ هدايت:** گيت جي ڌُن انٽرنيٽ تي آسانيءَ سان ڳولي لهي سگهو ٿا.

يونٽ 2

# سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب

## شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- نقشي تي سنڌو ماٿري، سُميرين، ميسو پوٽيما ۽ مصر جي آڳاٽين تهذيبن وارا هنڌ ڏيکارڻ.
- اهو ٻڌائڻ ته اهي تهذيبون دريائن جي ماٿرين ۾ ڇو شروع ٿيون؟
- سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي ننڍن وڏن شهرن جي سڃاڻپ ڪرائڻ.
- نقشي تي سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي اهم ننڍن وڏن شهرن کي ڏيکارڻ.
- سنڌو ماٿري جي تهذيب جي ماڻهن جي روزاني جي زندگي جو احوال ڏيو.
- سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي فن (آرٽ) عمارت سازي ۽ سائنس وغيره بابت ڄاڻڻ؟
- سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب ۾ لکڻ جي فن جي واڌاري ۽ ان جي اثر ۽ خاصيت جي باري ۾ ڄاڻڻ.
- سنڌو ماٿري جي تهذيب جي اڏاوتي ڪمن بابت ڄاڻڻ.
- موئن جي دڙي جي شهر جي جوڙجڪ ۽ رٿابندي (شهر پناهه ۽ هيٺاهون ٽائون) بابت ڄاڻڻ.
- موئن جي دڙي جي ڪنهن هڪ گهر کي تفصيل سان بيان ڪريو.
- سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي شهري رٿابندي ۽ فن تعمير جي ڀيٽ اڄوڪي دؤر جي شهري رٿابندي واري سٽي نظريي سان ڪرڻ.
- موئن جي دڙي جي کوٽائيءَ مان هٿ آيل شين جي مدد سان سنڌو ماٿري جي ماڻهن جي مذهبي عقيدن بابت ڄاڻڻ.
- اهو ٻڌائڻ ته سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي ننڍن وڏن شهرن تي حڪومت ڪيئن ڪئي ويندي هئي.
- سنڌو ماٿريءَ ۾ استعمال ٿيندڙ اوزارن ۽ ٽيڪنالاجي کي بيان ڪرڻ.
- سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب اندرئين ۽ ٻاهرئين واپار جي وضاحت ۽ انهن ڄاڻن بابت ثبوت گڏ ڪرڻ.
- سنڌو ماٿري جي رهاڪن جي واپاري سرگرمين جي وضاحت ۽ انهن ڄاڻن، شين ۽ جنسن جي مٽا سٽا جي واپار کي ڪهڙا وَڙَ ۽ اسم هئا؟
- سنڌو ماٿري جي تهذيب جي لاهن چاڙهن جا مختلف ڪارڻ بيان ڪريو.
- سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي ماڻهن جي ثقافت جي مختلف خاصيتن جي ڀيٽ اڄڪلهه جي دؤر جي ماڻهن سان ڪرڻ.
- قديم سماجن جي تاريخي اهميت کي بيان ڪرڻ.
- قديمي سماج ذريعي اسان کي هاڻوڪي همعصر سماج کي سمجهڻ ۾ مدد ملي ٿي.

## يونٽ جو تعارف

اڪثر قديم تهذيبون دريائن جي ڪنارن تي شروع ٿيون ڇو جو درياءَ زراعت لاءِ جهجهو پاڻي مهيا ڪن ٿا، دريائن جي پر واريون زمينون ڏاڍيون زرخيز ۽ ڦليون ڦلون ٿيون، دريائن مان مڇي ملي ٿي جيڪا کاڌي خوراڪ جو سٺو ذريعو آهي. دريائن رستي ماڻهن، مال ۽ واپاري شين جي اچ وڃ سولي نموني ٿئي ٿي. واپار ۾ سهولت ٿئي ٿي. ان جي ڪري علم، ادب ۽ فن کي هٿي ملي ٿي. اهي ئي ڪارڻ آهن جن جي ڪري نيل نديءَ تي مصر جي تهذيب، فرات ۽ دجله ندين جي ڪنارن سان ميسو پوٽيما (عراق) جي تهذيب، پيلي درياءَ تي چيني تهذيب ۽ سنڌو درياءَ تي سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب اڀري. هن يونٽ ۾ اسان جي ڌيان ۽ اڀياس جو مرڪز سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب (3500-1500 ق م) آهي.

### شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- نقشي تي سنڌو ماٿري،سُميرين، ميسو پوٽيما ۽ مصر جي آڳاٽين تهذيبن وارا هنڌ ڏيکارڻ.
- اهو ٻڌائڻ ته اهي تهذيبون دريائن جي ماٿرين ۾ چو شروع ٿيون.
- سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي ننڍن وڏن شهرن جي سڃاڻپ ڪرڻ.
- نقشي تي سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي اهم ننڍن شهرن کي نقشي تي ڏيکارڻ.
- سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي ماڻهن جي روزاني زندگيءَ جو احوال ڏيڻ. مثال طور هنن جا ڏنڌا پيدا ڪندڙ فصل، کاڌو خوراڪ، لباس ۽ رانديون وغيره.
- قدرتي ماحول جو سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب تي ڪهڙو اثر پيو.
- موئن جي دڙي جي کوٽائيءَ مان هٿ آيل شين جي مدد سان سنڌو ماٿريءَ جي ماڻهن جي مذهبي عقيدن بابت ڄاڻڻ.
- اهو سمجهڻ ته سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي ننڍن وڏن شهرن تي حڪومت ڪيئن ڪئي ويندي هئي (سياسي جوڙجڪ ۽ فوجي تنظيم).

### تعارف

سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب، سنڌو درياءَ جي ماٿريءَ ۾ آباد ٿيڙيل پکڙيل ڳوٺن مان اُسري. اها 3300-1300 سال ق-م ۾ موجود هئي. ان جو اوڄ 2600-1900 ق-م تائين رهيو. ڪيترن ئي ننڍن وڏن ڳوٺن ۽ شهرن تي ٻڌل هن تهذيب جي اقتدار ۽ ڪمال جو مرڪز هڙاپا جو شهر هو. موئن جو دڙو ۽ هڙاپا شهر ساڳئي نموني جي ڪشادين گهٽين جي مستطيلي چار تي ٻڌل هئا. اهي شهر وڏين پٽين ذريعي ڌار ٿيل ويڙهن ۽ پاڙن ۾ ورهايل هئا. گهرن جون لاڳيتيون قطارون سوڙهين گهٽين وسيلي هڪ ٻئي کان الڳ هيون. اسان کي سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي رهاڪن جي رهڻي ڪرڻي ۽ زندگي گذارڻ جي طريقي بابت گهٽ ڄاڻ آهي. ڄاڪاڻ ته قديم آثارن جا ماهر هتان جي ٻوليءَ کي پڙهڻ ۾ اڃان تائين ڪامياب ٿي نه سگهيا آهن. دڙن جي کوٽائي مان لڌل شين ۽ سامان جي مدد سان هن تهذيب جو ڪيقدر اپياس ڪيو ويو آهي. ڪنهن کي به اها خبر پئجي نه سگهي آهي ته اوچتو ئي اوچتو ڪيئن ۽ چو هيءَ عظيم ۽ شاندار تهذيب اُجاڙ جو شڪار ٿي.

### سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي سرزمين ۽ ماڻهن جي زندگي

سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب، سموري پاڪستان، اتر-اولهه هندستان جي ڪجهه علائقن ۽ اتر-اوڀر افغانستان جي ساڍا ٻارنهن لک (1.25 ملين) هم چورس ڪلو ميٽرن جي گڏيل ايراضيءَ تي پکڙيل هئي. اڄ ڏينهن تائين هڪ هزار کان وڌيڪ ننڍن وڏن شهرن ۽ ڳوٺن کي ڳولي لڌو ويو آهي خاص ڪري انهن علائقن ۾ جتان سنڌو درياءُ وهندو هو، تنهن

ڪري هيءَ سڄي تهذيب، سنڌو درياءَ جي نالي پٺيان ”سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب“ سڏجي ٿي. هن تهذيب جا ٻه اهم ۽ مرڪزي شهر هڙاپا ۽ موئن جو دڙو هئا. ڪن ٻين ننڍن وڏن شهرن جا نالا لوٿل، ڍولاويرا، ڪاليبانگن ۽ بانا والي چيا وڃن ٿا. هي نالا هنن شهرن تي بعد ۾ رکيا ويا هئا. اها ڄاڻ پئجي نه سگهي آهي ته سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب وارن ڏينهن ۾ انهن شهرن کي ڪهڙن نالن سان سڏيو ويندو هو.

**سرگرمي**

ڏکڻ ايشيا جي قديم آثارن جي نقشي تي سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب ڏيکاريو.
پاڪستان جي نقشي تي سنڌو ماٿري جي تهذيب ڏيکاريو.

سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جو نقشو

هتان جي زمين، سنڌو درياءَ ۾ ٻوڏن ڪانپوءِ لٽ جي ڪري ڏاڍي زرخيز هئي. هاري ٻنين کاهڻ لاءِ ڪاٺ جو هر ھلائيندا هئا، جنهن کي ڏاند ڪاهيندا هئا. اهي ڪڻڪ، جوئر، ٻاجهري، مٽر، ٻوهي مڱ ۽ چڻا پوکيندا هئا ۽ ميون ۾ ڪجور، انگور ۽ گدرا اُپائيندا هئا. اهي وونڻ به پوکيندا هئا، جن مان ڪپهه ملندي هئي. هو ڍڳيون، رڍون، ٻڪريون ۽ ڪڪڙيون پاليندا هئا جن مان پنهنجون غذائي گهرجُون پوريون ڪندا هئا. ڳئون ۽ مينهون جن مان کير، گوشت ۽ کلون (جن کي چمڙي لاءِ استعمال ڪندا هئا) حاصل ڪندا هئا. ڏاند هر به ڪاهيندا هئا ته گاڏيون به ڇڪيندا هئا.

ماهرن طرفان اهو اندازو لڳايو ويو آهي ته سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي آبادي پنجاهه لک (پنج ملين) ماڻهن کان به وڌيڪ هئي.

## گهرن جي بناوت

گهرن جي اڏاوت ڪچين پڪين سرن سان ٺيل هوندي هئي. ڪن گهرن ۾ فقط هڪ ڪمرو هوندو هو. وڏن گهرن ۾ ڪيترا ئي ڪمرا هوندا هئا، جيڪي مرڪزي اڱڻ جي چوڌاري ٺهيل هئا. ڪن وڏن گهرن ۾ ٻه ٽي ماڙيون به هونديون هيون. ڇت ۽ مٿين ماڙين تي وڃڻ لاءِ ڏاڪڻيون ٺهيل هونديون هيون. اندريون پٽيون گاري سان لنبيل هونديون هيون. مُک گهٽين ڏانهن دريون رکيل ڪين هيون، جنهن ڪري رستن جي مٽي ۽ گوڙ شور اندر ڪونه ايندو هو. پاسي وارين درين مان روشني ۽ هوا ايندي هئي. گهرن جون ٿلهيون پٽيون، ماڻهن کي اونهاري جي گرميءَ کان بچائي گهرن کي ٿڌو رکنديون هيون.

ڪن گهرن ۾ صاف پاڻي حاصل ڪرڻ لاءِ کوهه هوندا هئا. ٻيا ماڻهو به انهن کوهن مان پاڻي ڀريندا هئا. اڪثر گهرن ۾ ٻه بورچي خانا هوندا هئا، اونهاري لاءِ ٻاهريون ۽ سياري لاءِ اندريون رڌڻواستعمال ٿيندو هو. شهر جي اڪثر گهرن ۾ وهنجڻ جي جاءِ ۽ پائخانو هوندو هو، جنهن جو نيڪال شهر جي نالين ۾ ٿيندو هو. گهريلو پاڻي جو نيڪال گهٽين جي نالين سان ڳنڍيل هو.

**سرگرمي**

سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي ڪنهن هڪ گهر جو تصور ڪري، ان جي تصوير ٺاهيو. ٻڌايو ته اڄ توهان جنهن گهر ۾ رهو ٿا، اهو ان گهر کان ڪيئن مختلف آهي؟

تاريخدانن جو خيال آهي ته صفائي، سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب ۾ زندگيءَ جو اهم گُڻ هو، جنهن جو ثبوت هيٺين ڳالهين تي ٻڌل آهي:

- گهرن ۾ پاڻي سولائي سان پهچندو هو.
- شهر جي نيڪال جي پاڻيءَ جو سرشتو شاندار ۽ اعليٰ پايي جو هو.
- گندڪچري جا دٻا مناسب جاين تي رکيل هوندا هئا، جتي ماڻهو پنهنجن گهرن جو گند ڪچرو سولائي سان ڦٽو ڪندا هئا.

## ماڻهن جي ڪرت ۽ ڌنڌا

شهرن ۾ رهندڙ اڪثر ماڻهو واپاري يا ڪاريگر هئا. هي ڪاريگر اَنُ پيهڻ لاءِ پٿر مان جنڊَ ناهيندا هئا. ڪي وري ڪپهه مان ڌاڳو ناهي، ڪپڙو اُڻندا هئا. ڪن جي ڪرت مٽيا ناهڻ، مڇيون مارڻ، ٽاوَن ۽ چيبيون ناهڻ هو. ڪي ڪاريگر ڏاند گاڏيون ته ڪي ٻيڙيون ناهيندا هئا. ڏاند گاڏيون خشڪيءَ تي ۽ ٻيڙيون پاڻي تي هلنديون هيون، جن وسيلي سفر به ڪبو هو ۽ وڻج واپار جون شيون به آڻبيون ۽ ڪڻي وجبيون هيون. ڳوٺن ۾ رهندڙ اڪثر ماڻهن جو ڌنڌو پوکي راهي ۽ مال پالڻ هو.

## لباس پائڻ جو ڍنگ

پٿر جي ڪن مورتين ۽ مُهرن تي نهيل شڪلين مان اسان کي خبر پئي ٿي ته سنڌو ماتري جي تهذيب جا ماڻهو ڪهڙي قسم جا ڪپڙا پائيندا هئا. مرد چيلهه جي چوڌاري ڪپڙو ٻڌندا هئا، جيڪو اڄڪلهه جي ڌوتيءَ سان مشابهت رکي ٿو، ”گُرو بادشاهه“ (Priest King) ۽ پٿر تي اُڪريل ٻين مردن جي شڪلين مان خبر پئي ٿي ته انهن جي کاٻي ڪلهي تي چوغو يا چادر پاتل هئي. ڪن مردن جي مٿي تي پٽڪو يا پڳ پاتل آهي. عورتون گوڏن تائين گهاگهرو پائينديون هيون. عام طرح سوٽي ڪپڙو استعمال ٿيندو هو. اوني ڪپڙو عراق مان گهرايو ويندو هو. سياري ۾ جانورن جون کلون اوڍيندا هئا.

مرد توڙي عورتون زيور پائيندا هئا. مرد مٽين جا هار ۽ ڪنگڻ پائيندا هئا. عورتون ڪنگڻ، ايرينگ، مُنڊيون، ٻانهيون ۽ هار پائينديون هيون. ڪن عورتن جي وارن جو نمونو وٽندڙ هوندو هو. مٿي کي ڍڪڻ لاءِ عورتون عمدو پوش پائينديون هيون.

## رانديون ۽ رانديڪا

سنڌو ماتريءَ جي تهذيب مان ٻارن بابت گهٽ ڄاڻ حاصل ٿي آهي. ڦٽل دڙن جي کوٽائيءَ مان ٻارن جا رانديڪا هَٿ آيا آهن، جن ۾ مٽيءَ مان ناهيل ڦيٿن سان ننڍڙيون گاڏيون، مختلف قسمن جي جانورن جون شڪليون ۽ چڪا وغيره شامل آهن.

### سرگرمي

هينئين ڪوٺي لڌل شين کي ڏسو ۽ ٻڌايو ته سنڌو ماتريءَ جي تهذيب جا ٻار ڪهڙيون رانديون ڪيڏندا هئا. سندن رانديون اڄڪلهه جي ٻارن جي راندين کان ڪهڙيءَ ريت ساڳيون ۽ مختلف آهن؟

زيبو ڍڳو

چڪا

ڦيٿن وارو رانديڪو

## مذهبي عقيدا

سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي ماڻهن جي مذهبي زندگيءَ بابت اسان کي ٿورڙي ڄاڻ آهي. پٿر جا مجسما، ٽيراڪوٽا شڪليون ۽ مُهرون ان ڏس ۾ ٿوري مدد ڪن ٿيون.

ڪن مُهرن تي سنڌن ديوتائن جو شڪليون آهن. هڪ مُهر تي (مرد) ديوتا جي شڪل ڏنل آهي، جنهن کي ٽي منهن ۽ هڪ سڱ آهي ۽ سندس چوڌاري ڪيترائي جانور بيٺل آهن جهڙوڪ: هاٿي، چيتو، رينو ۽ مَينهن وغيره. اهو ديوتا هندن جي ديوتا شِوَ سان ڪيقدر ملي ٿو، جنهن جا پڻ ٽي مُنهن آهن.

### سرگرمي

هيٺ ڏنل تصويرن کي ڏسو. انهن مان ڪهڙيون تصويرون ممڪن حد تائين، اسان کي سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب وارن ماڻهن جي مذهب بابت معلومات فراهم ڪن ٿيون. پنهنجي جواب لاءِ دليل ڏيو.

هڪ بي شڪل ماتا ديويءَ جي آهي. هت آيل ڪيترين ئي عورتاڻين شڪلين مان ماتا ديوي جي خبر پوي ٿي. شايد ماڻهن جو اهو عقيدو هو تہ اها ديوي ماڻهن، جانورن ۽ ٻوٽن کي صحت ۽ زرخيزي عطا ڪري ٿي.

گُرو بادشاهہ

موئن جي دڙي جي کوٽائي مان ”گُرو بادشاهہ“ جو هڪ ننڍڙو پٿر جو مجسمو مليو آهي، جنهن جي مُنهن تي ڏاڙهي ۽ مٿي نرڙ کان پٽو ڏيکاريل آهي. هن کي اهڙو چوغو يا چولو پاتل آهي، جنهن تي ٽن پنن واري ڊزائين جا نقش چٽيل آهن. هو ڪا اهم شخصيت لڳي ٿو، شايد ماڻهن جو اڳواڻ (بادشاهہ) يا ڪو مذهبي بزرگ (پروهت يا ٻائو) هجي! جيڪا چادر هن کي ويڙهيل آهي اها نموني، رنگ ۽ ڊزائين ۾ اڄڪلهہ استعمال ٿيندڙ اجرڪ جهڙي آهي.

پنهنجي ثقافت جي اوائلي ڏينهن ۾ هتان جا ماڻهو مري ويلن کي دفنائيندا هئا، بعد ۾ انهن کي ساڙي، خاڪ پوريندا هئا.

## اختيار ۽ حڪمراني

سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب مان ڪي اهڙا پڪا پختا اهڃاڻ ڪونہ مليا آهن، جن جي بنياد تي اهو چئي سگهجي تہ طاقت ۽ اختيار جو مرڪز ڪنهن وٽ هو. جيتوڻيڪ اهو فرض ڪري سگهجي ٿو تہ ”بادشاهہ“ طاقت ۽ اختيار جو استعمال ڪندو هو ۽ بادشاهہ ئي ڪيترن ئي خاص معاملن جا فيصلا ڪندو هو.

اسان چئي سگهون ٿا تہ پنج هزار سال اڳ سنڌو درياءَ جي ڪناري سان سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جو اوج ۽ ڪمال هو. ماڻهو جهجهي پاڻي ۽ زرخيز زمين تي پوک ڪري اناج ۽ ٻيون شيون اُپائيندا هئا. واپار بہ وڏي پئماني تي هلندو هو. ماڻهو مختلف ڏنڌن ۽ هنرن جا ماهر هئا. ان دؤر جي حڪومتي نظام ۽ مذهب بابت البت گهٽ ڄاڻ حاصل ٿي آهي. اهو چئي نٿو سگهجي تہ ٻين تهذيبن وانگر هتي بہ بادشاهت قائم هئي يا ماڻهو گڏيل صلاح مصلحت سان ملڪ جو انتظام هلائيندا هئا.

## اختصار

سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب، پاڪستان جي سڄي علائقي، اتر- اوڀر افغانستان ۽ اتر - اولهه هندستان جي 1.25 ملين (ٻارنهن لک پنجويهه هزار) ڪلو ميٽرن جي وسيع ايراضيءَ تي پکڙيل هئي. سنڌو درياءَ جي ماٿريءَ جي ٽڙيل پکڙيل هزارين ڳوٺن مان هيءَ تهذيب نروار ٿي، جنهن جي شروعات 3300 سال ق م کان ٿي ۽ 1300 ق م ڌاري پڄاڻيءَ کي رَسي. 2600 ق م ۽ 1900 ق م واري عرصي ۾ هن تهذيب جو اوُج هو. هڙاپا ۽ موئن جي دڙي جي شهرن چوڌاري مضبوط ديوارون ڪنيل هيون، جن تي ٿاور نهيل هئا ۽ شاهي دروازا لڳل هئا. اهڙيون احتياطي تدبيرون ڇو اختيار ڪيل هيون، تنهن بابت خبر پئجي نه سگهي آهي.شهرن جي عظيم رٿابندي ٿيل هئي. گهر پڪا نهيل هئا، جن ۾ پاڻي جي پهچ ۽ نيڪال جو سٺو بندوبست ٿيل هو. کوٽائيءَ مان لڌل شين مان ماڻهن جي ڌنڌن جي خبر پئي ٿي ته اهي ڪهڙا هنر ۽ ڪم ڄاڻندا هئا. انهن جي لباس جي به خبر پوي ٿي. ٻارڙا جن رانديڪن سان رانديون ڪندا هئا، اُهي پڻ لڌا ويا آهن. هتان جي ملڪي انتظام ۽ مذهب بابت گهٽ ڄاڻ ملي آهي. لکت جون جيڪي شاهديون مليون آهن، انهن کي ڪير اجا تائين پڙهي نه سگهيو آهي.

## باب جي پُڄاڻيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهه جو امتحان وٺو

**1- هيٺيان خال پريو**

(i) سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب __________ جي ڪناري اُسري.

(ii) هيءَ تهذيب ________ کان ________ تائين قائم رهي.

(iii) سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جا ٻه وڏا ۽ مکيه شهر __________ ۽ ________ هئا.

(iv) هتان جي ماڻهن ۽ سندن زندگيءَ بابت معلومات __________ جو اڀياس ڪرڻ ڪانپوءِ ٿي آهي، جيڪي دڙن جي کوٽائي مان لڌيون ويون هيون.

(v) ٻارڙن جي رانديڪن ۾ __________ ۽ __________ شامل هئا.

**2- ”الف“ خاني ۾ ڄاڻايل شين جي پيٽ ”ب“ خاني ۾ ڏنل تفصيل سان ڪريو**

| ”الف“ خانو | ”ب“ خانو |
|---|---|
| ناچڻي ڇوڪري | گول اونهون ٿانءُ جيڪو ڪاڏي ڪائڻ لاءِ ڪم اچي. |
| مُهرون | رنگين ڇهه ڪُنڊا جن جي هر پاسي مختلف عددن وارا سوراخ ٿيل آهن. |
| وٽو يا پيالو | هڪ مُهُرَ تي هڪ سِڱي جانور جي اُڪريل شڪل. |
| ڏِڪو يا ڏاند | ڌاتوءَ مان ٺهيل نوجوان ڇوڪريءَ جي مورتيءَ جو هڪ انداز. |
| ڇَڪو | ڇهه ڇوڪنڊيون پٽريليون ٽِڪيون جن تي ڊرائنگ ٺهيل هجي ۽ واپاري ان کي تجارتي مقصدن لاءِ استعمال ڪن. |

3. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

(i) ڪهڙي ڪنڌ ۾ درياءَ تي سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي اوسر ۾ واڌ ويجهه ٿي؟
(ii) سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي ٻن مکيہ شهرن جا نالا لکو ۽ ٻُڌايو تہ اهي ڪهڙن هنڌن تي آهن؟
(iii) ڪهڙن جابلو قطارن مان سنڌو درياءَ شروع ٿئي ٿو؟
(iv) سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جو تعلق ڪهڙي زماني سان آهي؟
(v) سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب بابت معلومات جا ذريعا ڪهڙا آهن؟
(vi) سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي ماڻهن جي ڪرت ۾ ڌنڌا ڪهڙا هئا؟

(ب) پنهنجي تحقيقي مهارت ڪي استعمال ڪريو

موئن جي دڙي جي شهر ڪي ڳولي لهو. هڪ صفحي جو ننڍو پمفليٽ تيار ڪيو جنهن ۾ هن شهر جون نراليون تصويرون ۽ لکت جا نمونا ڏيو، جن سان ڏسندڙن ۾ تاريخي جاين گهمڻ جو شوق پيدا ٿئي.

(ج) ٻين سان سهڪار ڪريو

هڪ گروپ جي حيثيت ۾ گڏجي موئن جي دڙي جي هڪ گهر جو ماڊل ٺاهيو.

# باب ٻيو سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جو فن ۽ عمارت سازي

## شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي (آرٽ) فن، عمارت سازي ۽ سائنس وغيره بابت ڄاڻ.
- سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب ۾ لکت جي فن جي واڌاري ۽ ان جي اثر ۽ خاصيت بابت ڄاڻ.
- سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي عمارت سازيءَ بابت ڄاڻ؟
- موئن جي دڙي جي شهر جي جوڙجڪ ۽ رٿابندي بابت ڄاڻ.
- موئن جي دڙي جي ڪنهن هڪ گهر ڪي تفصيل سان بيان ڪرڻ.
- سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي شهري رٿابندي ۽ عمارت سازي جي ڀيٽ اڄوڪي دؤر جي شهري رٿابنديءَ واري سٽي نظريي سان ڪرڻ.

## تعارف

هن يونٽ جي پهرئين باب ۾ اسان سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي رهاڪن ۽ اتان جي سرزمين بابت ڄاڻ حاصل ڪئي. هن باب ۾ اسان سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي فن (آرٽ) ۽ عمارت سازي بابت پڙهنداسين. شهري رٿابندي جي اوائلي مثالن مان هڙاپا ۽ موئن جي دڙي جا شهر هڪ شاندار نمونو پيش ڪن ٿا. سڄو شهر چار (گرڊ) جهڙي طرز تي رٿيل آهي. گهٽيون ڪشاديون هيون ۽ ڊرينيج يعني پاڻيءَ جي نيڪال جو نظام، نالين جي جديد سرشتي سان جڙيل هو.

### شهري رٿابندي ۽ عمارت سازي

سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي سڀ کان اهم خاصيت شهري رٿابندي ۽ عمارت سازي آهي. سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جا شهر اعليٰ رٿابنديءَ جو مثال پيش ڪن ٿا. هر هڪ شهر چار يا (گرڊ) وانگر رٿيل آهي، جنهن جا سڌا رستا اتر کان ڏکڻ ۽ اوڀر کان اولهه وڃن ٿا. ان طرح شهر بلاڪن ۾ ورهائجي وڃي ٿو. وڏيون گهٽيون تقريباً ڏهه ميٽر ويڪريون هيون جتان ٻه ڏاند گاڏيون سولائيءَ سان هڪٻئي پرسان لنگهي پئي سگهيون. گهٽيءَ جي ٻنهي پاسن تي گهرن جون قطارون هيون. سڄيءَ گهٽيءَ ۾ ناليون هونديون هيون. گندي توڙي عام پاڻيءَ جي نيڪال جو طريقو جيڪو سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب وارن ماڻهن اختيار ڪيو، اهو اڄ وچ اوڀر، پاڪستان ۽ هندستان ۾ رائج نيڪال جي نظام کان گهڻو بهتر هو.

> **دلچسپ حقيقتون**
>
> - سنڌو ماٿريءَ ۾ هڪجهڙي مقدار يعني 4: 1:2 واريون سرون استعمال ٿينديون هيون جن جي ماپ مختلف هئي. 7 سينٽي ميٽر اوچي 14 سينٽي ميٽر ويڪري ۽ 28 سينٽي ميٽر ڊگهي سِرَ عام طرح سان استعمال ٿيندي هئي.
> - سرون قطار ۾ لاڳيتيون هٽندا هئا هڪ حصي کان ٻئي حصي تائين، ڪٿي ڪٿي وچان ٻه قطار نڪرندي هئي. سرن جي اوساري گاري سان ڪندا هئا.

### سرگرمي

هينئين تصوير کي ڏسو. اهو موئن جي دڙي جو هوائي ڏيک آهي. اتان جي انجنيئرن ۽ ڪاريگرن جي فني مهارت بابت ڳالهه ٻولهه ڪريو. انهن جي شهري رٿابنديءَ جي معيار جي ڀيٽ اڄ جي شهري رٿابنديءَ جي معيار سان ڪيو.

موئن جي دڙي جي شهر جو هوائي ڏيک

گهرَ پڪين سرن مان نهيل ٽلهين پٽين تي ٻڌل هئا. سرن جي اوساري گاري سان ڪندا هئا، جنهن ۾ چيرولي ۽ چُنُ ملائيندا هئا. اندرين پٽين جي لنب گاري سان ڪندا هئا.

ڪي گهر هڪ ڪمري ته ڪي گهڻن ڪمرن تي مشتمل هئا، جيڪي آڳر ۾ کلندا هئا. ٻه ماڙ ۽ ٽي ماڙ گهر به نهيل هئا. مٿئين ماڙ ۽ ڇت تي وڃڻ لاءِ ڏاڪڻيون به ناهيون وينديون هيون. مرڪزي گهٽيءَ ۾ دريون ڪونه رکندا هئا، جنهن ڪري مٽي ۽ گوڙ اندر اچي نه سگهندو هو. پاسي وارين درين مان هوا ۽ روشني ايندي هئي. گهر ڪشادا ۽ هوادار هئا جن ۾ سج جي روشني اچڻ جو سٺو بندوبست ڪيل هو. ٽلهيون پٽيون اونهاري ۾ گهرن کي ٿڌو رکنديون هيون. سيني گهرن ۾ غسل خانا هوندا هئا. جن جي پاڻي جو

نيڪال گهٽين ۾ وهندڙ نالين سان مليل هو. ڪن گهرن کي پنهنجا کوهه هئا، جن مان پيا به پاڻي پريندا هئا. سنڌو ماتريءَ جي تهذيب جو فنِ تعمير ڏاڍو ترقي يافته هو. اُتي سنئي رٿابنديءَ سان ٺهيل جهازن جون گوديون، مضبوط اڏيل اناج جا پاندا، سامان رکڻ جا وڏا گودام ۽ سڌا سنوا‌تا پڪ سراوان ٿلها ۽ ناقابلِ گذر حفاظتي پِتيون هيون. سنڌو ماتريءَ جي شهرن جون وڏيون ٿلهيون پِتيون پوڏن ۽ ٻاهرين حملي آورن کان سندن حفاظت ڪنديون هيون.

**سرگرمي**

ڪالم الف ۾ سهولتون ڄاڻايل آهن. موئن جي دڙي ۽ پنهنجي علائقي بابت معلومات ڏئي، ڪالم ب مڪمل ڪريو.

| ڪالم ”الف“ | ڪالم ”ب“ | |
|---|---|---|
| سهولتون | موئن جو دڙو | منهنجو علائقو |
| شهري رٿا (پلان) | چار (گرڊ) وانگيان | |
| رستا | سڌا، فرش لڳل | |
| پاڻيءَ جي سهولت | | |
| نيڪال جو بندوبست | | |
| گند ڪچري جا دٻا | | |

- مٿئين خاڪي جا خانا پريندي توهان ڇا پرايو؟ ڪلاس جي ساٿين سان بحث ڪريو.
- ڇا توهان پنهنجي علائقي کي موئن جي دڙي جهڙو ڏسڻ پسند ڪندؤ؟ ڇو يا ڇو نه؟

## موئن جي دڙي جو ڪشادو غسل خانو

موئن جي دڙي جو ڪشادو غسل خانو

موئن جي دڙي جو ڪشادو غسل خانو ”ترڻ جي تلاءَ“(Swimming Pool) جهڙو لڳي ٿو. ٻين اڏاوتن وانگيان اهو بہ پڪين سرن جو ٺهيل آهي، پر ھن ۾ سرون ڏامر ۽ چيرولي سان قابو ڪيل آهن. اهو 14 ميٽرن کان وڏيڪ ڊگهو ۽ ست ميٽر ويڪرو آهي. ان جي صحن ۾ سرن جو فرش لڳل آهي ۽ ٽن پاسن کان ٿنڀ آهن. ٻن طرفن کان غسل خاني ۾ لهندڙ ڏاڪڻيون آهن.

تلاءَ يا غسل خاني ۾ پاڻي (جيڪو کوهن مان پربو هو) 2.4 ميٽر گِهرو هوندو هو. (هڪ انسان جي ڊيگهہ 1.8 ميٽر آهي) هڪ ڪنڊ تي ٺهيل ناليءَ مان غسل خاني جي پاڻيءَ جو نيڪال ٿيندو هو.

سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب وارن لاءِ پاڻي وڏي نعمت هو، جنهن کي هو مذهبي عقيدت سان ڏسندا هئا. اهو چيو ٿو وڃي تہ ڪشادي غسل خاني کي مذهبي ڏڻن ۽ تهوارن لاءِ استعمال ڪندا هئا.

## سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب وارن جو هنر

سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب مان نہ مندرن ۽ نہ وري مقبرن يا وڏن ديوتائن ۽ بادشاهن جون مورتيون ۽ مجسما مليا آهن، ان هوندي بہ سنگتراشي جا ڪيترائي نمونا، مُهرون، نڪر جا ٿانوَ، سونا زيور ۽ ٽيراڪوٽا (terracotta) يعني پڪل مٽيءَ جون ٺهيل ڪيتريون ئي شيون پڻ کوٽي لڌيون ويون آهن. ڪانسي ۽ ڪوري ۾ پڪل پٿر (Steatite) جون شيون کوٽائي وارن هنڌن تان هٿ آيون آهن. انهن سڀني شين مان سنڌو ماٿريءَ جي ڪاريگرن جي هنرمندي ۽ قابليت جي خبر پئي ٿي.

لوٿل مان لڌل کوهہ جا آثار

## سنگتراشي

هتان پڪي مٽي، پٿر ۽ ڌاتوءَ مان ٺهيل ماڻهن ۽ جانورن جا مجسما ۽ شڪليون لڌيون ويون آهن. هڪ مجسمو ”پوڄاري بادشاهہ“ جو آهي، جنهن جي منهن تي ڏاڙهي ۽ بدن تي ڇُريل چادر اوڍيل آهي. ناچ واري انداز ۾ ڇوڪريءَ جا مجسما پڻ مليا آهن، جنهن مان ڄاڻ پئي ٿي تہ انهن کي نچڻ ايندو هو. ڳئون، رڇ، پولڙي ۽ ڪتي جون پڪي مٽيءَ مان ٺهيل ڪيتريون ئي مورتيون ۽ شڪليون بہ هٿ آيون آهن.

## ٺڪر جا ٺانوَ

سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جا ماڻهو پيالا، ٿالهيون ۽ ڪوپ جيڪي پڪل مٽيءَ جا ٺهيل هوندا هئا استعمال ڪندا هئا. اهي ٺانوَ ڪنير پنهنجي چَڪَ تي ٺاهيندو هو جنهن کي سُڪائي، بٺيءَ يا ڪوري ۾ پچائي بازار ۾ وڪڻندو هو. اڪثر ٺانوَ سادا آهن، پر ڪن کي پٽين، پنن ۽ گلن سان سهڻو بڻايو ويو آهي. ڪجهه ٺانوَن تي نيرو، ڳاڙهو، سائو ۽ پيلو رنگ ٿيل آهي.

## زيورن جو ڏاهڻ

قديم آثارن جي ماهرن کي اهڙا ثبوت مليا آهن، جن جي بنياد تي هو چون ٿا ته سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جا ماڻهو زيور پائيندا هئا، جن ۾ ڳچيءَ جا هار، هٿ جا ڪنگڻ ۽ ايرينگ شامل آهن. زيور جيڪي مٽي ۽ نرم پٿر جي مڻين ۽ ڪوڏين ڪوڏن مان ٺاهيندا هئا. هڙاپا جي کوٽائي ڪندي ماهرن کي قبرن ۾ پوريل هڪ مرد جو لاش هٿ آيو، جنهن کي 300 ڪان وڌيڪ ڳچيءَ جي پٿر مان ٺهيل مڻين جو هار پاتل هو.

## ناچ ۽ موسيقي

ناچ ڪندڙ ڇوڪريءَ جو مجسمو ٻڌائي ٿو ته هن تهذيب وارن وٽ ناچ جو رواج هو. تار وارن سازن کي به لڌو ويو آهي. لوٿل وٽ ڪوڏن جا ساز جن کي تار لڳل هئي، تن کي کوٽي ڪڍيو ويو آهي. سُرندي جي شڪل جهڙي ساز واري مهر سنڌو ماٿريءَ مان لڌي آهي.

## لکت

اڄ ڏينهن تائين ڪنهن کي اها خبر پئجي نه سگهي آهي ته سنڌو ماٿريءَ جا رهاڪو ڪهڙي ٻولي ڳالهائيندا هئا. انهن جي لکت کي ڪير به اڄ تائين پڙهي نه سگهيو آهي. ڪو ڪتاب ڪونه مليو آهي ۽ نه ئي پٿر تي اُڪريل قاعدا قانون وغيره مليا آهن. پر هٿ آيل ڪيترين ئي مُهرن تي ان دؤر جي لکت نظر اچي ٿي. تصويري اهڃاڻ يا علامتون انهن جي لکت جو هڪ نمونو هئا (انگريزي، اردو ۽ سنڌيءَ جي الف ب جيان حرف يا اکر نه هئا)، اڄ تائين تقريباً 400 نمونن جي نشاندهي ٿي چڪي آهي. هتان ملندڙ لکت جي هڪ وڏي حصي تي 26 علامتي نمونا مليا آهن.

ماڻهو نرم چيڪي مٽي تي نوڪدار ڏنڊيءَ سان لکندا هئا. پٿر يا ڌاتوءَ تي به هو هڪ چهنبدار اوزار سان اُڪر ڪندا هئا. پهرين سٽ ساڄي کان کاٻي ته ٻي سٽ کاٻي کان ساڄي لکي ويندي هئي. اهڙن ڪجهه ٿورڙن نمونن مان خبر پئي تي ته گهٽ ماڻهو لکڻ پڙهڻ ڄاڻندا هئا. گهٽي ياڳي لکت جو واسطو واپاري ڏيتي ليتيءَ سان هو، تنهن ڪري ان دؤرجا واپاري ئي پڙهي ٻڌائي سگهيا تي ته انهن جي مُهرن تي ڇا لکيو ويو آهي.

**سرگرمي**

جديد انگريزي ٻوليءَ ۾ اسان هر سٽ جي لکت جي شروعات کاٻي پاسي کان ڪريون ٿا. ڇا توهان کي ڪنهن اهڙي اڄوڪي لکت جي ڄاڻ آهي، جيڪا مختلف طريقي سان لکڻ ۾ اچي تي.

اسين چئي سگهون ٿا ته سنڌو ماتريءَ جي تهذيب جا ماڻهو آرٽ (فن)، عمارت سازي جي فن ۽ سائنس ۾ پڙ هئا. اها ڳالهه حيرت ۾ وجهندڙ آهي ته 5000 سال اڳ هتي هڪ اهڙي تهذيب موجود هئي، جيڪا نه رڳو شهري رٿابندي ۽ تعميراتي فن ۾ پڙُ هئي، پر آرٽ، ٻولي ۽ سائنس ۾ به اڳيري هئي. قديم آثارن جا ماهر ان تي تعجب ڪائين ٿا ته هن تهذيب جي ماڻهن ۾ رٿابندي جي اعليٰ سوچ، مهارت ۽ هنرمندي ڪيئن پيدا ٿي؟

## اختصار

سنڌو ماتريءَ جي تهذيب جا ماڻهو 5000 سال اڳ شهري رٿابندي ۽ تعميراتي فن ۽ هنر جا ماهر هئا. انهن جي شهرن جي منصوبہ بندي ۽ عمارتن جي اڏاوت اهڙي ٺيل هئي، جنهن جو مثال اڄ جي ڪيترن هنڌن ۽ علائقن ۾ بہ نٿو ملي. سنڌو ماتريءَ جي تهذيبن جي ترقيءَ جو اندازو سنڌن هنرمندي ۽ ڪاريگريءَ جي انيڪ نمونن مان لڳائي سگهجي ٿو، جهڙوڪ: سنگتراشي، ٽڪر جا ٿانوَ، زيور وغيره. هو ناچ ۽ موسيقي جا بہ شوقين هئا. سمنڊ جي سپين ۽ ڪوڏن مان ناهيل مڻيا ۽ ٻٽڻ بہ هزار سال اڳ هتي زيورن ۾ جڙيا ويندا هئا. هنن ماڻهن وٽ لکت جو پنهنجو طريقو هو جيڪو اڄ ڏينهن تائين پڙهجي ناهي سگهيو. ٿانوَ ۽ مهرن تي لکت جا نمونا موجود آهن.

### باب جي پُڇاڻيءَ تي مشق

**(الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهہ جو امتحان وٺو**

**1- هيٺيان خال ڀريو**

(i) سنڌو ماتريءَ جي تهذيب جا ماڻهو___________ ۽_________ ۾ ماهر هئا.

(ii) هتان جا گهر ۽ عمارتون____________ جون ٺهيل هيون.

(iii) سنڌو ماتريءَ جي تهذيب ۾ آرٽ جا ٽي قسم________، _________ ۽______ هئا.

(iv) دڙي جي کوٽائيءَ مان هٿ آيل____________ جي مجسمي/مورتي مان خبر پوي ٿي تہ هتي جي ماڻهن وٽ ناچ جو ڏانءُ هو.

(v) لکت واريون مُهرون واپار لاءِ ڪم ايندڙيون هيون. ان مان خبر پوي ٿي تہ واپاري___________ هئا.

**2. ڪالم ”الف“ ۾ قديم دؤر جون هٿ آيل شيون ڏِنل آهن، انهن کي ڪالم ”ب“ سان ملايو.**

| ڪالم الف | ڪالم ب |
|---|---|
| پوڄاري بادشاهہ جو مجسمو | ناچ |
| ناچڻي ڇوڪريءَ جي مورتي | موسيقي |
| تار وارا ساز | ٺڪر جا ٿانوَ |
| پڪي مٽيءَ جو پيالو | پٿر تي نقش نگاري |
| تصويري علامتن واري مهر | لکت |

### 3. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

(i) سنڌو ماٿريءَ جي تهذيبن ۾ شهرن جي رٿابندي ڪيئن ٿيل هئي؟
(ii) سنڌو ماٿريءَ جا ماڻهو جن گهرن ۾ رهندا هئا، ان بابت معلومات ڏيو.
(iii) سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي ماڻهن جي سيني هنرن ۽ فن جي فهرست ٺاهيو. فن جي ڪنهن هڪ شيءِ جي تصوير ٺاهيو.

### (ب) پنهنجي تحقيقي مهارت کي استعمال ڪريو

ڪنهن هڪ ٻي تهذيب جي فن عمارت سازي بابت معلومات گڏ ڪريو (قديم مصر ۽ ميسو پوٽيما (عراق) جيڪا سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي همعصر هجي).

### (ج) ٻين سان سهڪار ڪريو

1. پاڻ ۾ هڪ ننڍي گروپ جي صورت ۾ گڏجي پوسٽر تيار ڪريو، جنهن ۾ سنڌوماٿريءَ جي تهذيب جي آرٽ جي مختلف قسمن کي ڏيکاريو. ٻڌايو ته اهي اڄ ڪيئن پيش ڪيا وڃن ٿا.
2. پوسٽر کي نمائشي بورڊ تي لڳايو ته جيئن سڄو اسڪول ان کي ڏسي ۽ پڙهي.

# باب ٽيون اوزار، ڪاريگريون، سائنس ۽ واپار

**شاگردن جي سکيا جا نتيجا**

- سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب ۾ استعمال ٿيندڙ اوزارن ۽ ٽيڪنالاجي جي وضاحت ڪرڻ (جهڙوڪ: جانور پالڻ، فصل اُپائڻ، آبپاشي، هٿيارءِ آمد رفت وغيره).
- سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي اندرئين ۽ ٻاهرين واپار جي وضاحت ۽ انهن ثبوتن بابت معلوم ڪرڻ.
- سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي واپاري سرگرمين،شين ۽ جنسن جي مٽا سٽا جو واپار ٻين تهذيبن سان ڪيئن هلندو هو تنهن ڪي بيان ڪرڻ.

## تعارف

هن باب ۾ اسين سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي ماڻهن جي اوزارن، ٽيڪنالاجي ۽ سائنس بابت اڀياس ڪنداسين. سنڌو ماٿريءَ جا ماڻهو اهي ساڳيا اوزار استعمال ڪندا هئا، جيڪي اسين اڄڪلهه استعمال ڪيون ٿا جهڙوڪ: هٿوڙا، ڇيٽيون، سُيون، مڇي ڦاسائڻ جون ڪُنڍيون، ڪهاڙيون، پاڪيون ۽ ڪارايون وغيره. انهن جا اوزار گهڻي ڀاڱي پٿر مان نهيل هوندا هئا، جنهن ڪي فلنٽ (Flint) يا لوهي پٿر چوندا آهن. هنن وٽ ٽامي ۽ ڪانسي مان نهيل اوزار پڻ هئا. ماڻهن جو مکيه ڌنڌو وڻج واپار هو. ڪوٺائي ڪندي اهڙيون ڪيتريون ئي شيون مليون آهن، جن جي بنياد تي اهو چئي سگهجي ٿو ته سنڌو ماٿريءَ ۾ رهندڙن جو واپار ملڪ اندر ۽ ملڪ کان ٻاهر هلندو هو.

## اوزار

سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جا ماڻهو اهي اوزار ڪتب آڻيندا هئا جيڪي اسان اڄڪلهه استعمال ۾ آڻيون ٿا. جهڙوڪ: ڇيٽيون، ڪهاڙيون ۽ڪارايون. انهن جا ڪيترائي اوزار پٿر جا نهيل هئا. سنڌو ماٿريءَ جي ماڻهن ڌاتن جي نون طريقن ڪي رائج ڪيو. ٽامي، ڪانسي، شيهي ۽ ٽِن يا قلعي (tin) ڪي ڳولي لڌو، جنهن مان اوزار ٺاهي استعمال ڪندا هئا.

### سائنس ۽ ٽيڪنالاجي

سنڌو ماٿريءَ جا رهاڪو اهي پهريان ماڻهو هئا، جن ماپ تور جو هڪ جهڙو سرشتو رائج ڪيو. ڊيگهه، مقدار ۽ وقت ڪي پوريءَ ريت صحيح ۽ ٻڌائي سگهندا هئا.

1. عاج مان نهيل مَسطَرُون، هٿان جي ماڻهن جي استعمال ۾ هيون. لوٿل مان هڪ اهڙي مسطر يا پٽي ڳولي لڌي اٿئون، جيڪا 33.5 ملي ميٽرن جي يونٽن يا ايڪاين ۾ ورهايل آهي. ننڍي ۾ ننڍي ايڪائي ڏهائي ۾ ٽيل آهي. اهڙي نيڪ ۽ پوري

پوري ماپ ونڻ جي طريقي کي ڏسي ماڻهو اچرج ۾ پئجي ٿا وڃن. قديم زماني جون سرون جيڪي سموري علائقي مان هٿ آيون آهن، تن جي سيني پاسن کي ڏسبو ته اهي وقت جي مروج ماپ موجب بلڪل پوريون آهن.

2. تور جا وزن يا وٽ 0.05، 0.1 ، 0.2، 0.5، 1، 2، 5، 10، 20، 50، 100، 200 ۽ 500 جي يونٽن ۾ ورهايل آهن. هر هڪ يونٽ جي تور يا وزن 28 گرامن جي برابر آهي، جيڪو انگريزن جي آئونس (Ounce) تور يا يونانين جي انسي (Unci) جهڙو آهي.

3. هڙاپا جي نرالين ايجادن ۾ هڪ اهڙو اوزار به مليو آهي، جنهن سان آسمان گهيري يا اُفق (horizon) جي سيني پاسن ۽ وِيرُن جي لهڻ چڙهڻ کي ماپي سگهبو هو.

**سرگرمي**

ٻن ٻن جي ٽولين ۾ ورهائجي وڃو. سنڌو ماٿريءَ جا ماڻهو جيڪي اوزار، هٿيار يا ٽيڪنالاجي استعمال ڪندا هئا، انهن بابت هڪ پوسٽر ناهيو. ڏسو ته سڀ ٻار پوسٽر ناهڻ ۾ شريڪ آهن، سيني کي هڪجهڙو موقعو ڏيو. هڪٻئي جي راءِ جو احترام سيني کي جُڳائي ٿو.

| اوزار | هٿيار | ٽيڪنالاجي |
| --- | --- | --- |
| | | |
| | | |
| | | |
| | | |

## واپار

سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب وارن ماڻهن جي معاشي سرشتي جو دارومدار واپار تي هو. هاري پنهنجون جنسون ڪٽي شهرن ۾ وڪڻڻ لاءِ ايندا هئا. شهري ڪاريگر ٿانوَ ڪُپا، مٽيا ۽ سوٽي ڪپڙو ناهيندا هئا. واپاري شهرن ۾ اهو مال آٽيندا هئا، جنهن جي ڪاريگرن کي ضرورت هوندي هئي. ناهيل مال ٻين شهرن ڏانهن وڪري لاءِ موڪليو ويندو هو. اڪثر واپاري پنهنجو مال پنيءَ تي پنڌ ڪٽي ويندا هئا. هو سنڌو نديءَ جي ڪناري سان ويندا هئا.

اهڙي ڪا نشاني ڪانه ملي آهي، جنهن مان خبر پوي ته واپاري ناڻو استعمال ڪندا هئا. ٿي سگهي ٿو ته اُن دؤر ۾ ناٽي بدران مٽا سٽا جو واپار هلندو هجي، جيئن ڪڻڪ جون ٻه ٻوريون ڏيئي پاڻ جو هڪ ٻورو ونندا هئا.

مال تورڻ لاءِ ساهميون هونديون هيون. وزن ڪرڻ لاءِ پٿر جا ڇهه پاساوان وٽ هوندا هئا. فلنٽي راڪ جي ڇهه پاسن مان وٽ ناهيندا هئا جنهن پٿر کي گري چارٽ سڏجي ٿو. ننڍي ۾ ننڍو ڇهه پاسائون وٽ ڏاڍو هلڪو هوندو هو،

جنهن جي تور هڪ گرام کان بہ گهٽ هئي ۽ ڳري ۾ ڳرو وٽ يارنهن ڪلو گرامن جو هو.

ٽرانسپورٽ ۾ ترقيءَ جي ڪري واپار کي وڏي هٿي ملي. سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب پهرين تهذيب هئي، جتي ڦيٿن وارين گاڏين کي استعمال ڪيو ويندو هو. خشڪيءَ تي ڏاند گاڏيون هلنديون هيون ۽ سڙهہ واريون ٻيڙيون پاڻي تي (هوبهو اهڙيون جيڪي اڄ پاڪستان جي دريائن ۾ هلن ٿيون). واپاري ڏاند گاڏين تي سامان ڪٽي مارڪيٽن ڏانهن ڪٽي ويندا هئا. مال سان پريل ٻيڙيون هڪ هنڌان ٻئي هنڌ سولائي سان پهچنديون هيون. ڊگها مفاصلا بہ ٿوري وقت ۾ طيءِ ٿي ويندا هئا.

باهرئين واپار جي شين ۾ ٽيراڪوٽا (پڪيءَ مٽيءَ مان نهيل) جا ٿانوَ، مٽيا، سون ۽ چاندي جا زيور، رنگين پٿر جهڙوڪ: فيروزا ۽ لئپس لازلي (Lapis Lazuli)، ڏاتو فلنٽس (پٿر جا اوزار ناهڻ لاءِ) ساموندي ڪوڏ ۽ موتي شامل هئا. واپاري ايران ۽ افغانستان کان معدنيات آڻيندا هئا. هندستان مان شيهو ۽ ڪانسي گهرائيندا هئا، چين مان خاص قسم جو قيمتي پٿر جيڊ (Jade) جڏهن تہ صنوبر جو ڪاٺ ڪشمير ۽ هماليہ مان وهي ايندڙ ندين ۾ لڙهندو ايندو هو.

اسان کي اهو بہ معلوم ٿيو آهي تہ سنڌو ماٿري جا واپاري عراق (ميسو پوٽيميا) سان واپار ڪندا هئا چاڪاڻ تہ سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب واريون مُهرون اتان بہ لڌيون آهن. ميسو پوٽيميا ڏانهن وڃڻ لاءِ ٻيڙا اولهہ طرف سفر ڪندا هئا اهي گهڻو ڪري خشڪيءَ جي ويجهو ڪنارو ڏيئي ويندا هئا. گلف جي علائقي ۾ عمان (Oman) جي ساموندي ڪناري وٽان مليل قديم سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي ڪجهہ ٿانون جا نمونا ان ڳالهہ جو ثبوت آهن.

اسين چئي سگهون ٿا تہ سنڌو ماٿريءَ جا ماڻهو واپار توڙي سفر ۾ گهڻو اڳڀرا هئا. جيئن تہ اندروني توڙي باهرئين واپار لاءِ ناڻي جي ڪابہ ثابتي نہ ملي آهي تنهن ڪري اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ واپار ڏاند گاڏين ۽ ٻيڙين رستي ٿيندو هو ۽ ناڻي بدران مُهرون استعمال ٿينديون هيون. سنڌوماٿريءَ جي تهذيب جا ماڻهو سائنس ۽ ٽيڪنالاجي ۾ گهڻو اڳتي هئا. هنن ماپ، مقدار ۽ وقت جي پوري پوري ڪَٿَ ڪرڻ جي ٽيڪنالاجي پاڻ ناهي ۽ استعمال ڪئي. اهي ٻين کان هن ڳالهہ ۾ اڳڀرا هئا تہ هنن ماپ تور جو هڪ جهڙو سرشتو رائج ڪيو. ان ڪانسواءِ هو مختلف ڌنڌن ۾ ڪتب ايندڙ اوزار ناهڻ جا بہ ماهر هئا.

## اختصار

سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جا ماڻهو اهي اوزار استعمال ڪندا هئا، جيڪي اڄ اسين استعمال ڪريون ٿا جهڙوڪ: مترڪا، چاقو، ڇريون، سُيون، مڇي ڦاسائڻ جا ڪُنڍا، ڪهاڙيون، پاڪيون، ڪارايون وغيره. خشڪيءَ تي سفر ڪرڻ لاءِ هنن ڏاند گاڏيون ناهيون. قديم آثارن جي ماهرن انهن گاڏين جا مٽيءَ مان ناهيل نمونا ڳولي لڌا آهن. اهي ڏاند گاڏيون انهن سان بلڪل ملن ٿيون، جهڙيون اڄ پاڪستان ۽ هندستان ۾ استعمال ٿين ٿيون. پاڻيءَ تي سفر ۽ واپار لاءِ ڪاٺ جون ٻيڙيون هلائيندا هئا. اهي ٻيڙيون به سنڌو درياءَ ۾ هلندڙ اڄ جي ٻيڙين جهڙيون آهن. ڪوٽائي ڪندي هٿ آيل قديم شين مان خبر پئي ٿي ته سنڌو ماٿريءَ جي شهرن ۾ واپار عام جام هلندو هو. ڪي واپاري وکري جو سامان پنن تي پنڊ ڪٽي، ڏاند گاڏين تي رکي يا ٻيڙين تي چاڙهي، خشڪي توڙي پاڻيءَ ذريعي تُرت ان هنڌ پهچائيندا هئا، جتي انهن جي وکري جي طلب هوندي هئي. واپاري شين ۾ ٽيراڪوٽا جا ٿانوَ، سون ۽ چاندي، رنگين قيمتي پٿر جهڙوڪ: فيروزا ۽ لئپس رازلي (Lapis Lazuli)، ڌاتو، فلنٽس (پٿر مان اوزار ٺاهڻ لاءِ) ساموندي ڪوڏ ۽ سپون ۽ موتي شامل هئا. سنڌو ماٿريءَ جا واپاري ناڻو استعمال نه ڪندا هئا. اهي هڪ جنس جي مٽا سٽا ٻيءَ جنس سان ڪندا هئا.

## باب جي پُڄاڻيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهه جو امتحان وٺو

**1- هيٺيان خال ڀريو**

(i) ماپ تور جو سرشتو ان لاءِ رائج ڪيو ويو ته جيئن ________ ۽______ جي صحيح ماپ تور ٿي سگهي.

(ii) اڪثر اوزار________ جا ٺهيل هوندا هئا.

(iii) ڌاتوءَ جي ٽن قسمن جي نتيجي ۾ ______ ۽_______ جي ترقي ٿي.

(iv) سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي ماڻهن جي معيشت جو دارومدار ______ تي هو.

(v) ______ ۽______ جي ترقيءَ جي ڪري ٻين هنڌن سان واپار ۾ سهولت ٿي.

**2- هڪ خاڪو ٺاهيو، جنهن ۾ ڏيکاريو ته سنڌو ماٿريءَ ۾ ڪهڙين شين جو واپار ٿيندو هو؟**

**3. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو**

(i) سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جا ماڻهو ڪهڙا اوزار استعمال ڪندا هئا، جن ڪمن ۾ اهي اوزار استعمال ٿيندا هئا، انهن مان ڪو هڪ ڪم ٻڌايو.

(ii) وزن ڪرڻ لاءِ ڪهڙي ٽيڪنالاجي استعمال ڪئي ويندي هئي؟

(iii) ٻين هنڌن سان واپار لاءِ ڪهڙي ٽيڪنالاجيءَ واري سهولت هئي؟

(iv) ڪهڙي ڳالهه مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته سنڌو ماٿريءَ جا ماڻهو ٻين هنڌن سان واپار ڪندا هئا؟

### (ب) پنهنجي تحقيقي مهارت کي استعمال ڪريو

هيٺ ڏنل تصويرن کي ڏسو. اهي ڪهڙي ڪم لاءِ استعمال ٿينديون هيون؟

### (ج) ٻين سان سهڪار ڪريو

هڪ ننڍي گروپ ۾ گڏجي ڪم ڪندي سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب تي هڪ تصويري ڪتابچو ٺاهيو. هر هڪ تصوير هيٺان عنوان لکو، جيڪو ان تصوير جي وضاحت ڪندو هجي.

# باب چوٿون    سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي لاٿ

**شاگردن جي سکيا جا نتيجا**

- سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي لاٿ جا مختلف ڪارڻ بيان ڪرڻ.
- سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي ماڻهن جي ثقافت جي مختلف خاصيتن جي ڀيٽ اڄڪلهه جي دؤر جي ماڻهن جي ثقافت سان ڪرڻ.
- اوائلي سماجن جي تاريخي اهميت کي بيان ڪرڻ.
- قديم سماج ذريعي اسان کي هاڻوڪي همعصر سماج کي سمجهڻ ۾ مدد ملي ٿي.

## تعارف

سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب 3300 ق م کان شروع ٿي ۽ 2600 ۽ 1900 ق م وچ ۾ عظيم تهذيب جي صورت ۾ ظاهر ٿي. 1900 ق م کان 1300 ق م وچ ۾ هن تهذيب جي لاٿ جو آغاز ٿيو.هن باب جو مقصد سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي زوال جي سببن کي ظاهر ڪرڻ آهي.ان جا هيٺيان سبب هئا.

## سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب سان ڇا ٿيو؟

اڄ ڏينهن تائين اسان کي اها خبر پئجي نہ سگهي آهي تہ ڇو ۽ ڪيئن هيءَ تهذيب پڄاڻيءَ کي پهتي. ان جو جواب ڪنهن بہ پروسي جوڳي حوالي ۽ ذريعي سان ملي نہ سگهيو آهي. تاريخدان سمجهن ٿا تہ

- عام طرح سان اهو مڃيو وڃي ٿو تہ بعد ۾ آيل آريا لوڪ هتي اچي آباد ٿيا. اهي ماهر ويڙهاڪ هئا، تنهن ڪري انهن جي حملن جي ڪري سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب متاثر ٿي هوندي. رگويد ۾ سنڌو ماٿريءَ جي شهرن تي سوڀ حاصل ڪرڻ جا نظم ملن ٿا. موئن جي دڙي جي کوٽائي ڪندي 39 انساني هڏاوان پڃرا مليا آهن، جن مان پتو پوي ٿو تہ انهن جو موت تشدد سببان ٿيو هو. پر اڪثر تاريخدان ان ڳالهہ سان متفق ڪونہ آهن.ڇاڪاڻ تہ جنگ يا اجتماعي موت واقع ٿيڻ جا ڪي اهڃاڻ نہ مليا آهن.
- ڪن تاريخدانن جو وري اهو خيال آهي تہ ڪنهن اوچتي قدرتي آفت جهڙوڪ: ٻوڏن وغيره جي ڪري هيءَ تهذيب اُجڙي. ٻوڏن جي ڪري ماڻهو پنهنجا گهرگهاٽ ڇڏي هليا ويا، گهرن کي وري اڏڻ ۾ پڪل ٽُتل سرون استعمال ڪيون ويون ۽ نيڪال واسطي نالين وغيره جو بندوبست ڪيل ڪونہ هو. سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب

جي اڪثر شهرن لاءِ چئي سگهجي ٿو تہ پھريان انهن کي تباھ ڪيو ويو ۽ پوءِ وري انهن کي جوڙائي اڏائي آباد ڪيو ويو هو.

- اهو پڻ معلوم ٿيو آهي تہ 2000 ق م ڌاري، سنڌو ماٿريءَ ۾ وڏيون آبهوائي تبديليون آيون. مينهن ۽ برساتيون گهٽ وسڻ لڳيون، چاڪاڻ جو چؤماسي هوائن جي طرز ۾ نموني توڙي عام گرمي پد ۾ گهٽي ڦيرگهير آئي، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو هي علائقو ريگستان ۽ بيابان جو ڏيک ڏيڻ لڳو. زراعت تباھ ٿي وئي، واپار کي ڌڪ لڳو ۽ ماڻهن بين علائقن ڏانهن لڏڻ شروع ڪيو، جنهن ڪري اهو علائقو برپٽ بيابان بڻجي ويو.

## سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي اهميت

سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب وارن ماڻهن ڪي وڏا تعميراتي يادگار ڪونہ ڇڏيا آهن جهڙوڪ: مصر جا مخروطي مُنارا (پرئمڊ) يا چين جي عظيم ديوار. هن تهذيب جو جيڪو ڪجھ اڄ اسان جي اکين جي سامهون آهي، سو اُهي ڪنڊر ۽ ڊٺل ڦٽل جاين جا نشان آهن. پر تنهن هوندي بہ اهو پڪ سان چئي سگهجي ٿو تہ سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جا ڪيترائي عنصر ۽ اهڃاڻ، اڄ بہ پاڪستان ۽ هندستان جي ثقافتن ۾ نظر اچن ٿا. ٻهراڙين ۾ ماڻهو اڄ بہ سرون وجهن ٿا ۽ ٻنن ۾ پچائين ٿا. اهي پڪيون سرون گهرن ۽ سهڻين عمارتن جي اڏاوت ۾ ڪم اچن ٿيون.

موئن جي دڙي جي ماڻهن اسان کي صفائي سٿرائيءَ سان رهڻ جو طريقو سيکاريو. سيني ماڻهن کي صاف ۽ تازو پاڻي مهيا ڪري ڏيڻ لاءِ عوامي کوھ کوٽيل هئا. پاڻيءَ جي نيڪال جو نظام اعليٰ قسم جو هو. گندي پاڻي جي نيڪال لاءِ خاص بندوبست ڪيو ويو هو. شهر جو سمورو پاڻي نالين ذريعي شهر کان ٻاهر نيڪال جي وڏين کڏن ۾ ڪيريو ويندو هو.

پنهنجي صاف سٿرن ۽ چڱي انتظام هيٺ هلندڙ شهرن ۾ سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جا ماڻهو مختلف قسمن جي ڌنڌن ۾ مصروف رهندا هئا. وٽن ڪچو مال ۽ سامان ۽ ڪاريگريءَ جا سُنا اوزار هئا، جن سان هو روزاني جي واهپي جا ٿانوَ ناهيندا هئا. عورتن توڙي مردن جي لاءِ زيور ۽ گهه ڳنا ۽ ٻارن لاءِ رانديڪا ناهيندا هئا، جن تي هو گل، پن ۽ مڇيءَ جي چلڙن جهڙيون ڊزائينون ۽ نمونا نقش ڪندا هئا. سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جا ماڻهو گيڙو رنگ جي مٽيءَ جا ٿانوَ ناهيندا هئا، جنهن جهڙو ڪم اڄ بہ ٿئي پيو. سنڌوماٿريءَ جي تهذيب جي ماڻهن جو دنيا لاءِ سڀ کان اعليٰ ۽ بهترين تحفو اهو آهي تہ شهرن ۾ صلح سانت ۽ امن امان سان گڏجي ميٺ محبت ۾ ڪيئن رهجي. هن تهذيب مان هٿيارن يا جنگي سازوسامان ۽ فوج وغيره جون نہ جهڙيون شاهديون مليون آهن.

اهو بہ واضح ٿيو آهي تہ هندو ڌرم جي عقيدن ۽ رسمن جي شروعات بہ هتان ئي ٿي مثال طور سنڌو ماٿري جي تهذيب جي ماڻهن پنهنجن مُردن کي دفن ڪرڻ بجاءِ انهن کي ساڙڻ شروع ڪيو هو ۽ اهو طريقو اڄ بہ هندو ڌرم ۾ آهي.

## اختصار

اج ڏينهن تائين اهو معلوم تي نہ سگهيو آهي تہ ڪهڙن سببن جي ڪري هيءَ عظيم تهذيب 1300 ق م ڌاري اُجاڙ جو شڪار ٿي. سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي اهميت جا ڪيترائي سبب آهن: شهري رٿابندي ۽ عمارت سازيءَ جو هنر، صفائيءَ جو بهترين سرشتو، هنر ۽ فن جا مختلف قسم جيڪي اج ڏينهن تائين انهن علائقن ۾ قائم دائم آهن، جيڪي سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي اثر هيٺ هئا. وڏي ڳالهہ تہ اتان جا ماڻهو امن ۽ شانتيءَ سان گڏجي سُک ۽ سهڪار سان رهندا هئا. هو صلح صفائي جا قائل هئا.

## باب جي پُڇاڻيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهہ جو امتحان وٺو

**1- هيٺيان خال ڀريو**

(i) سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي لاٽ اٽڪل __________ ڌاري ٿي.

(ii) مؤرخ اجان تائين اهو معلوم ڪري نہ سگهيا آهن، تہ سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي________ جا ڪهڙا سبب هئا.

(iii) اسان لاءِ سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب هنن ٽن سببن جي ڪري اهميت واري آهي________، ______ ۽ __________.

**2- خاڪو ناهي ٻڌايو تہ سنڌو ماٿريءَ تهذيب جي اُجاڙ جا تاريخدانن وٽ ڪهڙا ثبوت آهن؟**

**3. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو**

(i) سنڌو ماٿريءَجي تهذيب جي ڪهڙي اهميت آهي؟

(ii) توهان جي خيال ۾ اسان سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب مان ڪهڙيون ٻہ شيون سکيون آهن، جن کي پنهنجي ڳوٺ يا شهر ۾ رائج ڪري سڌارو ۽ واڌارو آڻي سگهون ٿا.

### (ب) پنهنجي تحقيقي مهارت کي استعمال ڪريو

اهي ڳالهيون معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪيو، جن ذريعي اوهان جو ڳوٺ يا شهر ترقي ڪري سگهندو.

### (ج) ٻين سان سهڪار ڪريو

چئن جي گروپ ۾ ڪم ڪندي اهو ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪريو تہ توهان پنهنجي ڳوٺ يا شهر کي پنهنجي ملڪ ۾ مشهور ڪرڻ لاءِ ڇا ڪندؤ؟

## يونٽ جي پڄاڻيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهه جو امتحان وٺو

(1) ڪالم ”الف“ ۾ ڄاڻايل شيءِ يا اوزار کي ڪالم ”ب“ ۾ نهڪندڙ معلومات سان ملايو.

| ڪالم ”الف“ | ڪالم ”ب“ |
|---|---|
| پڪيون سرون | گهر ناهڻ |
| مٽيا | هڪ هنڌان ٻئي هنڌ سامان کڻي وڃڻ |
| گاڏيون | ڪاڏو ڪائڻ |
| ٽانوَ ٽالهيون | زيور ناهڻ |
| جانورن جون شڪليون | ديگهه ماپڻ |
| سِپون | شين جي تور ڪرڻ |
| مسطر يا پٽي | راند ڪيڏڻ |
| مُهرون | ڪپڙا سبڻ |
| تارازي | واپار |

### 2. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

(i) دنيا جي نقشي تي سنڌو ماتريءَ جي تهذيب ۽ ٻيون همعصر تهذيبون ڏيکاريو.

(ii) سنڌو ماتريءَ جي تهذيب جي اوسر ۽ واڌاري جا ڪهڙا ڪارڻ هئا؟

(iii) سنڌو ماتريءَ جي ماڻهن جي ڪرت ڪهڙي هئي؟ هر ڌنڌي سان لاڳاپيل ڪن اوزارن جا نالا لکو.

(iv) سنڌو ماتريءَ جي تهذيب جي اُجاڙ جا ڪهڙا سبب هئا؟

(v) سنڌو ماتريءَ جي تهذيب بعد ۾ ايندڙ تهذيبن تي ڪهڙيءَ طرح اثر انداز ٿي؟

(vi) سنڌو ماتريءَ جي تهذيب جا ڪهڙا اهڃاڻ اڄ به پاڪستان ۽ هندستان ۾ نظر اچن ٿا؟

### (ب) پنهنجي تحقيقي مهارت کي استعمال ڪريو

(1) ٻن شاگردن تي ٻڌل رول-پلي ڪيو. هڪ شاگرد ماضيءَ لاءِ ۽ ٻيو حال لاءِ. هيٺ ڏنل نُڪتن تي زباني بحث مباحثو ۽ خيالن جي ڏي وٺ ڪريو.

2. سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي ثقافت ۽ رهڻي ڪهڻيءَ جي هيٺ ڏنل عنوانن جي پيٽ اڄوڪي پاڪستان سان ڪريو.

- غذا ۽ کاڌو خوراڪ
- لباس
- ڌنڌا
- عمارت سازيءَ جو فن
- آرٽ
- اوزار
- حڪومت
- مذهب
- سماج ۾ عورت ۽ مرد جو ڪردار

### (ج) پيِن سان لھ وچڙ ۾ اچو

سجهو تہ توهان سنڌو ماٿريءَ ۾ رهو ٿا. پوسٽ ڪارڊ جي هڪ طرف سنڌو نديءَ جي ڪپ تي پنهنجي گهر جي تصوير ڪڍو. ڪارڊ جي ٻئي پاسي پنهنجي دوست کي دعوت ڏيو تہ هو توهان سان درياءَ جي ماٿريءَ ۾ اچي رهي. پنهنجي دوست کي درياءَ ڪناري رهڻ جي فائدن کان آگاهہ ڪيو.

### (د) پيِن سان سهڪار ڪريو

چئن جي ٽولين ۾ ورهائجي وڃو. سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب بابت هڪ صفحي تي ٻڌل رپورٽ تيار ڪريو. رپورٽ ۾ هيٺئين معلومات ڏيو:

- نقشو جنهن ۾ سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب وارو هنڌ ڏيکاريل هجي.
- ماڻهن جي ثقافت: کاڌو خوراڪ، لباس، گهر، هنر ۽ فن، مذهب ۽ حڪومت.
- واپار ڪيئن هلائيندا هئا؟ ملڪ اندر ڪهڙين شين جي خريداري ۽ وڪرو ٿيندو هو، ٻاهريون واپار ڪهڙو هو؟
- لکت جي هر حرف کي استعمال ڪريو، جيڪو انگريزي، اردو ۽ سنڌي جي لفظ لاءِ هجي ۽ پوءِ ان تي هڪ پيراگراف لکو.
- واضح ڪريو تہ ڪيئن ثقافت ۾ لاٿ آئي.
- سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جا ڪهڙا پهلو اسان کي اڄ بہ پاڪستان ۽ هندستان ۾ ڏسڻ ۾ اچن ٿا.

### (ھ) تخليقڪار ٻڌجو

مٽيءَ ۽ چمڙيءَ ڪي استعمال ڪندي، انهن مان هڪ رانديڪو ناهيو.

### (و) فني طور هوشيار ٻڌجو

1. ملڪ کان ٻاهر رهندڙ پنهنجي ڪنهن مائٽ يا دوست کي اِي ميل ڪريو، جنهن ۾ کين سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي ٻن دلڪش ۽ وڻندڙ شين بابت ٻڌايو.
2. پنهنجي اسڪول جي ساٿين ۽ استادن سان گڏجي موئن جي دڙي جي بچاءَ لاءِ مهم هلايو. هڪ اِي پٽيشن (اليڪٽرانڪ درخواست) تيار ڪريو.

### (ل) سماج جا متحرڪ ۽ ذميوار فرد ٻڌجو

1. توهان کي ميڊيا جي ذريعي خبر پئي آهي ته قديم آثارن جو ادارو موئن جي دڙي جي صحيح طريقي سان سار سنڀال نٿو لهي. توهان سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي باري ۾ گھٽو ڪجھ ڄاڻو ٿا، تنهن ڪري سنڌ حڪومت جي ثقافت جي وزير کي موئن جي دڙي جي حفاظت لاءِ درخواست ڏيو ۽ گھٽ ۾ گھٽ ٽي دليل ڏيو جنهن مطابق وزير کي ڪردار ادا ڪرڻ گھرجي.
2. ڪنهن ٽيليويزن چينل کي خط لکي سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب تي پروگرام ڪرڻ لاءِ راضي ڪريو ۽ انهن کي قائل ڪرڻ لاءِ ٽي دليل ڏيو.

# خود حڪمراني

## شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- رياست ۽ حڪومت ۾ فرق سڃاڻڻ.
- حڪومت قائم ڪرڻ جو مقصد ڪهڙو آهي.
- پاڪستان ۾ حڪومت جي مکيه خاصيتن (وفاقي، جمهوري ۽ پارلياماني) کي بيان ڪرڻ.
- اهو سمجهائڻ ته پاڪستان ۾ حڪومت جو وفاقي سرشتو ڇو قائم ڪيو ويو آهي.
- پاڪستان ۾ وفاقي حڪومت جي تنظيمي جوڙجڪ (قانونيه، انتظاميه ۽ عدليه جا شعبا) سمجهڻ.
- حڪومت جي هر شعبي يا شاخ جا اختيار ۽ فرض بيان ڪرڻ.
- ٻڌائڻ ته وزيراعظم، قومي اسيمبليءَ جا ميمبر ۽ سپريم ڪورٽ جا جج اختيار ڪيئن ٿا حاصل ڪن (چونڊن ذريعي/ مقرر ٿيڻ تي)؟
- اهو سمجهائڻ ته حڪومت جا اختيار ٽن شاخن ۾ ڇو ورهايا ويا آهن.
- مثال ڏئي سمجهائڻ ته ”چڪاس ۽ توازن“ (Checks and Balances) جي اصول ذريعي وفاقي حڪومت جي اختيارن کي حدن اندر رکڻ ڇو ضروري آهي (مثال طور سينيٽ جو ڪنهن قانون سان متفق نه ٿيڻ، عدالتن جو ڪنهن قانون کي غير آئيني قرار ڏيڻ وغيره).
- حڪومت جي مستقل توڙي عارضي شعبن وچ ۾ ڀيٽ ڪرڻ؟
- سول ۽ ملٽري بيورو ڪريسي (آفيسر شاهي) جي ڪردار کي معلوم ڪرڻ.
- وفاقي ۽ صوبائي حڪومتن جي فرق کي ڄاڻڻ.
- هڪ چارٽ ذريعي پاڪستان جي عدالتي سرشتي ۾ قائم مختلف عدالتن وچ ۾ لاڳاپن ۽ تعلق کي ظاهر ڪرڻ.
- ناانصافي جي نشاندهي ڪرڻ ۽ اهو ٻڌائڻ ته انهن کي ڪيئن انصاف مطابق ٺاهيو ويندو.
- ننڍا گروپ ٺاهي ان ڳالهه تي بحث مباحثو ڪريو ته سماج جي سڀني فردن کي انصاف ملڻ جي خاطري هئڻ گهرجي.
- وفاقي حڪومت جي اختيارن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ (جهڙوڪ: ناڻو جاري ڪرڻ، جنگ جو اعلان ڪرڻ) صوبائي حڪومت (عوام کي تعليم ۽ صحت جون سهوليتون فراهم ڪرڻ) ۽ مڪاني حڪومت (صفائي ۽ سترائيءَ جو انتظام رکڻ) جي اختيارن جي وضاحت ڪرڻ.
- شهرين جي خدمت لاءِ حڪومتي پاليسي ۽ عمل لاءِ ورتل ڪوشش جو جائزو وٺڻ.
- مڪاني حڪومت جون مکيه خاصيتون ڪهڙيون آهن؟
- مڪاني حڪومت جي ڪجهه ادارن جا نالا ڄاڻايو.
- مڪاني حڪومت عام طرح جيڪي خدمتون سرانجام ڏي ٿي انهن جو ذڪر ڪرڻ (جهڙوڪ: پوليس، باهه وسائڻ جو ادارو، اسڪول، لائبريريون، پارڪ، صحت ۽ صفائي).
- اهو ٻڌائڻ ته انهن جي آمدني جا ڪهڙا ذريعا آهن (جهڙوڪ: ٽئڪس، فيون ۽ ڏنڊ وغيره).

- مثال ڏيئي سمجهائڻ ته مڪاني حڪومت شهرين جي زندگيءَ تي ڪيئن اثرانداز ٿئي ٿي.
- اهو سمجهڻ ته جن کي اختيار مليل آهي، انهن جي عزت ڪيئن ٿئي ٿي (جڏهن هو انصاف مطابق هلن ٿا، عزت ۽ احترم سان پيش اچن ٿا).
- چونڊن ۾ شهرين جي ڪردار بابت ڄاڻڻ.
- ”چونڊ“ (Election)، ”چونڊيندڙن جو ميڙ“ (Electorate) ۽ ”نمائندن“ جي وصف لکڻ.
- جمهوريت ۾ چونڊن جي اهميت کي واضح ڪرڻ.
- جمهوريت ۾ هڪ سرگرم شهريءَ جي چونڊ جي عمل ۾ شرڪت جي اهميت ڪهڙي آهي؟
- ماڻهو، عوامي زندگيءَ جي سرگرمين جهڙوڪ: ووٽ ڏيڻ، چونڊيل نمائندن کي درخواستون موڪلڻ ۽ رضاڪاراڻي طور خدمتون آڇڻ ۾ ڪهڙن طريقن ۽ رستن سان شريڪ ٿي سگهن ٿا.
- چونڊ جي عمل ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ شهرين کي جيڪي موقعا ملن ٿا، انهن جا مثال ڏيو (ووٽنگ، چونڊن ۾ مبصر ۽ چونڊن ۾ بيهڻ وغيره).
- سياسي عمل ۾ عورتن کي جيڪي مشڪلاتون ۽ مسئلا درپيش آهن، انهن جي نشاندهي ڪرڻ، ٻڌايو ته اهي ڪيئن حل ٿي سگهن ٿا.
- اسڪول ۾ چونڊن جي عمل کي ورجايو (ڪلاس مانيٽر لاءِ چونڊ، اسڪول ڪائونسل جي ميمبرن ۽ اڳواڻن جي چونڊ وغيره).
- چونڊن جي عمل ۾ ميڊيا جي ڪردار جو جائزو وٺڻ
- پاڪستان ۾ ”چونڊ عمل“ ۾ سياسي پارٽين جو ڪردار واضح ڪرڻ.

## يونٽ جو تعارف

ڪنهن ملڪ جي حڪومت شهرين جي روزاني زندگيءَ کي بيحد متاثر ڪري ٿي. اسين جن قانونن موجب زندگي گذاريون ٿا يا جن حالتن ۾ رهون ٿا، اهي گهڻي ڀاڱي حڪومتي فيصلن ماتحت آهن. پاڪستان ۾ حڪومت جو جمهوري سرشتو رائج آهي. جمهوريت ۾ اهو فيصلو عوام ڪندو آهي ته سندن اڳواڻي ڪير ڪري ۽ عوامي نمائندا سندن ڀلائي لاءِ ڪهڙا قاعدا قانون جوڙين. عوام پنهنجو اختيار چونڊ عمل ذريعي استعمال ڪري ٿو. چونڊن ڪانپوءِ حڪومتون نهن ٿيون، جيڪي پنهنجن سيني ڪمن لاءِ عوام آڏو ذميوار آهن. تنهن ڪري نوجوانن لاءِ اهو ڄاڻڻ ضروري آهي ته حڪومتون ڪيئن نهنديون آهن ۽ اهي پنهنجو انتظام ڪيئن هلائين ٿيون. انهن ڳالهين کي سمجهڻ سان هو چونڊن وقت هڪ پڙهيل لکيل ۽ باخبر شهريءَ وانگر فيصلو ڪري سگهندا.

## شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- رياست ۽ حڪومت ۾ فرق سڃاڻڻ.
- حڪومت قائم ڪرڻ جو مقصد ڪهڙو آهي؟
- پاڪستان ۾ حڪومت جي مکيه خاصيتن (وفاقي، جمهوري ۽ پارلياماني) کي بيان ڪرڻ.
- اهو سمجهڻ ته پاڪستان ۾ حڪومت جو وفاقي سرشتو ڇو قائم ڪيو ويو آهي.

### تعارف

هن باب ۾ اسين پاڪستان جي حڪومت ۽ ان جي اهم ڪمن ۽ خاصيتن بابت اڀياس ڪنداسين.

### حڪومت ڇاڪي ٿو چئجي؟

هڪ ملڪ تي ضابطو ۽ انتظام هلائيندڙ ماڻهن جي گروهه کي حڪومت چئجي ٿو. سموري ملڪ لاءِ عوامي پاليسيون ۽ قانون ناهڻ حڪومت جي اختيار ۾ آهن. جهڙيءَ طرح پاڪستان جي وفاقي حڪومت کي ملڪ ۾، تهڙيءَ طرح صوبائي حڪومتن کي پنهنجي صوبن ۾ اهڙو اختيار ۽ طاقت حاصل آهي.

### رياست

رياست ماڻهن جو هڪ مجموعو آهي، جيڪا ڪنهن خاص مقصد لاءِ هڪ واضح علائقي ۾ منظم هجي. رياست جي خاص عنصرن ۾ علائقو، آبادي، حڪومت ۽ خودمختياري شامل آهن.

> **سرگرمي**
>
> رياست ۽ حڪومت جون مختلف خاصيتون لکو.

### حڪومت جا ڪم ۽ فرض

حڪومت جا ڪيترائي ڪم آهن. هيٺ حڪومت جا مکيه ڪم ۽ فرض ڄاڻائجن ٿا:

- شهرين جي جان ۽ مال جي حفاظت ڪرڻ. عوام ۽ ملڪ جي ايراضي ۽ حدن جي بچاءَ لاءِ حڪومت هٿياربند فوجون رکندي آهي ته جيئن ٻاهرين حملن کي مُنهن ڏئي سگهجي.
- عوام جي بنيادي حقن جي حفاظت ڪرڻ. پاڪستان جو 1973ع وارو آئين، شهرين جي بنيادي حقن جو ذڪر ڪري ٿو. حڪومت جو اهو فرض آهي ته انهن بنيادي حقن جو تحفظ ڪري جن جي ضمانت پاڪستان جو آئين ڏئي ٿو.
- عوام جي ڀلائيءَ لاءِ سرڪاري خدمتون مهيا ڪري ڏنيون وڃن. اها ذميواري حڪومت جي آهي ته عوام کي تعليم ۽ صحت جون بنيادي سهولتون، سرڪاري

خرچ تي ملنديون رهن. ضرورتمند ماڻهن کي سماجي ۽ معاشي ڀلائي جي پروگرامن ذريعي فائدو پهچايو وڃي.

- حڪومت جو فرض آهي تہ شهرين کي سرڪاري خرچ تي روڊ رستا، مارڪيٽون، پُليون، پيئڻ جو صاف پاڻي، گندي پاڻيءَ جي نيڪال ۽ صفائي جي انتظام، بجلي، گيس ۽ ٻيون سهولتون ڏئي.
- ملڪ جي سڃاڻپ ان جي نظريي سان ٿئي ٿي، تنهن ڪري قومي نظريي جي واڌاري ۽ پرچار لاءِ ڪوشش ڪرڻ بہ حڪومت جو فرض آهي. هر ملڪ کي پنهنجون روايتون ۽ ثقافت آهي، جن وسيلي ان جي سڃاڻپ ٿئي ٿي. ان سڃاڻپ جي حفاظت ڪرڻ حڪومت جي ذميداري آهي.
- پنهنجي قومي مفادن کي تحفظ ڏيڻ لاءِ رياست، ٻين خودمختيار رياستن سان واپاري ناهہ ڪري ٿي.

## پاڪستان جي حڪومت جون اهم خاصيتون

پاڪستان جمهوري رياست آهي، جنهن ۾ پارلياماني طرز جي حڪومت قائم آهي. هيٺ ان جون اهم خاصيتون بيان ڪجن ٿيون:

## حڪومت جو وفاقي سرشتو

پاڪستان ۾ حڪومت جو وفاقي سرشتو يا نظام قائم آهي. حڪومتي اختيار، وفاقي حڪومت ۽ صوبائي حڪومتن ۾ ورهايل آهي. هر حڪومتي سطح تي، وفاقي توڙي صوبائي، اختيار جي ورهاست کي مڪمل سگهہ ۽ قوت حاصل آهي. ڪن معاملن ۾ وفاقي ۽ صوبائي حڪومتون گڏيل شرڪت سان اختيار هلائن ٿيون. مجموعي حيثيت سان وفاقي حڪومت کي سموري ملڪ تي مالي، پرڏيهي معاملن ۽ بچاءَ ۾ مڪمل اختيار حاصل آهي. ٻين مامرن جهڙوڪ: صحت ۽ تعليم کي صوبائي حڪومتون هلائن ٿيون. وفاقي توڙي صوبائي حڪومتن کي عوام تي ٽئڪس مڙهڻ جو حق آهي. وفاقي ٽئڪس سڄي ملڪ تي، جڏهن تہ صوبائي ٽئڪس، صوبي جي حدن اندر لاڳو ٿين ٿا.

آئين موجب پاڪستان جون هيٺيون وفاقي ايڪايون آهن.

- چار صوبا: سنڌ، پنجاب، خيبر پختونخواه ۽ بلوچستان.
- وفاقي گاديءَ وارو هنڌ : اسلام آباد
- گلگت بلتستان.

## حڪومت جو جمهوري سرشتو

جمهوريت معنيٰ عوام جي حڪومت. جيئن ته ملڪ جو سڄو عوام حڪومت ڪري نٿو سگهي تنهن ڪري عوام جمهوري چونڊن ذريعي پنهنجا نمائندا چونڊي ٿو ۽ پاڻ مٿان حڪمرانيءَ جو حق به انهن کي ڏئي ٿو. ملڪ جي سيني بالغ شهرين کي آزاد، منصفاڻين ۽ لڳاتار ٿيندڙ چونڊن ۾ ووٽ ڏئي شريڪ ٿيڻو آهي.

جمهوري حڪومت جي بين خاصيتن ۾ حقن ۽ آزادي جو حاصل هجڻ ۽ قانون جي حڪمرانيءَ جي ضمانت هجڻ شامل آهن. قانون مٿانهون آهي ۽ قانون جي نظر ۾ سڀ برابر آهن، ڪوبه قانون کان مٿانهون ناهي.

جمهوريت جي ابتڙ آمريت ۾ هڪ شخص جي حڪومت هوندي آهي. آمريت ۾ عوام کي چيو ويندو آهي ته سوچي نه پر حڪم مڃي ۽ انڌن جيان پوئواري ڪري. هن طرز جي حڪومت ۾ حقن جي لتاڙ ۽ اظهار جي آزادي ختم ٿي وڃي ٿي.

## پارلياماني سرشتو

حڪومت جي پارلياماني سرشتي ۾ سڀ حڪومتي اختيار قانون ساز اداري يعني پارليامينٽ وٽ هوندا آهن. پارلياماني حڪومت جي نمايان خاصيت اها آهي ته انتظامي طاقت ۽ اختيار قانون ساز اداري کان ڌار ٿيل نه هوندو آهي جيئن حڪومت جي

ٻين سرشتن ۾ هوندو آهي. قانون ساز ادارو انتظاميه جي چونڊ ڪري ٿو جڏهن ته وزيراعظم قانون ساز اداري جي ميمبرن مان وزيرن جي چونڊ ڪري ٿو. واضح رهي ته انتظاميه مڪمل طور قانون ساز اداري ڏانهن جوابدار هوندي آهي.

حڪومت جو پارلياماني سرشتو

## حڪومت جون شاخون

- **قانون ساز ادارو (قانونيه) (Legislature)**

پاڪستان جو قانون ناهيندڙ ادارو ٻن ايوانن واري پارليامينٽ آهي، جنهن کي سرڪاري طور مجلس شوريٰ سڏجي ٿو. پارليامينٽ جا ٻه ايوان آهن، جهڙوڪ: قومي اسيمبلي (جنهن کي هيٺيون ايوان به چئجي ٿو) ۽ سينيٽ (مٿيون ايوان).

- **انتظاميه (Executive)**

انتظاميه ۾ وزيراعظم ۽ صدر اچي ٿا وڃن. پاڪستان ۾ حڪومت جو سربراهه وزيراعظم آهي. صدر رسمي طرح رياست جو سربراهه آهي، جنهن کي ٿورا اختيار ۽ ذميواريون سونپيل آهن.

- **عدالتي شاخ (عدليه) (Judiciary)**

پاڪستان جي عدالتي سرشتي ۾ سپريم ڪورٽ، وفاقي شرعي ڪورٽ، صوبائي هاءِ ڪورٽون ۽ ٻيون ماتحت عدالتون ۽ ٽريبيونل وغيره شامل آهن.

## اختصار

ماڻهن جو اهڙو گروهه جيڪو هڪ نظام هيٺ ملڪ تي حڪمراني ڪري، ان کي حڪومت سڏجي ٿو. ملڪ کي هلائڻ لاءِ حڪومت پاليسيون ۽ قانون ناهي ٿي. حڪومت عوام جي حفاظت ڪري ٿي. انهن جي بنيادي گهرجن ۽ ضرورتن کي پورو ڪري ٿي، جهڙوڪ: پاڻي، بجلي، سلامتي وغيره. پاڪستان هڪ جمهوري رياست آهي، جتي پارلياماني طرز جي حڪومت آهي. پاڪستان جي حڪومت جون ٽي شاخون يا ٽي اهم حصا آهن، يعني قانونيه يا قانون ناهيندڙ ادارو، انتظاميه يعني انتظام هلائيندڙ ادارو ۽ عدليه يعني عدالتي شعبو جيڪو انصاف ڪري ٿو.

## باب جي پُڇاڻيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهه جو امتحان وٺو

**1. هيٺيان خال پُريو**

(i) اهو سرشتو جنهن ذريعي ڪميونٽي تي حڪمراني ڪئي ويجي ٿي، ان کي __________ چوندا آهن.

(ii) حڪومت __________ ناهيندي آهي ته جيئن ملڪ تي حڪمراني ڪري سگهجي.

(iii) پاڪستان جو حڪومتي سرشتو__________، __________ ۽ __________ آهي.

(iv) حڪومت جي وفاقي سرشتي ۾ اختيار__________ ۽ __________ ۾ ورهايل هوندا آهن.

(v) پارلياماني طرز جي حڪومت ۾، قانونيه ۽ انتظاميه __________ ناهن.

**2. هڪ خاڪو ناهيو، جنهن ۾ وفاقي طرزِ حڪومت وارا ٽي ملڪ، پارلياماني سرشتي جي حڪومت وارا ٽي ملڪ ۽ جمهوري سرشتي جي حڪومت جا ٽي ملڪ ڏيکاريو.**

**3. هيٺين سوالن جا مختصر جواب لکو**

(i) حڪومت جي وصف لکو.

(ii) حڪومت جي مقصدن کي بيان ڪريو.

(iii) حڪومت جي وفاقي طرز جي هجڻ جو ڪهڙو مطلب آهي؟

(iv) پاڪستان جي وفاقي ايڪاين جا نالا لکو.

(v) پارلياماني حڪومت جي نظام جي مکيه خاصيت ڪهڙي آهي؟

(vi) هڪ جمهوري حڪومت جي سرشتي ۾ ماڻهو پنهنجا نمائندا ڪيئن چوندين ٿا؟

### (ب) کوجنا ڪريو

کوجنا ڪري اهڙا ٽي ملڪ تلاش ڪريو جتي پاڪستان جهڙو ساڳيو حڪومتي نظام قائم آهي يعني اهو ملڪ جمهوري، وفاقي ۽ پارلياماني آهي.

### (ج) پيئن سان سهڪار ڪريو

ڇئن جي ٽولين ۾ ورهائجي ڪم ڪريو. هڪ پئمانو استعمال ڪندي، ان تي پرکيو ته پاڪستان جي موجوده حڪومت پنهنجي مقصدن ۾ ڪيتري قدر ڪامياب ٿي آهي. اهڙين ٽن ڳالهين جي نشاندهي ڪريو، جن ۾ حڪومتي مقصدن جي ڪارڪردگي اڃان بهتر ٿي سگهي ٿي. پنهنجي مشورن ۽ تجويزن کي ڇٽائيءَ سان بيان ڪريو.

## شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- پاڪستان ۾ وفاقي حڪومت جي تنظيمي جوڙجڪ (قانونيه، انتظاميه ۽ عدليه جا شعبا) سمجهڻ.
- حڪومت جي هر شعبي يا شاخ جا اختيار ۽ فرض بيان ڪرڻ.
- ٻڌائڻ ته وزيراعظم، قومي اسيمبليءَ جا ميمبر ۽ سپريم ڪورٽ جا جج اختيار ڪيئن ٿا حاصل ڪن. (چونڊن ذريعي يا مقرر ٿيڻ تي).
- حڪومت جا اختيار ٽن شاخن ۾ ڇو ورهايا ويا آهن؟
- مثال ڏئي سمجهائڻ ته ”چڪاس ۽ توازن“ (Checks and Balances) جي اصول ذريعي وفاقي حڪومت جي اختيارن کي حدن اندر رکڻ ڇو ضروري آهي (مثال طور سينيٽ جو ڪنهن قانون سان متفق نه ٿيڻ، عدالتن جو ڪنهن قانون کي غير آئيني قرار ڏيڻ وغيره)؟
- حڪومت جي مستقل توڙي عارضي شعبن وچ ۾ ڀيٽ ڪرڻ.
- سول ۽ ملٽري بيورو ڪريسي (آفيسر شاهي) جي ڪردار کي معلوم ڪرڻ.
- وفاقي ۽ صوبائي حڪومتن جي فرق کي ڄاڻڻ.
- هڪ چارٽ ذريعي پاڪستان جي عدالتي سرشتي ۾ قائم مختلف عدالتن وچ ۾ لاڳاپن ۽ تعلق کي ظاهر ڪرڻ.
- ناانصافي جي نشاندهي ڪرڻ ۽ اهو ٻڌائڻ ته انهن کي ڪيئن انصاف مطابق ٺاهيو ويندو.
- ننڍا گروپ ناهي ان ڳالهه تي بحث مباحثو ڪريو ته سماج جي سڀني فردن کي انصاف ملڻ جي خاطري هئڻ گهرجي.

## تعارف

هن باب ۾ وفاقي حڪومت ۽ ان جي مختلف شاخن جي فرضن ۽ ڪمن بابت اڀياس ڪنداسين.

## وفاقي حڪومت

اسلامي جمهوريه پاڪستان جي 1973ع واري آئين ۾ ڄاڻايل آهي ته پاڪستان ۾ حڪومت جو سرشتو وفاقي، پارلياماني ۽ جمهوري هوندو. وفاقي نوعيت جي حڪومت جو مطلب اهو آهي ته ٻن سطحن تي حڪومتون قائم هونديون. يعني وفاقي ۽ صوبائي جن جي وچ ۾ فيصلن ڪرڻ لاءِ اختيارن جي ورڇ ٿيل هوندي. وفاقي حڪومت سڄي ملڪ لاءِ ذميدار آهي، بچاءُ، پرڏيهي معاملا ۽ ناڻي بابت قومي پاليسيون جوڙڻ ۽ انهن تي عمل ڪرائڻ وفاق جو ڪم آهي. صوبائي حڪومتون وري پنهنجن پنهنجن صوبن ۾ امن امان، تعليم ۽ صحت وغيره جي معاملن کي ڏسڻ لاءِ جوابدار آهن.

قومي اسيمبلي

وزير اعظم جي سيڪريٽريٽ

سپريم ڪورٽ

وفاقي حڪومت (صوبائي حڪومت وانگر جنهن بابت اسين چوٿين ڪلاس ۾ پڙهي آيا آهيون) جون ٽي شاخون قانونيه، انتظاميه ۽ عدليه آهن.

**سرگرمي**

ٽن سطحن يا درجن وارو هڪ مخروطي منارو (Pyramid) ناهيو جنهن ۾ وفاقي، صوبائي ۽ مڪاني حڪومتن جي فرضن ۽ ڪمن بابت معلومات ڏنل هجي.

## قانون ساز اسيمبلي يا قانونيه

وفاقي حڪومت جي قانون سازيءَ واري شاخ پارليامينٽ، ٻن ايوانن تي ٻڌل آهي، هيٺئين ايوان کي قومي اسيمبلي (Lower House) ۽ مٿئين ايوان کي سينيٽ (Upper House) سڏيندا آهن.

## پاڪستان جي قومي اسيمبلي

قومي اسيمبليءَ جي ڪل ميمبرن جو تعداد 342 آهي جن مان 272 ميمبر، پنجن سالن جي مدي لاءِ چونڊيا وڃن ٿا ۽ ٻيا 70 ميمبر (جن ۾ 60 عورتون ۽ 10 مذهبي اقليتون آهن). اهي ميمبر، سياسي پارٽيون ايوان ۾ پنهنجي طاقت جي حساب سان ۽ پنهنجي پسند تي چونڊينديون آهن.

## قومي اسيمبليءَ جون چونڊون

چونڊن ۾ سياسي پارٽيون حصو وٺن ٿيون. مختلف تڪن ۾ اميدوارن جي مقرري سياسي پارٽيون ڪنديون آهن. چونڊن واري مقرر ڪيل ڏينهن تي هر تڪ يا حلقي جا ماڻهو پنهنجي من پسند اميدوار کي ووٽ ڏين ٿا. ووٽنگ پوري ٿيڻ کانپوءِ ووٽن جي ڳڻپ ڪئي ويندي آهي.

**ڇا توهان کي خبر آهي**

- سينيٽ جو ميمبر بڻجڻ لاءِ ضروري آهي ته اهي:
- پاڪستان جا شهري هجن.
- 30 سالن جي عمر کان گهٽ نه هجن.
- ووٽرن جي لسٽ ۾ هنن جو نالو شامل هجي.
- اهي سٺي اخلاق وارا هجن.

جنهن ۾ اميدوار سيني کان گهڻا ووٽ کڻيا اهو چونڊجي وڃي ٿو ۽ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر بڻجي وڃي ٿو. قومي اسيمبليءَ جي ميمبرن جو مدو پنج سال آهي. قومي اسيمبليءَ جي ميمبر کي ايم اين اي (MNA) ميمبر آف نيشنل اسيمبلي سڏجي ٿو.

### سينيٽ (The Senate)

سينيٽ جا 104 ميمبر آهن. اهو مستقل قانون ساز ادارو آهي، جيڪو قومي معاملن ۾ تسلسل جي ضمانت ڏئي ٿو. هن اداري جي ميمبرن جو مدو ڇهه سال آهي. ڪل ميمبرن جو اڌ هر ٽئين سال رٽائر ٿئي ٿو.

| صوبو يا علائقو | عام جايون | ٽيڪنوڪريٽ/عالم | عورتون | غير مسلم | ڪل تعداد |
|---|---|---|---|---|---|
| سنڌ | 14 | 4 | 4 | 1 | 23 |
| پنجاب | 14 | 4 | 4 | 1 | 23 |
| بلوچستان | 14 | 4 | 4 | 1 | 23 |
| خيبرپختونخواه | 14 | 4 | 4 | 1 | 23 |
| وفاقي گاديءَ وارو هنڌ | 2 | 1 | 1 | - | 4 |
| فاٽا | 8 | - | - | - | 8 |
| ڪل تعداد | 66 | 17 | 17 | 4 | 104 |

سينيٽ ۾ صوبن ۽ بين علائقن جي نمائندگي

ماڻهو ووٽ ڏيڻ لاءِ پنهنجي واري جي انتظار ۾ بيٺا آهن.

ماڻهو بيليٽ پيپر تي نشان مٿان ٺپو هڻندي.

ووٽ ڏيڻ واري بُوٿ ۾ ووٽر پنهنجو ووٽ وجهي رهيا آهن.

**ووٽر**
اهو پاڪستاني شهري جنهن جي عمر 18 سال يا ان کان مٿي هجي ۽ جنهن جو نالو ووٽر لسٽ ۾ داخل ٿيل هجي.

### سينيٽ جون چونڊون

هر صوبي جي صوبائي اسيمبلي، سينيٽ لاءِ 23 ميمبرن کي چونڊي اُماڻيندي آهي، جنهن ۾ چوڏنهن عام جايون؛ چار ٽيڪنوڪريٽ ۽ عالمن لاءِ مخصوص جايون؛ چار جايون عورتن لاءِ ۽ هڪ غير مسلم لاءِ مخصوص آهي.

### پارليامينٽ جا فرض

**قانون سازي:** پارليامينٽ جو مکيه فرض نوان قانون جوڙڻ ۽ موجوده قانونن ۾ تبديلي يا قيرقار آڻڻ آهي. پارليامينٽ جا ٻئي ايوان يعني قومي اسيمبلي ۽ سينيٽ، قانونن جي تجويز پيش ڪري پاس ڪري سگهن ٿا سواءِ مالي بل جي جيڪي صرف قومي اسيمبلي منظور ڪري سگهي ٿي. سيئي قانون بحال ٿيڻ کان اڳ بحث هيٺ اچن ٿا.

**نمائندگي:** قومي اسيمبليءَ جا ميمبر حڪومت ۽ عوام وچ ۾ ڳانڍاپي جو ڪم ڪن ٿا. اهي عوام جا چونڊيل نمائندا آهن تنهن ڪري انهن جي مکيہ جوابداري اها آهي تہ عوام پاران قدم کڻن يعني عوام جي مفاد وٽان ڪم ڪن.

**چڪاس ۽ نگراني:** اسيمبليون، انتظاميہ جي اختيار تي ضابطو رکن ٿيون تہ جيئن حڪومت ذميوار رهي ۽ پنهنجي ڪمن جو حساب ڪتاب ڏيئي. انهن ڪمن جي پوئواريءَ لاءِ مختلف ڪاتن جي وزيرن کان سندن ڪاتن جي ڪارڪردگيءَ بابت مخالف ڌر جون جماعتون زباني توڙي لکت ۾ سوال پڇنديون آهن.

**پرتي ۽ تربيت:** اسيمبليون مستقبل جي ليڊرن جي پرتي ۽ تربيت ڪن ٿيون. پارلياماني سرشتي ۾ جهڙو پاڪستان ۾ آهي، وزير پنهنجي انتظامي عهدن سان گڏ اسيمبلي جا ميمبر بہ هوندا آهن، تنهن ڪري هنن کي اڳواٽيءَ جو تجربو ٿئي ٿو ۽ سندن صلاحيتن کي اسرڻ جو موقعو ملي ٿو.

**قانونيت:** اسيمبليون حڪومت جي قانوني ۽ جائز هجڻ جي حقيقت کي ميجرائين ٿيون. عوام کي حوصلو ڏنو ٿو وڃي تہ هو حڪومت جي نظام کي جانچين تہ ڇا اها آئين ۽ قانون موجب هلي رهي آهي يا نہ.

## پارليامينٽ پنهنجا فرض ڪيئن پورا ڪري ٿي؟

قومي اسيمبليءَ کي پنهنجن فرضن جي بجا آوريءَ لاءِ سال ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٽي ڀيرا گڏ ٿيڻو آهي، جنهن جو مختصر مدو 130 ڏينهن آهي. پنهنجي پهرئين اجلاس ۾ قومي اسيمبلي پنهنجي ميمبرن منجهان هڪ ميمبر جي چونڊ اسپيڪر لاءِ ۽ هڪ ميمبر جي چونڊ ڊپٽي اسپيڪر لاءِ ڪري ٿي. قومي اسيمبليءَ جي اجلاس جي صدارت اسپيڪر ڪندو آهي. اسپيڪر، اسيمبلي ۾ ٿيندڙ بحث مباحثي کي وچٿرو رکي ٿو. قاعدن ۽ عملي طريقي تي پنهنجي رولنگ يا فيصلو ڏئي ٿو ۽ ووٽنگ جي نتيجي جو اعلان ڪري ٿو. اسپيڪر مان اها توقع ڪئي وڃي ٿي تہ هو پنهنجن فرضن جي ادائگيءَ ۾ اڻ-ڌريو ۽ غير جانبدار هجي. اسپيڪر جي غير حاضريءَ ۾ اجلاس جي ڪارروائي ڊپٽي اسپيڪر هلائيندو آهي.

قومي اسيمبليءَ جو گهڻو ڪم اسٽينڊنگ ڪاميٽيون ڪن ٿيون. اسٽينڊنگ ڪاميٽي، ايوان پاران موڪليل بل جو جائزو وٺي ٿي ۽ پنهنجي رپورٽ اسيمبليءَ اڳيان پيش ڪري ٿي. ايوان ۾ بل پاس ٿيڻ کانپوءِ اهو سينيٽ ڏانهن موڪليو وڃي ٿو.

پنهنجي فرضن جي ادائگيءَ لاءِ سينيٽ کي سال ۾ گهٽ ۾ گهٽ 110 ڏينهن لاءِ گڏجاڻيون ڪرڻيون آهن ۽ سال ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٽي ڀيرا سيشن منعقد ڪرڻا آهن. سينيٽ پنهنجي پهرين اجلاس ۾ پنهنجن ميمبرن منجهان چيئرمين ۽ ڊپٽي چيئرمين جي چونڊ ٽن سالن تائين ڪندي آهي.

قومي اسيمبليءَ وانگر سينيٽ ۾ بہ اسٽينڊنگ ڪاميٽين جو سرشتو رائج آهي. سڀ بل اسٽينڊنگ ڪاميٽين ڏانهن موڪليا وڃن ٿا، چڱيءَ ريت جائزي وٺڻ کانپوءِ اهي سينيٽ ۾ بحث لاءِ پيش ٿين ٿا جتي قبول ٿيڻ يا نہ ٿيڻ جو فيصلو ٿئي ٿو.

قانون ساز اسيمبليءَ جي ڪارروائي عوام آڏو اچي ٿي. جنهن سان انهن جي سياسي سمجهه ۾ واڌارو ٿئي ٿو.

اخبارن مان رياست جي سربراهه، وفاقي حڪومت جي سربراهه ۽ پاڪستان جي چيف جسٽس جون تصويرون ڪٽيو ۽ هيٺ ڏنل خانن ۾ رکو.

| وزيراعظم | صدر | چيف جسٽس |
| --- | --- | --- |
| | | |

سرگرمي

چئن جي ٽولين ۾ ورهائجي وڃو. پنهنجي ڪلاس لاءِ هڪ قاعدو ناهيو. هر هڪ ٽولي هڪ قاعدو پيش ڪري. ان تي بحث مباحثو ڪريو ان بعد راءِ وٺڻ لاءِ ووٽنگ ڪرايو. جيڪڏهن اڪثريت ان قاعدي جي حق ۾ ووٽ ڏئي ته پوءِ ان قاعدي کي پاس ٿيل يا منظور ٿيل سمجهيو ۽ ان تي عمل ڪرڻ لازمي ٿيندو.

## انتظاميه

انتظاميه جو اهو ڪم آهي ته اها قانون تي عمل ڪرائي. انتظاميه هيٺين عهدن تي ٻڌل آهي.

- **صدر:** رياست جو سربراهه آهي.
- **وزيراعظم:** وفاقي حڪومت جو سربراهه آهي.
- **ڪابينا:** جنهن ۾ وزيراعظم ۽ وزير شامل آهن. وزير عام طرح قومي اسيمبليءَ جا ميمبر هوندا آهن جن کي وزيراعظم مختلف کاتن جي سربراهيءَ لاءِ منتخب ڪندو آهي.
- **سول ۽ فوجي آفيسر شاهي** (بيوروڪريسي).

## انتظاميه جا فرض

### نمائشي يا رسمي فرض:

رياست جو سربراهه، حڪومت جو سربراهه توڙي وزير ۽ سيڪريٽري گهڻي ڀاڱي مختلف موقعن، پرڏيهي دورن، ناهن تي صحيحون ڪرڻ ۽ قانون سازيءَ وقت رسمي ڪردار ادا ڪن ٿا.

### پاليسين تي عمل ڪرائڻ:

انتظاميه مان اها توقع ڪئي ويندي آهي ته اها مربوط سماجي، اقتصادي پاليسيون (تعليم سميت) جوڙي ۽ تيار ڪري ملڪ ۾ رائج ڪري. ٻاهرين ملڪن سان لاڳاپا رکڻ به انتظاميه جو ڪم آهي. جوڙيل سيني پاليسين تي عمل ڪرائڻ انتظاميه جي جوابداري آهي.

### حڪومت هلائڻ:

حڪومت جو ڪاروهنوار هلائڻ انتظاميہ جو فرض آهي. وزير پنهنجين پنهنجين وزارتن لاءِ ذميوار هوندا آهن. سول ملازم، انتظاميہ سان هرمعاملي ۾ ساٿ ڏين ٿا.

### هنگامي صورتحال ڪي مُنهن ڏيڻ:

قانون جي حڪمراني برقرار رکڻ حڪومت جو فرض آهي. ملڪ ۾ امن امان قائم ڪرڻ ۽ اقتصادي توڙي سياسي نازڪ صورتحال ڪي منهن ڏيڻ بہ حڪومت جي فرضن ۾ شامل آهي.

### قدرتي آفتن کي منهن ڏيڻ:

انتظاميہ جو هڪ اهم ۽ بنيادي فرض اهو آهي تہ قدرتي آفتن جهڙوڪ زلزلا، ڇپن جو ڪرڻ، ٻوڏون ۽ ڏڪار جي وقت تڪڙا ۽ اثرائتا قدم کڻي تہ جيئن گهٽ ۾ گهٽ نقصان ٿئي ۽ ماڻهن کي گهٽي پريشاني نہ ٿئي. حڪومت اهڙن موقعن تي انتظاميہ کي هنگامي اختيار ۽ ذريعا مهيا ڪندي آهي.

### ڪامورا شاهي (سِول بيورو ڪريسي):

سول ڪامورا شاهي چونڊيل نہ هوندي آهي. اُهي حڪومت جا ملازم آهن. سول ملازمن جي تنظيم وزارتن ۾ ٿيل آهي. هر هڪ وزارت پنهنجي ڪاتي جي فرضن کي بجا آڻي ٿي. مثال طور ناڻي جي وزارت يا پرڏيهي معاملن جي وزارت. عملي ۽ اسٽاف جا ماڻهو انگ اکر گڏ ڪندا آهن، تحقيق ڪري نون قانونن جا ڊرافٽ تيار ڪندا آهن، ٽئڪس ونڻ جو سرشتو هلائيندا آهن ۽ انهن ڪانسواءِ ٻيا بہ ڪيئي ڪم ڪندا آهن، جن جو مقصد اثرائتي حڪمراني هلائڻ هوندو آهي.

### سول ڪامورا شاهيءَ جا فرض ۽ ڪم

### انتظام رکڻ:

سول آفيسر شاهيءَ جو اهم ۽ مرڪزي ڪم حڪومتي پاليسين تي عمل ڪرائڻ آهي.

### پاليسي تجويز ڏيڻ:

سول بيورو ڪريسي، سياستدانن کي ماهراڻا مشورا بہ ڏئي ٿي. سياستدانن تائين پهچندڙ معلومات تي ضابطو رکي ٿي تہ سياستدانن کي ڪهڙي ۽ ڪيتري ڄاڻ ملڻ گهرجي.

### مفادن کي واضح ۽ چِٽو ڪرڻ:

سول بيورو ڪريسيءَ کي لاڳاپيل مفادن وارن گروپن سان گڏجي ڪم ڪرڻو آهي، ڇاڪاڻ تہ اُهي پاليسيون جوڙين ٿا ۽ انهن کي نافذ بہ ڪن ٿا.

### سياسي استحڪام برقرار رکڻ:

سول بيورو ڪريسي جو اهو بہ ڪم آهي تہ سياسي استحڪام کي جاري رکڻ جي ڪوشش ڪري. وزيرن ۽ حڪومتن جي برعڪس جيڪي اچڻيون وڃڻيون آهن، پروفيشنل سول ملازم قاعدن مطابق پنهنجين نوڪرين تي قائم دائم هوندا آهن.

## فوجي بيورو ڪريسي

جهڙي ريت سول آفيسر شاهي آهي تهڙيءَ ريت فوج ۾ بہ بيوروڪريسي آهي، جنهن کي هٿياربند طاقت سڏجي ٿو، جنهن ۾ آرمي، نيوي ۽ ايئر فورس اچي وڃن ٿا. ٽنهي قسمن جي فوج وٽ زبردست طاقت ۽ هٿيار آهن، جن کي اُهي رياست جي مفاد ۽ شهرين جي حفاظت لاءِ استعمال ڪري سگهن ٿا. هٿياربند فوجن جو بنيادي ڪم ”پاڪستان جو ٻاهرئين حملي ۽ جنگ جي خطري واري صورتحال ۾بچاءُ ڪرڻ ۽جڏهن بہ ڪين سول اختيار استعمال ڪرڻ لاءِ چيو وڃي تہ قانون مطابق ان تي عمل ڪرڻ آهي“. عام طرح هٿياربند فوجن کي مدد لاءِ قدرتي آفتن يا معاشري ۾ پيدا ٿيل ڪنهن سنگين صورتحال وقت گهرايو وڃي ٿو.

ملٽريءَ کي پنهنجي ڪم ۾ مدد لاءِ ڪيترن ئي ٻين ماڻهن کي بہ ڪم ڪرڻا پون ٿا. لاجسٽڪس (جنهن ۾ ٽرڪون، ڊرائيور، بورچي ۽ ڪاڌو خوراڪ اچي وڃن ٿا)، مينٽيننس (سار سنڀال)، ڪميونيڪيشن (ابلاغ جي آمد رفت)، ڪمانڊ ۽ انٽيليجينس جي ضرورت پوي ٿي. سپاهي توڙي ٻيا اهڙا ماڻهو جيڪي لاڳاپيل ڪمن تي رکيل آهن، تن سڀني کي قاعدن، قانونن ۽ حڪمن مطابق عمل ڪرڻو آهي، جيڪي کين ’ڪمانڊ‘ جي وسيلي ملندا رهن ٿا.

جمهوريت ۾ هٿياربند فوجون سِول ادارن جي سياسي ضابطي هيٺ هونديون آهن. تنهن ڪري پاڪستان ۾ وفاقي حڪومت کي هٿياربند فوجن تي ضابطو حاصل آهي. ملڪ جو صدر ، هٿياربند فوجن جو سپريم ڪمانڊر هوندو آهي.

**چا توهان کي خبر آهي؟**

**آئين ڇاکي ٿو چئجي؟**

آئين، قاعدن ۽ قانونن جو مجموعو آهي جنهن مطابق ملڪ تي حڪومت هلائي وڃي ٿي. آئين ۾ وفاقي حڪومت ۽ صوبائي حڪومتن وچ ۾ لاڳاپن جي باري ۾ ڄاڻ ڏنل آهي. شهرين جي حقن ۽ ذميوارين کي واضح ڪيو ويو آهي. آئين حڪومت جي ٽنهي شاخن جي اختيارن بابت پڻ ٻڌائي ٿو.

## عدالتي شاخ يا عدليہ

وفاقي حڪومت جي عدالتي شاخ سپريم ڪورٽ، هاءِ ڪورٽن، وفاقي شريعت ڪورٽ، ماتحت ڪورٽن ۽ اسپيشل ڪورٽن ۽ ٽريبيونلن تي ٻڌل آهي. پاڪستان جي اعليٰ ترين عدالت سپريم ڪورٽ آهي.

سپريم ڪورٽ جي چيف جسٽس جي مقرري ملڪ جو صدر، وزيراعظم جي صلاح ۽ سهڪار سان ڪندو آهي. سپريم ڪورٽ جي ٻين ججن کي صدر، چيف جسٽس جي صلاح مشوري سان مقرر ڪندو آهي. چيف جسٽس ۽ سپريم ڪورٽ جا جج 65 سالن جي عمر تائين پنهنجي عهدن تي رهي سگهن ٿا.

## سپريم ڪورٽ جا فرض ۽ ڪم

سپريم ڪورٽ جا مُکيہ فرض هيٺ ڏجن ٿا.

- صوبائي حڪومتن ۽ وفاقي حڪومت وچ ۾ ڪنهن بہ تڪرار جو نبيرو ڪرڻ.
- صوبن وچ ۾ پيدا ٿيندڙ معاملن جو فيصلو بہ سپريم ڪورٽ ڪندي آهي.
- ماتحت ڪورٽن جي فيصلن تي داخل ٿيندڙ اپيلون ٻڌڻ ۽ فيصلو ڪرڻ.
- اهم مسئلن ۽ معاملن تي پاڻمرادو قدم کڻڻ.
- پاڪستان جي اسلامي جمهوري آئين 1973ع جو بچاءُ ۽ تحفظ ڪرڻ.
- پارليامينٽ طرفان پاس ڪيل قانونن تي نظرثاني ڪرڻ.
- آئيني ۽ عدالتي معاملن ۾ وفاقي حڪومت ان کان صلاح مشورو وني سگهي ٿي.
- پاڪستان جي سپريم ڪوٽ جو فيصلو آخري ۽ حتمي فيصلو هوندو آهي، جنهن جي پابندي وفاقي توڙي صوبائي حڪومتن تي لازمي آهي.
- پاڪستان جي 1973ع جي آئين ۾ مهيا ڪيل بنيادي حقن جي حفاظت ڪرڻ.

### سرگرمي

سماج لاءِ انصاف ڇو ضروري آهي؟ هن باري ۾ ڪجهہ جملا لکو.

## صوبائي حڪومت

وفاقي حڪومت وانگر صوبائي حڪومتون بہ ٽن شاخن تي ٻڌل آهن. يعني قانونيہ، انتظاميہ ۽ عدليہ. جيتوڻيڪ انهن جا فرض ۽ ڪم بہ ساڳيا آهن، پر انهن جي تنظيم مختلف طريقي سان ٿيل آهي. وفاقي حڪومت جي قانون ساز اسيمبلي ٻن ايوانن تي مشتمل آهي، جڏهن تہ صوبائي قانونيہ جو هڪ ايوان آهي يعني صوبائي اسيمبلي. صوبائي انتظاميا ۾ صوبي جو سربراهہ گورنر ۽ صوبائي حڪومت جو سربراهہ وزيراعليٰ، صوبائي ڪابينہ ۽ سِول آفيسر شاهي شامل آهن. صوبي جي سڀ کان وڏي عدالت، هاءِ ڪورٽ آهي. هاءِ ڪورٽ جي ماتحت ڪيترين ئي ٻين عدالتون صوبي جي عوام کي انصاف فراهم ڪن ٿيون.

### اختصار

آئين مطابق پاڪستان جي حڪومت جون ٽي شاخون قانونيہ، انتظاميہ ۽ عدليہ آهن. قانونيہ، قانون سازي ڪري ٿي، انتظاميہ، قانون تي عمل ڪرائي ٿي ۽ عدليہ قانون جي وضاحت، تجزيو ۽ تشريح ڪري ٿي. قانونيہ يا پارليامينٽ جا بہ ايوان آهن، قومي اسيمبلي ۽ سينيٽ. قومي اسيمبلي پاڪستان جو خودمختيار قانون ساز ادارو آهي، جيڪو وفاق لاءِ سڀ قاعدا قانون ناهي ۽ انتظاميہ تي چوڪسي ۽ ضابطو رکي ٿو. سينيٽ هڪ اهڙو ادارو آهي جيڪو صوبن جي نمائندگي ڪري ٿو ۽ وفاق جي سيني ايڪاين ۾ برابري، امن، هم آهنگي ۽ پائيچاري کي هٿي ڏئي ٿو. حڪومت جي انتظاميہ، قانونن ۽ عوامي پاليسين کي نافذ ڪري ٿي. انتظاميہ ۾ صدر، وزير اعظم، ڪابينہ ۽ سول توڙي ملٽري جا انتظامي آفيسر شامل آهن. عدليہ انصاف ڏئي ٿي، آئين جي پاسداري ۽ حفاظت ڪري ٿي. شهرين جي آزادين ۽ حقن جو بچاءُ ڪري ٿي. سپريم ڪورٽ پاڪستان جي اعليٰ ترين عدالت آهي.

## باب جي پُڇاڙيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجھ جو امتحان وٺو

**1- هيٺيان خال ڀريو**

(i) حڪومت جون ٽي شاخون ________، ________ ۽ ________ آهن.
(ii) قانون ساز اداري يا پارليامينٽ جا ٻہ ايوان ________ ۽ ________ آهن.
(iii) حڪومت جو سربراهہ ________ هوندو آهي.
(iv) وزير اعظم پنهنجي ڪابينہ جي وزيرن جي مقرري ______ جي ميمبرن مان ڪندو آهي.
(v) پاڪستان جي اعليٰ ترين عدالت ________ آهي.

**2. هڪ خاڪي ۾ حڪومت جي ڪنهن هڪ شاخ جي فرضن ۽ ڪمن کي ڄاڻايو.**

**3. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو**

(i) حڪومت جي شاخن جا نالا لکو ۽ ٻڌايو تہ هر هڪ جو مکيہ ڪم ڪهڙو آهي؟
(ii) قانون ساز اداري جي ڪمن جي فهرست لکو.
(iii) سينيٽ قائم ڪرڻ جو مقصد بيان ڪريو.
(iv) قومي اسيمبليءَ جا ميمبر ڪهڙيءَ ريت چونڊيا ويندا آهن؟
(v) وفاقي حڪومت ۾ انتظاميہ جي جوڙ جڪ ڪيئن آهي؟
(vi) عدليہ جي اهميت کي واضح ڪريو.
(vii) وفاقي ۽ صوبائي حڪومتن ۾ هڪجهڙايون ۽ تفاوت کي لکو.
(viii) پاڪستان جي آئين ۾ ڏنل بنيادي حقن جو جائزو وٺو ۽ انهن مان ڪي پنج حق اهڙا لکو جيڪي توهان جي خيال ۾ وڌيڪ اهميت وارا آهن.

### (ب) ٻين سان سهڪار ڪريو

ڇهن جي ننڍن گروپن ۾ ورهائجي وڃو. هيٺين جي وچ ۾ ڀيٽ ڪري خاڪو ناهيو.

- وفاقي ۽ صوبائي حڪومتن جا قانون ساز ادارا.
- وفاقي ۽ صوبائي حڪومتن جي انتظامي شعبن جا ميمبر.
- وفاقي ۽ صوبائي حڪومتن ۾ عدالتي نظام.

# مڪاني حڪومت

**شاگردن جي سکيا جا نتيجا**

- مڪاني حڪومت جون مُکيہ خاصيتون ٻُڌائڻ.
- مڪاني حڪومت جي ڪجھ ادارن جا نالا ڄاڻائڻ.
- مڪاني حڪومتون جيڪي خدمتون سرانجام ڏين ٿيون، انھن جو ذڪر ڪرڻ (جھڙوڪ: پوليس، باھ وسائڻ جو ڪاتو، اسڪول، لائبريريون، پارڪ، صحت ۽ صفائي).
- ٻڌائڻ تہ انھن جي آمدنيءَ جا ڪھڙا ذريعا آھن. جھڙوڪ (ٽيڪس، فيون، ڏنڊ وغيره).
- مثال ڏئي سمجھائڻ تہ مڪاني حڪومت، شھرين جي زندگيءَ تي ڪيئن اثرانداز ٿئي ٿي.

## تعارف

ھن باب ۾ اسين مڪاني حڪومت جي ڍانچي، جوڙجڪ ۽ مڪاني حڪومت جي بناوت ۽ سرشتي بابت پڙھنداسين. ان ڪان علاوه مڪاني حڪومت جي ٽن سطحن جي مکيہ فرضن ۽ ذميوارين ۽ شھرين جي ڪردار بابت بہ معلومات حاصل ڪنداسين.

## مڪاني حڪومت ڇا آھي؟

مڪاني حڪومت، حڪومت جو ھيناھين سطح وارو ڏاڪو آھي جنھن ذريعي يونين، ٽائون ۽ ضلعي سطح تي حڪومتي انتظام ھلايو وڃي ٿو. عوام جا چونڊيل نمائندا ان سطح جي حڪومت جو ڪاروھنوار سنڀالين ٿا. مڪاني حڪومت عوام کي اھو اختيار ڏئي ٿي تہ اھي پنھنجي مسئلن کي پاڻ مڪاني سطح تي نبيرين، ڇاڪاڻ تہ اھي مسئلا سڌيءَ طرح کين متاثر ڪن ٿا.

## مڪاني حڪومت جي سرشتي جا اھم مقصد ھيٺيان آھن:

1- رياستي جوابداريءَ کي مڪاني سطح تي ڪميونٽيءَ ڏانھن منتقل ڪرڻ.
2- حڪومتي طاقت ۽ اختيار کي مڪاني سطح تي منتقل ڪرڻ تہ جيئن ماڻھن جي مسئلن جو ترت حل نڪري سگھي.
3- عوام کي اھو موقعو فراھم ڪرڻ تہ ھو انھن فيصلن ۽ پاليسين ۾ شريڪ ٿين، جيڪي سندن زندگين تي اثرانداز ٿين ٿا.
4- ڪميونٽيءَ کي پنھنجي ضرورتن جو تعين ڪرڻ ۽ ان ڏس ۾ رقمون جاري ڪرڻ تہ جيئن ان باري ۾ عملي قدم کڻي سگھي.
5- جمھوريت جي عمل لاءِ بنيادي اصول قائم ڪرڻ.

## مڪاني حڪومت جي سرشتي جي جوڙجڪ ۽ تنظيم:

سنڌ لوڪل گورنمينٽ ايڪٽ 2013ع مطابق مڪاني حڪومت ٽن طبقن تي مشتمل ھوندي. اھي ٽي طبقا يا سطحون ھي آھن:

ضلعي ڪائونسل، تعلقہ/ٽائون ڪائونسل ۽ يونين ڪائونسل.

## لوڪل گورنمينٽ ايڪٽ 2013ع جي مطابق مڪاني حڪومت جو چارٽ

| اصطلاح | وصف | ذميواريون |
| --- | --- | --- |
| يونين ڪائونسل | هيءُ مڪاني حڪومت جو بنيادي درجو آهي جيڪو ڳوٺن تي ٻڌل آهي. | • ٻارن جي پيدائش، موت ۽ شادين جي داخلا رکڻ.<br>• ڳهٽين ۾ لائيٽون لڳرائڻ، ننڍن رستن ۽ نيڪال جي نالين جي تعمير ۽ مرمت ڪرڻ، هينڊ پمپ يا نلڪا لڳائڻ وغيره. |
| تعلقي ڪائونسل | تعلقي سطح تي مڪاني حڪومت جي درجي کي تعلقي ڪائونسل چئبو آهي. | • زمين جي ترقي، زراعت، واپار، رهائشگاهه، تفريح ۽ آمدرفت وغيره تي ضابطو ڪرڻ.<br>• بازارن کي سنڀارڻ، لائيسنس جاري ڪرڻ، انهن جي اجازت ڏيڻ سان ڳنڍوڳنڍ خلاف ورزي ڪرڻ وارن جي خلاف ڏنڊ ڏوهه لڳائڻ.<br>• ضلعي حڪومت جي سهڪار سان ترقياتي اسڪيمون ناهڻ ۽ ان جو انتظام ڪرڻ، بنيادي ڍانچي جي ترقي ۽ خدمتن ۾ بهتري آڻڻ ۽ قانون جي نفاذ لاءِ حڪمتِ عملي جوڙڻ.<br>• تعلقي ۾ موجود سرڪاري آفيسن جي نگراني ڪرڻ ۽ انهن جي ڪارڪردگيءَ متعلق ضلعي حڪومت کي اطلاع ڏيڻ. |
| ضلع ڪائونسل | مڪاني حڪومت جو انتظامي درجو جيڪو ضلعي سطح تي ڪم ڪندو آهي، ان کي ضلع ڪائونسل چئبو آهي. | • ترقياتي منصوبن جي منظوري ڏيڻ.<br>• ساليانی بجٽ جي منظوري ڏيڻ.<br>• خدمتن جي فراهميءَ جي نگراني ڪرڻ. |
| ٽائون ڪميٽي | ٽائون ڪميٽي ننڍي شهر تي مشتمل علائقي تي ڪنٽرول ڪندي آهي. هيءَ وارڊ يا يونين ڪاميٽي تي مشتمل هوندي آهي. | • ماڻهن جي ڀلائيءَ ۽ بهتري لاءِ ڊسپينسريون، ميٽرنٽي هومز ۽ بينڪون ناهڻ.<br>• روڊن، گهٽين، رستن ۽ باغ باغيچن جي تعمير ۽ مرمت ڪرڻ، وڻ ۽ ٻوٽا لڳرائڻ.<br>• راند جي ميدانن جي فراهمي، پبلڪ لائبررين جو قيام ۽ اهي تمام ڪم ڪرڻ جيڪي عوام جي ڀلائي لاءِ هجن ٿا. |
| ميونسپل ڪارپوريشن | هيءَ شهري علائقن تي مشتمل هڪ ڊويزن آهي جيڪا مقامي سطح تي ڪم سرانجام ڏيندي آهي. | • راند جي ميدانن، لائبررين، چڙيا گهرن کي ناهڻ ۽ تفريح وارين راندين ۽ ميلن جو بندوبست ڪرڻ.<br>• روڊ رستن جي تعمير ۽ مرمت ڪرڻ ۽ انهن جي ڪناري تي وڻ ۽ گل ٻوٽا لڳرائڻ.<br>• سرڪاري ۽ خانگي هنڌن تي پاڻي پهچائڻ. باهه لڳي پئي ته ان کي وسائڻ لاءِ فائر برگيڊ جي سهولت فراهم ڪرڻ. |
| ميٽرو پوليٽن ڪارپوريشن | هي مڪاني حڪومت جو هڪ اعليٰ قسم آهي جيڪو ملڪ جي وڏن شهرن جهڙوڪ ڪراچيءَ ۾ ڪم ڪندو آهي. | • شهرن ۾ مڙني ڪمن جي نگراني ڪرڻ، پارڪن جي بحاليءَ کي يقيني بنائڻ ۽ اسپورٽ ڪمپليڪس جي سار سنڀال ڪرڻ.<br>• اندروني شهر جي روڊن رستن، پُلين، گهٽين ۽ لائيٽن جي فراهمي ڪرڻ، برساتي پاڻيءَ جي نالين ۽ ميٽروپوليٽن ڪارپوريشن جي ملڪيت جي رٿابندي ترقي ۽ تعمير، مرمت ۽ سار سنڀال لهڻ.<br>• ميٽرو پوليٽن ڪارپوريشن جي ملڪيت مان غير قانوني قبضا هٽائڻ.<br>• مال مويشي جي ڪالونين، آرٽ گيلرين، عجائب گهرن ۽ لائبررين کي بحال ڪرڻ، پرڏيهي شخصيتن جي آجيان ڪرڻ وغيره. |

ماخذ: لوڪل گورنمينٽ ايڪٽ 2013ع

هر سطح تي هڪ چونڊيل چيئرمين ۽ وائيس چيئرمين، چونڊيل ڪائونسلر ۽ منتظم آهن. مڪاني حڪومت جا سڀ ميمبر چيئرمن ڏانهن جوابده آهن، جيڪو چونڊيل عهديدار آهي. چيئرمين جون ذميواريون ۽ اختيار شهر جي ترقي ۽ صفائي لاءِ آهن. ميٽروپوليٽن شهرن ۾ ميئر ۽ ڊپٽي ميئر جي چونڊ ٿيندي آهي. يونين ڪائونسلن جي جنرل سيٽن لاءِ سڌيون چونڊون ۽ عورتن، مزدورن، هارين ۽ اقليتن لاءِ اڻ سڌيون چونڊون ٿينديون آهن. اڻ سڌيون چونڊون تعلقي / ٽائون ۽ ضلعن / سٽي ڊسٽرڪٽ ڪائونسلن ۾ پڻ ڪرايون وينديون آهن. ڪائونسلر ڪنهن به پارٽي سان غير وابستگيءَ جي بنياد تي چونڊن ۾ حصو وٺن ٿا. سندن مدو چار سال آهي.

**مڪاني حڪومت جي سرشتي جو خاڪو**

| مڪاني حڪومت جو شهري نظام | مڪاني حڪومت جو ٻهراڙي نظام |
|---|---|
| ↓ | ↓ |
| ميٽروپوليٽن (ڪراچي) | ضلعي ڪائونسل |
| ↓ | ↓ |
| ميونسپل ڪارپوريشن | تعلقي ڪائونسل |
| ↓ | ↓ |
| ٽائون ڪاميٽي | يونين ڪائونسل |
| ↓ | |
| يونين ڪاميٽي | |

## مڪاني حڪومت جي ٽنهي سطحن جا فرض ۽ ڪم:

ڪائونسلن جي ٽنهي سطحن جا بنيادي ڪم هي آهن: ساليانو ترقياتي رٿا ۽ بجيٽ جي منظوري ڏيڻ، ٽئڪس وٺڻ/ وصول ڪرڻ شهرين جي ڀلائيءَ لاءِ مختلف ڪاميٽيون ٺاهڻ ۾ سهولتڪاريءَ وارو ڪردار ادا ڪرڻ. انتظاميه جو مکيه ڪم عوامي خدمتن کي بهتر بنائڻ آهي، جن ۾ روڊن جي سار سنڀال، پارڪن جو سهڻو انتظام رکڻ، اسڪول، اسپتالون قائم ڪرڻ ۽ پاڻي ۽ صفائيءَ جو بندوبست ڪرڻ آهي.

شاهي باغ/پارڪ، شڪارپور

ايڇ-ايم-خوجا هاءِ اسڪول نواب شاهه

عباسي شهيد اسپتال، ڪراچي

## مڪاني حڪومت ۾ شهرين جو ڪردار

شهرين جي ڀرپور شرڪت لاءِ مٿي ڄُڊايل ادارن ۾ ڪافي موقعا آهن.

- جيڪڏهن توهان 25 سال يا ان کان وڌيڪ عمر جا آهيو ته توهان چونڊون وڙهي سگهو ٿا ۽ ڪامياب ٿيڻ جي صورت ۾ ڀرپور ذميواريءَ وارو ڪردار ادا ڪري سگهو ٿا.
- ڪميونٽيءَ جي ڀلائيءَ لاءِ ڪم ڪندڙ مختلف ڪاميٽين جا ميمبر بڻجي، عوام جي بهتريءَ واسطي ڪم ڪري سگهو ٿا.
- ٻين سان گڏجي توهان ”ڪميونٽي تي ٻڌل تنظيم“ (Community Based Organization) ٺاهي سگهو ٿا ۽ پنهنجي ڪميونٽيءَ جي ضرورتن ۽ گهرجن جي پورائي لاءِ ڪوششون ڪري سگهو ٿا.
- ”شڪايت گهر“ تائين پنهنجون شڪايتون پهچائي سگهو ٿا يا مڪاني ادارن جي ميمبرن خلاف شڪايتون درج ڪرائي سگهو ٿا. اهڙيءَ ريت پنهنجي ڪميونٽيءَ لاءِ بهترين خدمتون حاصل ڪرڻ ۽ ادارن جي احتساب جي ضمانت ملي ٿي.

### اختصار

مڪاني حڪومت، حڪومتي سطح جو هيٺانهون ڏاڪو آهي، جتي اختيار مڪاني سطح ڏانهن منتقل ٿيل آهن، ته جيئن ماڻهن کي درپيش مسئلا مڪاني سطح تي حل ٿي سگهن. مڪاني حڪومت جو مقصد به اهو آهي ته بنيادي سهوليتون مڪاني سطح تي ماڻهن تائين پهچايون وڃن.

## باب جي پُڄاڻيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهه جو امتحان وٺو

1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو
   - (i) مڪاني حڪومت ڇاڪي ٿو چئجي؟
   - (ii) مڪاني حڪومت جي جوڙجڪ سمجهايو.
   - (iii) تعلقي ڪائونسل ۽ يونين ڪائونسل جي اختيارن وچ ۾ ڀيٽ ڪريو.
2. مڪاني حڪومت جو هيٺان ڪان مٿي تائين ڍانچو ڏيکارڻ لاءِ هڪ خاڪو ٺاهيو

### (ب) ٻين سان سهڪار ڪريو

هڪ ننڍڙي گروپ ۾ ويهي مڪاني حڪومت جي ڪردار بابت ڳالهه ٻولهه ڪريو.

### (ج) جاچ ڪريو

اهڙن ٽن مڪاني مسئلن جي نشاندهي ڪريو جيڪي مڪاني حڪومت اڃان تائين حل نه ڪيا آهن.

# چونڊ (اليڪشن)

## شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- ”چونڊ“ (Election)، ”چونڊيندڙن جو ميڙ“ (Electorate) ۽ ”نمائندن“ جي وصف لکڻ.
- جمهوريت ۾ چونڊن جي اهميت کي واضح ڪرڻ.
- جمهوريت ۾ هڪ سرگرم شهريءَ جي چونڊ جي عمل ۾ شرڪت جي اهميت ڪهڙي آهي؟
- ماڻهو عوامي زندگيءَ جي سرگرمين (ووٽ ڏيڻ، چونڊيل نمائندن کي درخواستون موڪلڻ ۽ رضاڪارانه طور خدمتون آڇڻ) ۾ ڪهڙن طريقن سان شريڪ ٿي سگهن ٿا.
- چونڊ جي عمل ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ شهرين کي جيڪي موقعا ملن ٿا انهن جا مثال ڏيو.
- سياسي عمل ۾ عورتن کي جيڪي مشڪلاتون ۽ مسئلا درپيش آهن، انهن جي نشاندهي ڪرڻ ۽ ٻڌائڻ ته اهي ڪيئن حل ٿي سگهن ٿا.
- اسڪول ۾ چونڊن جي عمل کي ورجايو (ڪلاس مانيٽر لاءِ چونڊ، اسڪول ڪائونسل جي ميمبرن ۽ اڳواڻن جي چونڊ وغيره).
- چونڊن جي عمل ۾ ميڊيا جي ڪردار جو جائزو وٺڻ.
- پاڪستان جي ”چونڊ عمل“ ۾ سياسي پارٽين جو ڪردار واضح ڪرڻ.

## تعارف

هن باب ۾ اسين جمهوريت ۾ چونڊن جي عمل جي اهميت بابت پڙهنداسين. ان ڏس ۾ اسان پاڪستان جي اليڪشن ڪميشن جي مقصدن ۽ فرضن جي ڄاڻ حاصل ڪنداسين.

## چونڊ (Election) ڇا آهي؟

پاڪستان هڪ جمهوري رياست آهي. ابراهام لنڪن موجب جمهوريت معنيٰ ”عوام جي اها حڪومت جيڪا عوام جي هٿن ۾ هجي ۽ عوام جي ڀلي لاءِ هجي“. جديد رياستون وسيع ايراضي ۽ وڏين آبادين تي مشتمل آهن. اهو عملي طرح ممڪن ناهي ته رياست جا سڀ ماڻهو هڪ هنڌ گڏ ٿي پنهنجن مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ قاعدا قانون ۽ پاليسيون ناهي سگهن. اهي ملڪي ڪاروهنوار ۾ اڻ سڌيءَ طرح حصو وٺي سگهن ٿا. يعني پنهنجي طرفان چونڊيل نمائندن ذريعي هو قانون ۽ پاليسيون جوڙين ٿا ۽ بين ملڪيمعاملن بابت فيصلا ڪن ٿا.

هڪ رياست جا سيئي شهري جن کي ڪنهن خاص عمر تي ووٽ ڏيڻ جو حق حاصل آهي ان کي چونڊيندڙن جو ميڙ (Electorate) سڏجي ٿو. اهو عمل جنهن تحت ”چونڊيندڙن جو ميڙ“، پنهنجو ووٽ استعمال ڪري پنهنجي نمائندن کي چونڊي، ان کي چونڊ (Election) چئجي ٿو ۽ اهي ماڻهو جن کي ماڻهو چونڊ ۾ ڪامياب ڪري قانون ساز ادارن ۾ موڪلين ٿا، تن کي نمائندا (Representatives) سڏجي ٿو.

> **سرگرمي**
>
> وڏ ۾ وڏ اهي ڪهڙيون لياقتون ۽ خوبيون آهن، جيڪي توهان پنهنجن نمائندن ۾ ڏسڻ پسند ڪريو ٿا يا اوهان اهو چاهيو ٿا ته اهي انهن ۾ هئڻ گهرجن.

## جمهوريت ۾ چونڊ جي اهميت

هيٺين ڳالهين جي ڪري چونڊ، جمهوري طرز جي حڪمرانيءَ ۾ اهم ڪردار ادا ڪري ٿي.

### اڳواڻن جي چونڊ:

چونڊ، شهرين کي پنهنجا نمائندا چونڊڻ جو موقعو فراهم ڪري ٿي. اهي پنهنجو ووٽ انهن اميدوارن جي حق ۾ استعمال ڪن ٿا، جيڪي هنن جي خيال ۾ سندن مفادن لاءِ ڪم ڪندا. چونڊيل نمائندن مان عوام جي راءِ جي خبر پئي ٿي.

### اڳواڻيءَ جي تبديلي:

چونڊ هڪ اهڙو پليٽ فارم آهي جتي عوام حڪمران جماعت سان پنهنجي ناراضگيءَ جو اظهار ڪن ٿا. مخالف پارٽيءَ جي اميدوارن کي ووٽ ڏئي، ٻي حڪومت جي چونڊ ڪري، شهري ان ڳالهه جو مظاهرو ڪن ٿا ته جمهوريت ۾ اڳي پوءِ اختيار ماڻهن وٽ ئي آهن.

### سياسي شرڪت:

جيڪڏهن ڪو شهري محسوس ٿو ڪري ته هو جيڪي سڌارا آڻڻ چاهي ٿو، اُهي ڪنهن به جماعت جي منشور ۾ ناهن ته هو پاڻ آزاد اميدوار جي حيثيت سان يا هڪ سياسي پارٽي ناهي، ان جي پليٽ فارم تان چونڊ ۾ حصو وٺي سگهي ٿو.

### خود-درستگيءَ جو سرشتو:

جيئن ته چونڊ مستقل عمل آهي (پاڪستان ۾ هر پنجين سال ٿئي ٿي)، تنهن ڪري حڪمران جماعت عوامي گهرجن کي هميشه ڌيان ۾ رکي ٿي. هيءُ ڄڻ خود-درستگيءَ جو سرشتو آهي. جنهن ۾ حڪمران جماعت وقت به وقت پنهنجي ڪارڪردگيءَ جو جائزو وٺي ٿي ۽ پنهنجن قدمن کي درست ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿي ته جيئن عوام انهن مان مطمئن هجي.

### سياسي تعليم:

چونڊ، شهرين کي سياسي تعليم ڏي ٿي جنهن سان اها ڳالهه يقيني بڻجي ٿي ته جمهوري حڪومت کي هرحال ۾ عوام جي مرضيءَ موجب هلڻو آهي.

| سرگرمي |
| --- |
| قومي ترقيءَ لاءِ فائديمند اهي ڪهڙا پنج طريقا آهن جيڪي چونڊن ذريعي حاصل ٿين ٿا. |

## ڪير ووٽ ڏئي سگهي ٿو؟

اهو شخص جيڪو پاڪستان جو شهري آهي ۽ جنهن جي عمر 18 سالن کان گهٽ نه آهي، سالم عقل جو آهي ۽ ڪنهن چونڊ تڪ جو رهاڪو آهي، اهو پنهنجي پاڻ کي ان هنڌ جي ووٽر لسٽ ۾ شامل ڪرائي سگهي ٿو. واضح رهي ته چونڊن ۾ صرف انهن رجسٽرڊ شهرين کي ووٽ ڏيڻ جو حق حاصل آهي جن جا نالا ووٽرن جي لسٽ ۾ درج ٿيل آهن.

### پاڪستان ۾ چونڊن ۾ ڪير بيهي سگهي ٿو؟

هر اهو فرد جيڪو پاڪستان جو شهري آهي، جنهن جو نالو ووٽرن جي لسٽن ۾ شامل آهي ۽ جنهن جي عمر 25 سال آهي (سينيٽ لاءِ 30 سال آهي)، سٺي اخلاق ۽ ڪردار جو مالڪ آهي، جنهن کي ڪنهن ڏوهه ۾ سزا مليل ناهي، سو چونڊن ۾ بيهي سگهي ٿو/ ٿي. جڏهن هو اڪثريت ۾ ووٽ کٽي ٿي تہ قومي توڙي صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر بڻجي سگهي ٿو/ ٿي.

**سرگرمي**

عورتن کي ووٽ ڏيڻ ۽ چونڊن ۾ حصو وٺڻ جي راهہ ۾ جيڪي مشڪلاتون ۽ مسئلا درپيش اچن ٿا ان بابت جاچ ڪريو ۽ مسئلن جي حل لاءِ پنج تجويزون پيش ڪريو.

### اليڪشن ڪميشن آف پاڪستان (ECP)

اليڪشن ڪميشن آف پاڪستان هڪ خودمختيار ادارو آهي. اها ذميواري اليڪشن ڪميشن جي آهي تہ قومي اسيمبلي، سينيٽ، صوبائي اسيمبلين ۽ مڪاني حڪومتن لاءِ آزاد، منصفاڻي ۽ شفاف چونڊ ڪرائي. اليڪشن ڪميشن ۾ چيف اليڪشن ڪمشنر چيئرمين جي حيثيت سان ۽ ٻيا چار ميمبر شامل آهن، جن جي سفارش پارلياماني ڪاميٽي ڪندي آهي ۽ ان ۾ حڪومت توڙي مخالف جماعت جا هڪ جيترا ميمبر هوندا آهن. چيف اليڪشن ڪمشنر لاءِ لازمي آهي تہ اهو سپريم ڪورٽ جو حاضر يا اڳوڻو جج هجي يا هاءِ ڪورٽ جو اهڙو جج هجي، جيڪو سپريم ڪورٽ جو جج بڻجڻ جو اهل آهي. هاءِ ڪورٽ جا اڳوڻا جج بہ اليڪشن ڪميشن جا ميمبر بڻجي سگهن ٿا. هر هڪ صوبي مان هڪ ميمبر منتخب ڪيو ويندو آهي.

چونڊ کي ايمانداريءَ سان، انصاف ۽ قانون مطابق منعقد ڪرائڻ ۾ اليڪشن ڪميشن جي سيڪريٽريٽ اهم ڪردار ادا ڪري ٿي. هن عمل ۾ سهڪار لاءِ آفيسن جو ملڪ گير نيٽ ورڪ موجود آهي، جنهن جو سربراهہ اليڪشن ڪميشن آف پاڪستان جو سيڪريٽري هوندو آهي.

### اليڪشن ڪميشن آف پاڪستان جا فرض ۽ ذميواريون:

قانون مطابق چونڊن جو بندوبست ۽ انتظام ايمانداريءَ ۽ شفافيت سان ڪرائي، اعتماد واريون ووٽرن جون لسٽون تيار ڪرائڻ ۽ انهن کي برقرار رکڻ، چونڊ جي تڪن جون حد بنديون شفاف طريقي سان ڪرڻ، باخبر ووٽرن جي شرڪت کي همٿائڻ، چونڊن جي عمل کي بنا ڪنهن رڪاوٽ جي جاري رکڻ جديد چونڊ طريقا ۽ ٽيڪنالاجي اختيار ڪرڻ، اها خاطري ڪرائڻ تہ سيني واسطو رکندڙ قانونن جي پاسداري ٿي رهي آهي. سيني متاثر ڌرين يا ماڻهن سان تعميري تعلق کي پڪو پختو رکڻ ۽ پاڪستان ۾ چونڊ بابت سڌارن کي لڳاتار جاري رکڻ.

**سرگرمي**

صوبائي اليڪشن ڪمشنر جي ڪردار تي روشني وجهو.

## سياسي پارٽيون

هم خيال فردن جي تنظيم کي سياسي جماعت يا پارٽي سڏجي ٿو. اُهي هم خيال فرد ڪن نظرين ۽ قدرن جي بنياد تي عوامي پاليسيءَ جي فروغ لاءِ گڏجي ڪوشش ڪن ٿا. سياسي پارٽيون عوامي مسئلن، معاملن ۽ ڳُڻتين کي محسوس ڪندي ترت پاليسيون جوڙڻ ۽ ضروري قدم کڻڻ لاءِ پنهنجي طرفان تجويزون ۽ صلاحون ڏينديون آهن. سياسي پارٽيون اهڙيون تنظيمون آهن جيڪي چونڊ ذريعي سياسي اقتدار ماڻڻ لاءِ ڪوششون ڪنديون آهن.

## سياسي پارٽين جو ڪردار

جمهوريت ۾ سياسي پارٽيون اهم ڪردار ادا ڪن ٿيون جنهن جو هيٺ ذڪر ڪجي ٿو:

- **سراسري عوامي راءِ جو ناهڻ:** سياسي جماعتون عوامي مامرن تي پنهنجي راءِ جو اظهار ڪري مختلف فردن ۽ گروپن کي هڪ هنڌ گڏ ڪري، مجموعي طور عوامي راءِ جوڙڻ ۾ مدد ڪن ٿيون.
- **سياسي اڳواڻن کي اڳتي وڌائڻ:** عوام مان لائق ماڻهن کي اڳواٽي ڪرڻ لاءِ پارٽين ۾ عهدا ڏنا وڃن ٿا. اهڙيءَ ريت مستقبل جا اڳواڻ عوامي عهدا حاصل ڪن ٿا.
- عوامي عهدن لاءِ چونڊ ۾ حصو وٺڻ واسطي **اميدوارن کي نامزد ڪرڻ**.
- **چونڊ مهم منظم ڪرڻ:** ته جيئن عوامي جلسن ذريعي عوامي مسئلن ۽ مشڪلاتن جي اپٽار ٿي سگهي.
- چونڊيل عهديدارن ذريعي حڪومتي **انتظاميه کي ضابطي هيٺ رکڻ**.
- **هم ذهن ۽ هم خيال ميمبرن کي اهو احساس ڏيارڻ ته هو به اُن ئي پارٽيءَ سان تعلق رکن ٿا.**

پاڪستان ۾ سياسي پارٽين جو چونڊ جي حوالي سان اهم ڪردار آهي، جيڪو اُهي پارٽيون هيٺينءَ طرح ادا ڪن ٿيون:

- ووٽرن کي قومي شناختي ڪارڊ نهرائي ڏيڻ ۾ مدد ڪرڻ.
- ووٽرن کي پنهنجا نالا ووٽرن واري لسٽ ۾ داخل ڪرائڻ ۾ مدد ڪرڻ.
- پنهنجي پسند جي اميدوارن کي پارٽي ٽڪيٽ ڏيارڻ.
- ووٽرن کي پارٽي جي اليڪشن منشور(Menifesto) بابت ڄاڻ ڏيڻ ته ملڪ ۽ عوام جا ڪهڙا مسئلا آهن ۽ جيڪڏهن پارٽي چونڊ کٽي اقتدار ۾ اچي ٿي ته اها انهن مسئلن کي ڪيئن حل ڪندي.
- ووٽرن کي قائل ڪرڻ ته اُهي سندن پارٽيءَ کي ووٽ ڏين، سندن طرفان نامزد ڪيل اُميدوارن کي ڪامياب بڻائين.
- چونڊ واري ڏينهن، پولنگ جي ڪمرن ۾ پنهنجا ايجنٽ ويهارڻ.

### چونڊن ۾ ميڊيا جو ڪردار

جمهوريت ۾ پريس، ريڊيو، ٽيليويزن ۽ انٽرنيٽ جو اهم ڪردار آهي، جيڪو ٻن قسمن جو آهي. هڪ ته عوام کي سندن مسئلن ۽ مشڪلاتن جي آگاهي ڏيڻ ته جيئن اُهي حڪومت جي ڪارڪردگيءَ جو فيصلو ڪري سگهن. ٻيو ته اقتدار ڌڙين تي نظر رکڻ ۽ سندن عملن ۽ قدمن کي عوام آڏو رکڻ. ائين ڪرڻ سان عوام باخبر ٿي انهن عوامي نمائندن کي چونڊيندو جن جي عوامي خدمت جو رڪارڊ سٺو هوندو ۽ اهي انهيءَ سياسي پارٽيءَ جي حمايت ڪندا جيڪا عوام جي ڏک سُور ۽ مسئلن کي چڱيءَ طرح سمجهي ٿي ۽ انهن کي حل ڪرڻ لاءِ ڪوششون وٺندي.

عوامي معاملن کي اُڪلائڻ جي ڪارروائي، جيئن ته قانون ساز اسيمبليءَ ۾ قانون پاس ٿيڻ جي ڪارروائي، ڪورٽن ۾ ڪيسن جي ٻُڌڻي ۽ ٻيون اهڙي قسم جون ڪارروايون جتي ٻه ٽين ٽيون اتي ميڊيا موجود هوندي آهي ۽ انهن سڀني ڪارروائين جون تفصيلي رپورٽون عوام آڏو آڻيندي آهي. شفافيت سان گڏ ميڊيا جو آزاد هجڻ تمام ضروري آهي. يعني اها حڪومت جي ضابطي، ڌمڪين يا هيسائڻ ۽ جوڙ توڙ کان آجي هجي. ميڊيا کي گڏيل راءِ پيش ڪرڻ گهرجي، موافقت توڙي مخالفت ۾ توازن قائم ڪرڻ گهرجي. چونڊن وقت ميڊيا هيٺيون اهم ڪردار ادا ڪري ٿي:

- سڀني سياسي پارٽين کي تحريري توڙي بصري رپورٽنگ ۾ مناسب جاءِ ۽ وقت ڏيڻ.
- اميدوارن جي ۽ انهن جي سياسي پارٽيءَ جي عوامي مسئلن متعلق پوزيشن کي واضح ڪرڻ.
- اميدوارن سان ڳالهه ٻولهه ڪندي انهن کان ڏکيا ۽ آزمائيندڙ سوال پڇڻ.
- مختلف سياسي پارٽين جي اميدوارن جي وچ ۾ ٿيندڙ بحث مباحثي کي ميڊيا تي آڻڻ.
- چونڊن جا وقتائتا نتيجا ٻڌائڻ.

### سرگرم شهريت

سرگرم شهريت جي معنيٰ اها آهي ته ماڻهو پنهنجي ڪميونٽي سطح تي جمهوريت جي مامرن ۾ سرگرميءَ سان دلچسپي وٺي ڳوٺن، شهرن ۽ ملڪ جي مسئلن جي حل لاءِ ڪوششون وٺن. ننڍي پيماني تي سرگرم شهري گهٽيءَ جي صفائيءَ طرف ڌيان ڏين ٿا. جڏهن ته مٿانهين سطح تي اهي نوجوانن کي جمهوري قدرن، مهارتن ۽ شراڪتداريءَ جي تعليم ڏين ٿا. پاڪستان ۾ صحتمند جمهوري روايتون قائم ٿيڻ لاءِ سرگرم شهريت نهايت اهم قدمن مان هڪ قدم آهي.

#### هيٺين طريقن سان شهري عوامي زندگيءَ ۾ حصو وٺي سگهي ٿو:

اهڙا ڪيترائي طريقا آهن جن سان شهري پنهنجي معاملن ۾ شريڪ ٿي، سماج کي ترقي ڏياري سگهن ٿا ۽ صحتمند جمهوريت لاءِ راهه هموار ڪري ٿا سگهن. جهڙوڪ:

- شهري، اخبارون پڙهندي، ريڊيو ٻڌندي، ٽيليويزن ڏسندي ۽ انٽرنيٽ تي معلومات جي ڳولا ڪندي، پنهنجي ڳوٺ، ٺاڻن ۽ شهر بابت معلومات ۽ جيڪي ڪجهه اتي وهي واپري پيو، ان بابت ڄاڻ حاصل ڪري سگهي ٿو.

- پنهنجي تڪ جي ايم پي اي/ ايم اين اي ۽ اخبار ڏانهن خطن ذريعي عوامي مسئلن ڏانهن ڌيان ڇڪائي سگهي ٿو.
- ڪميونٽيءَ تي ٻڌل تنظيمن (C.B.O) جو ميمبر ٿي يا ان کي قائم ڪري ڪميونٽيءَ جي ترقيءَ لاءِ ڪوشش ڪري سگهي ٿو.
- پنهنجي ڪميونٽيءَ کي صاف ۽ سرسبز رکي سگهي ٿو.
- قانون جي فرمانبرداري ڪري سگهي ٿو.
- ذميوار ماڻهن ڏانهن موڪليل ياداشتن تي صحيح ڪرڻ ته جيئن اهي ڪنهن مسئلي تي قدم کڻن.
- احتجاج جي پُرامن طريقن جهڙوڪ: مارچ ڪرڻ، بائيڪاٽ ڪرڻ، ڌرڻو هڻي ويهڻ (يا ڪو ٻيو اهڙو طريقو) ۾ شريڪ ٿيڻ.
- فوج يا ٻين ادارن ۾ ڀرتي ٿي ملڪ جي خدمت ڪرڻ.

چونڊن دوران شهري اهم ڪردار ادا ڪري سگهي ٿو. چونڊن ۾ شهري هيٺين طريقن سان شامل ٿي سگهي ٿو:

- مقامي، صوبائي ۽ قومي سطح تي ٿيندڙ چونڊن ۾ ووٽ ڪرڻ.
- سياسي جماعت جو ميمبر ٿيڻ.
- عوامي عهدي لاءِ بيهڻ.
- ڪنهن اميدوار جي مدد ڪرڻ.
- چونڊ واري ڏينهن تي ووٽرن کي ووٽ ڏيڻ لاءِ پولنگ اسٽيشن آڻڻ.

## اختصار

چونڊ جمهوريت لاءِ لازمي آهي. چونڊ ان ڪري اهميت واري آهي جو اها اسان کي پنهنجن اڳواڻن کي چونڊڻ يا انهن کي تبديل ڪرڻ ۾ اسان جي مدد ڪري ٿي. چونڊ اسان کي موقعو فراهم ڪري ٿي ته اسين سياسي عمل ۾ حصو وٺون ۽ ان باري ۾ ڪجهه پرايون. پاڪستان جي اليڪشن، آزاد ۽ شفاف چونڊ منظم طريقي سان ڪرائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪري ٿي. سياسي جماعتون هم خيال فردن جون تنظيمون آهن، جيڪي عوامي معاملن، مسئلن ۽ شڪايتن تي مناسب قدم کڻڻ لاءِ پاليسيون جوڙين ٿيون. اهي چونڊ ذريعي سياسي اقتدار حاصل ڪن ٿيون ۽ حڪومت جو ڪاروهنوار هلائين ٿيون. ميڊيا جو چونڊ ۾ ڪليدي ڪردار آهي. ان ذريعي عوام کي اميدوارن بابت چڱي ڄاڻ ملي ٿي. سياسي پارٽين جي پوزيشن بابت خبر پوي ٿي ته انهن جو مختلف عوامي مسئلن تي ڪهڙو پارٽي مؤقف آهي. ساڳئي وقت ميڊيا چونڊن جي نتيجن بابت وقتائتي ڄاڻ ڏئي ٿي. جمهوري سماج پيدا ڪرڻ ۽ ان کي قائم رکڻ ۾ شهرين جو اهم ڪردار آهي. اهي سياسي مسئلن جي باري ۾ پاڻ باخبر رهن تا ۽ گڏجي ان جو حل ڳولين تا. چونڊن ۾سندن وڏو ڪم اهو آهي ته ووٽ ڏيئي پنهنجا نمائندا چونڊين.

## باب جي پُڄاڻيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهه جو امتحان وٺو

**1. هيٺيان خال پُريو**

(i) پاڪستان ۾ عام چونڊ هر ______________ سال منعقد ٿئي ٿي.

(ii) پاڪستان ۾ ووٽر ٿيڻ لاءِ مقرر ڪيل عمر __________ سال آهي.

(iii) پاڪستان ۾ نمائندو ٿيڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ عمر _______ سال آهي.

(iv) پاڪستان ۾ چونڊ ڪرائڻ واري ذميوار اداري جو نالو _______ آهي.

**2.** خاڪو ٺاهيو جنهن اندر چونڊ ۾ اليڪشن ڪميشن، سياسي جماعتن، ميڊيا ۽ عوام جي ڪردار بابت ڄاڻ ڏيو.

**3. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو**

(i) هيٺين اصطلاحن جي وصف لکو:

- چونڊ
- چونڊيندڙن جو ميڙ
- نمائندا

(ii) انهيءَ طريقي جي فهرست ٺاهيو جنهن ذريعي شهري سماج ۾ سڌارو آڻي سگهن ٿا.

### (ب) جاچ ڪريو

جنهن علائقي ۾ توهان رهو ٿا ان علائقي جي ايم پي اي ۽ ايم اين اي جي جاچ ڪريو ته اُهي ڪير آهن. اهو پڻ معلوم ڪريو ته انهن جو واسطو ڪهڙي سياسي پارٽيءَ سان آهي. اها ڪوجنا ڪريو ته تعليم جي باري ۾ سندن سياسي پارٽيءَ جو ڪهڙو مؤقف آهي. جيڪڏهن اها سياسي پارٽي اقتدار ۾ آهي ته ڇا توهان سمجهو ٿا ته ان پاڪستان/سنڌ ۾ تعليم جي ترقيءَ لاءِ جيڪي واعدا ڪيا، اُهي پورا ڪري رهي آهي!

### (ج) ٻين سان سهڪار ڪريو

ڪلاس جي مانيٽر لاءِ چونڊ ڪرايو. ٽن شاگردن کي نامزد ڪريو. انهن شاگردن کي چئو ته پنهنجا پنهنجا مؤقف ٻڌائن ته اُهي مانيٽر چونڊجڻ ڪانپوءِ ڪلاس جي ٻين شاگردن لاءِ ڇا ڪندا. انهن کي چئو ته پنهنجو مؤقف پيش ڪن ۽ پنهنجي لاءِ حمايت حاصل ڪرڻ ۽ ووٽ وٺڻ جي مهم هلائين. چونڊ ڪرايو، ووٽن جي ڳڻپ ڪريو ۽ ڪاميابي ماڻيندڙ مانيٽر جي ڪٽڻ جو اعلان ڪريو.

# يونٽ جي پڇاڙيءَ تي مشق

## (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهه جو امتحان وٺو

1. ڪالم ”الف“ ۾ ڏنل عوامي عهدي جي ڪالم ”ب“ ۾ ڏنل فرض سان مطابقت ڪريو:

| ڪالم ”الف“ | ڪالم ”ب“ |
| --- | --- |
| سينيٽ جو چيئرمين | قومي اسيمبليءَ جو اڳواڻ آهي. |
| پاڪستان جو صدر | صدر جي ملڪ کان ٻاهر هجڻ جي حالت ۾ صدر جا فرض سرانجام ڏئي ٿو. |
| پاڪستان جو وزير اعظم | رياستي موقعن، پرڏيهي دورن ۽ قانون جي دستاويزن تي صحيحون ڪرڻ لاءِ رسمي ڪردار ادا ڪري ٿو. |

## (ب) پنهنجي تحقيقي مهارت کي استعمال ڪريو

1. 2013ع جي عام چونڊ ۾ توهان جي ضلعي مان جيڪي قومي ۽ صوبائي اسيمبلين جا ميمبر چونڊيا ويا، اهي ڪير ۽ ڪيترا آهن.
2. انهن صوبائي ۽ وفاقي وزيرن جا نالا معلوم ڪريو جن جو تعلق اوهان جي ضلعي سان آهي.

## (ج) ٻين سان لهه وچڙ ۾ اچو

هڪ گروپ ٺاهيو. سپريم ڪورٽ جي اختيارن بابت ڳالهه ٻولهه ڪريو، جنهن هيٺ سپريم ڪورٽ پارليامينٽ پاران منظور ڪيل قانونن تي نظرثاني ڪري ٿي.

## (د) ٻين سان سهڪار ڪريو

هڪ نڪاتي بحث جو انتظام ڪريو ۽ هم ڪلاسين کي چئو ته پرڏيهي پاليسيءَ جي باري ۾ بحث مباحثو ڪن، جنهن جو موضوع پاڪستان ۽ هندستان جا خراب تيندڙ لاڳاپا هجي. ڪشمير ۾ هندستان طرفان ٿيندڙ ظالماڻو تشدد، خراب ناتن جو سبب آهي.

## (هه) تخليقڪار بڻجو

آن لائين طريقي ڪار جوڙيو، جنهن ذريعي مڪاني حڪومت جي غير مؤثر عوامي خدمتن جي پهچ جون شڪايتون ڪري سگهجن.

## (و) فني لحاظ کان قابل ۽ هوشيار بڻجو

فيس بڪ تي آن لائين طريقي ڪار جي خيال کي ٻين سان شيئر ڪريو ۽ پنهنجن دوستن کان هاڪاري موٽ حاصل ڪريو.

## (ز) عام ڀلي لاءِ قدم کڻو

اخبار جي ايڊيٽر ڏانهن خط لکو جنهن ۾ پنهنجي علائقي ۾ پيئڻ جي پاڻي جي کوٽ جي مسئلي کي واضح ڪيو.

# يونٽ 4

# ميڊيا (The Media)

## شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- ميڊيا جي وصف بيان ڪرڻ.
- ميڊيا جا مختلف قسم ٻڌائڻ.
- عوام ۾ سياسي، سماجي ۽ اقتصادي مسئلن بابت شعور پيدا ڪرڻ ۾ ميڊيا (پرنٽ، اليڪٽرانڪ ۽ سوشل) جي ڪردار جي وضاحت ڪرڻ.
- اهو سمجهڻ ته سماج ۾ معلومات تائين پهچ ۽ اظهار جي آزاديءَ جا موقعا فراهم ڪرڻ ۾ ميڊيا ڪهڙو ڪردارادا ڪري ٿي.
- آزاد ۽ خودمختيار ميڊيا جي اهميت بيان ڪرڻ.
- اهي ڪهڙا ڪارڻ آهن جن جي ڪري حڪومت ڪي ميڊيا جي آزاديءَ کي محدود ڪرڻو پئي ٿو.
- حڪومت جي پاليسين مٿان ميڊيا ڪهڙيءَ ريت نگراني ڪري ٿي؟
- انهن حڪومتي ادارن کي سڃاڻڻ ۽ انهن جي فرضن جي وضاحت ڪرڻ جيڪي پرنٽ ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا کي قاعدن ۽ ضابطن جو پابند ڪن ٿا.
- اخبار يا ٽي- وي ۾ ڪنهن مقامي مسئلي کي ڪنيو ويو آهي توهان اخبار جي ايڊيٽر ڏانهن خط لکي ان مسئلي جي حل لاءِ تجويزون ڏيو.
- ميڊيا جي انهن شعبن کي ڄاڻڻ جن ۾ سڌاري جي ضرورت آهي.
- وضاحت ڪرڻ ته ماڻهن کي تعليم ۾ مدد ڏيڻ لاءِ ميڊيا ڇا ڪري سگهي ٿي.
- پرنٽ ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا ۾ استعمال ٿيندڙ تعصب (bais)، استيريوٽائپنگ (stereotyping) ۽ پروپيگنڊا (Propaganda) جي اصلاحن جي وضاحت ڪرڻ.
- سوشل ميڊيا جا فائدا ۽ نقصان لکڻ.
- انٽرنيٽ معلومات حاصل ڪرڻ جو ذريعو ڪيئن آهي ان جي وضاحت ڪرڻ.
- تحقيق ڪرڻ ته (سوشل ميڊيا سميت) تعصب، مختلف گروپ بنديءَ کي وڌائڻ ۽ سائبر دوکي بازيءَ کي هٿي ڏيڻ لاءِ ڪيئن استعمال ڪيو وڃي ٿو.
- پرنٽ ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا مان تعصب، استيريئٽائپنگ ۽ پروپيگنڊا جا مثال ڳولي ٻڌائڻ.
- اخباري ڪالمن ۾ ”حقيقت“ ۽ ”راءِ“ جي نشاندهي ڪرڻ.
- اشتهار ۾ تعصب جي نشاندهي ڪرڻ ۽ تجويز ڏيڻ ته ان کي ڪيئن غير جانبدار بڻائي سگهجي ٿو.
- ٻڌائڻ ته اشتهار عورتن ۽ مردن کي استيريئٽائيپ ڪيئن بڻائين ٿا؟

## يونٽ جو تعارف

ماڻهن جي گهڻائي/اڪثريت سان رابطي رکڻ کي ميڊيا چئجي ٿو. ميڊيا، عوامي اهميت وارن سياسي، سماجي ۽ اقتصادي معاملن کي اجاگر ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪري ٿي. هڪ جمهوري ملڪ ۾ ميڊيا، عوام جي گهرجن ۽ مسئلن کي پيش ڪري ٿي. ميڊيا، حڪومت جي فيصلن تي نگراني پڻ رکي ٿي. ڪڏهن ڪڏهن ميڊيا تي سخت تنقيد ٿئي ٿي، ڇاڪاڻ ته اها پروپيگنڊا جو ذريعو بڻجي وئي آهي. ميڊيا کي هر حال ۾ آزاد هجڻ گهرجي. ان جو فرض آهي ته معلومات ڏئي، مسئلن کي چنڊي ڇاڻي، بحث مباحثي بعد، اڻ ڌريي انداز ۾ پيش ڪري. اسان لاءِ به ضروري آهي ته ميڊيا جا ڄاڻو ٿيون. هن يونٽ جو مقصد اهو آهي ته ان ذريعي اسين ميڊيا بابت وڌيڪ باخبر ٿي، ان جا ماهر استعمال ڪندڙ بڻجي وڃون.

# ميڊيا: قسم ۽ ڪردار

**شاگردن جي سکيا جا نتيجا**

- ميڊيا جي وصف بيان ڪرڻ.
- ميڊيا جا مختلف قسم بيان ڪرڻ.
- عوام ۾ سياسي، سماجي ۽ اقتصادي مسئلن بابت شعور پيدا ڪرڻ ۾ ميڊيا (پرنٽ، اليڪٽرانڪ ۽ سوشل) جي ڪردار جي وضاحت ڪرڻ.
- اهو سمجهڻ ته سماج ۾ معلومات تائين پهچ ۽ اظهار جي آزاديءَ جا موقعا فراهم ڪرڻ ۾ ميڊيا ڪهڙو ڪردار ادا ڪري ٿي.
- وضاحت ڪرڻ ته ماڻهن ڪي تعليم ۾ مدد ڏيڻ لاءِ ميڊيا جا ڪري سگهي ٿي.
- سوشل ميڊيا جا فائدا ۽ نقصان لکڻ.
- انٽرنيٽ معلومات حاصل ڪرڻ جو ذريعو ڪيئن آهي ان جي وضاحت ڪرڻ.

## تعارف

هن باب ۾ ميڊيا جي ڪردار جو جائزو ورتو ويندو. خبرچار جا سيئي ذريعا جن وسيلي خبرون ۽ معلومات، وندر ورونهن، تعليم يا واڌاري جا پيغام پکيڙيا وڃن ٿا، تن کي عام طرح ميڊيا سڏجي ٿو. ميڊيا ۾ سڀ نشرياتي طريقا شامل هوندا آهن، ۽ محدود نشريات جيڪا ٻڌندڙن جي هڪ مخصوص حصي لاءِ هوندي آهي. ان کي پکيڙڻ يا پهچائڻ جا هي ذريعا آهن: اخبارون، ٽي-وي، ريڊيو، رسالا، بل بورڊ، ٽپال، فون ۽ انٽرنيٽ وغيره.

## ميڊيا جا قسم

ميڊيا جا ڪيترائي قسم آهن:

- **پرنٽ ميڊيا:**

ڪاغذ وسيلي خبرچار ۽ معلومات پهچائڻ کي پرنٽ ميڊيا چئجي ٿو. ان جو مثال اخبارون، ڪتاب، رسالا ۽ پمفليٽ وغيره آهن.

- **اليڪٽرانڪ ميڊيا:**

خبرچار، وندر ۽ علم جو اهو ذريعو جيڪو اليڪٽرانڪ ذريعي سان پکيڙيو وڃي، ان کي "اليڪٽرانڪ ميڊيا" سڏجي ٿو جهڙوڪ: ريڊيو ۽ ٽيليويزن وغيره.

- **ڊجيٽل ميڊيا:**

خبرچار جو اهو ذريعو جنهن کي رڳو مشين تي پڙهي سگهجي، چاڪاڻ تہ مقرر علامتون يا ڪوڊ صرف مشين پڙهي سگهي ٿي. ڊجيٽل ميڊيا کي پاڻ تيار ڪري، ڏسي، بدلائي ۽ ڪمپيوٽر تي محفوظ ڪري سگهجي ٿو. ان جا مثال هي آهن: اِي ميل، ويب سائيٽ، بلاگس ۽ انٽرنيٽ سان ڳنڍيل لاڳاپيل ريڊيو ۽ ٽيليويزن.

- **سوشل ميڊيا:**

”سماجي تعلق ذريعي خبرچار“ کي سوشل ميڊيا سڏين ٿا. انٽرنيٽ ۽ موبائيل فون ٽيڪنالاجي جي مدد سان، واسطيدار ماڻهو ڄاڻ، ويچارن، تصويرن ۽ وڊيوز کي ناهي، هڪبئي سان شيئر ڪري سگهن ٿا. سوشل ميڊيا جا ڪجهه مشهور مثال هي آهن: اسڪائيپ (Skype)، ٽوئيٽر (Twitter)، لنڪڊاِن (Linkedin)، گوگل (Google) ۽ يو ٽيوب (Youtube) وغيره.

**سرگرمي**

پرنٽ، اليڪٽرانڪ، ڊجيٽل ۽ سوشل ميڊيا جون خاصيتون لکو.

## ميڊيا جو ڪردار

ميڊيا جا هيٺيان ڪم آهن:

**خبرون ۽ معلومات:**

جيڪي ڪجهه اسان جي ملڪ يا دنيا جي ٻين ملڪن ۾ ٿئي پيو، ان بابت بروقت خبرون پهچائڻ ميڊيا جو اهم ڪم آهي. هر لمحي بدلجندڙ سماجي، اقتصادي ۽ سياسي حالتن بابت ڄاڻ ميڊيا ذريعي حاصل ٿئي ٿي. ميڊيا، آبهوا ۽ موسم جي اوچتو تبديلين کان آگاهہ ڪري ٿي تہ جيئن اسين اڳواٽ بچاءُ جون تدبيرون اختيار ڪري سگهون.

ميڊيا صرف معلومات نہ ٿي ڏئي پر اهم معاملن ۽ نُڪتن جي نشاندهي ڪري انهن کي صحيح پس منظر ۾ پيش ڪري ٿي تہ جيئن عام پڙهندڙ ۽ ٻڌندڙ چڱيءَ ريت انهن کي سمجهي سگهي. اهڙيءَ ريت، اسين جيڪي ڏسون ۽ ٻڌون ٿا، ان بابت پنهنجو رايو ناهي ڪو فيصلو ڪري سگهون ٿا.

**تعليم:**

ميڊيا جي پهچ ايتري وسيع آهي جو ”ان کي گهٽ خرچ تي تعليم“ جي واڌاري ۽ سڌاري جو ذريعو بڻائي سگهجي ٿو. توهان ميڊيا کي ڊجيٽل استاد سمجهو، جيڪو هڪ ئي وقت هزارين شاگردن کي پڙهائي ٿو. ميڊيا تي ٻارن لاءِ تعليمي پروگرام بہ هلن ٿا، جن ۾ انهن کي الف ب ۽ انگ سيکاريا وڃن ٿا ۽ دنيا بابت پڻ ٻڌايو وڃي ٿو.

وڏن شاگردن کي سائنس، ٽيڪنالاجي، طبّ ۽ سياست جي پروگرامن ذريعي واسطيدار مضمونن ۾ سکيا ڏني وڃي ٿي. ريڊيو ۽ ٽيليويزن تي مختلف ٻولين ۾ خاص پروگرام پيش ڪيا وڃن ٿا جيڪي ماڻهن جي مخصوص گروهن لاءِ هوندا آهن، جن ۾ انهن جي اهميت ۽ ضرورت وارا پروگرام ڏيکاريا ۽ ٻڌايا وڃن ٿا. هن ڏس ۾ انٽرنيٽ اهم تعليمي ڪردار ادا ڪري رهي آهي. ان ذريعي هر عمر جا ماڻهو پاڻ کي باعلم ۽ باخبر رکي سگهن ٿا.

### سجاڳي پيدا ڪرڻ:

ميڊيا جو اهم ڪردار اهو آهي تہ ماڻهن ۾ سماجي، سياسي ۽ اقتصادي سجاڳي پيدا ڪري. اهو ڪم ميڊيا ڄاڻ پهچائي ادا ڪري ٿي. ساڳئي وقت انهن مسئلن جو حل بہ پيش ڪري ٿي. ڪيترائي سماجي مسئلا ميڊيا ذريعي معلوم ٿين ٿا، جن جي باري ۾ ماڻهو سوچين ٿا ۽ انهن کي حل ڪرڻ لاءِ تجويزون ڏين ٿا. ميڊيا تي اهم سياسي معاملن بابت تفصيلي خبرون، تجزيا ۽ تبصرا ڏسون ۽ ٻڌون ٿا جن سان اسان کي پنهنجي حقن جي ڄاڻ ملي ٿي ۽ مسئلن کي سمجهڻ جي صلاحيت پيدا ٿئي ٿي. ميڊيا، سجاڳي پيدا ڪري، سماج کي مضبوط ۽ بهتر بڻائڻ ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪري ٿي.

### تفريح ۽ وندر:

ميڊيا ماڻهن لاءِ تفريح جو سنو ذريعو آهي. آڊيو (ريڊيو) وِڊيو (ٽي-وي، سئنيما) ۽ پرنٽ ميڊيا (رسالا، اخبارون، رانديون، رڏ پچاءُ) وغيره وغيره. ميڊيا پنهنجي ذريعن جو وڏو حصو تفريحي پروگرامن جي تياري ۾ خرچ ڪري ٿي جيڪي ٻارن، عورتن ۽ مردن لاءِ هوندا آهن، جن کي اهي ڏسي، ٻڌي ۽ پڙهي سگهن ٿا. وڌندڙ آبادي ۽ مختلف ماڻهن جي تفريح جي ڌار ڌار پسند کي ڏسي، تفريح ۾ نواڻ ۽ واڌارو اچي رهيو آهي. اسان وٽ قومي ميڊيا ۽ تجارتي ميڊيا آهي، جنهن ڪري سيني لاءِ تفريح جا مختلف پروگرام پيش ڪيا وڃن ٿا.

### عوامي اطلاع:

ڪيترائي بااختيار ادارا ۽ ايجنسيون ماڻهن جي اطلاع واسطي معلومات، ميڊيا ذريعي عام ڪندا آهن. انهن ۾ ڪنهن طوفان جي اچڻ يا وبائي بيماري جي پکڙجڻ، هوائي جهازن ۽ ريل گاڏين جي اچڻ ۽ روانگي ۾ دير مدار کان واقف ڪرڻ جا اطلاع هوندا آهن. انهن پيغامن سان گڏ، ميڊيا ماڻهن کي سگريٽ جي خطرناڪ اثرن ۽ وائرل بيمارين خاص طور (ڊينگي) کان بچاءَ بابت آگاهہ ڪندي رهي ٿي. ڪن حالتن ۾ اها هڪ قانوني تقاضا پڻ هوندي آهي تہ ان بابت اخبار تي اشتهار ڏنو وڃي جهڙوڪ: نالي ۾ تبديلي، ڪمن بابت ٽينڊر ڏيڻ ۽ مالڪي (ملڪيت) جي تبديلي وغيره لاءِ. اليڪشن واري باب ۾ اسان جمهوريت ۾ ميڊيا جي ڪردار بابت پڙهيو ۽ سمجهيو تہ اليڪشن جي عمل ۾ مهم سازي ۽ چونڊن جي نتيجن بابت خبرون بہ ميڊيا ڏئي ٿي.

### اشتهار بازي:

شين ۽ خدمتن جي مشهوريءَ لاءِ ميڊيا کان وڌيڪ اثرائتو ذريعو ٻيو ڪونہ آهي. هن ڏس ۾ ميڊيا جو ڪردار وڏي اهميت وارو آهي. ڪارخاني ۽ ڌنڌي وارا سڀ ماڻهو ميڊيا تي پنهنجيناهيل يا تيار ڪيل شين جا اشتهار ڏين ٿا. اهي پنهنجي شين جي اشتهار بازيءَ ۾ وڏيون رقمون خرچ ڪن ٿا. اشتهار ذريعي اهي پنهنجي شين جي طلب لاءِ مارڪيٽ پيدا ڪن ٿا. اشتهار ذريعي واهپو ڪندڙ ماڻهن کي همٿائين ٿا تہ اهي اشتهار ۾ ڏنل شيون خريد ڪن. اشتهار بازيءَ ميڊيا جي آمدنيءَ جو مکيہ ذريعو آهي.

### پنهنجي خيالن جو اظهار:

ماضيءَ ۾ پڙهندڙن ۽ ٻڌندڙن کي اظهار جي آزاديءَ جو تمام گهٽ موقعو ملندو هو. پر هاڻي انهن کي تمام گهڻا موقعا آهن تہ هو پنهنجي راءِ جو تُرت اظهار ڪن. اخبارن ۾ ”ايڊيٽر ڏانهن خط“ جو مستقل ڪالم هوندو آهي، پر هاڻي آن لائين اهي پڙهندڙن کي همٿائين ٿا تہ اهي پنهنجي خيالن جي ڏي وٺ ٻين سان ڪن. ريڊيو ۽ ٽي وي تي اهڙا پروگرام ڏنا وڃن ٿا، جن ۾ ماڻهو فون ذريعي ڳالهائي بحث مباحثي ۾ حصو وٺي سگهي ٿو ۽ پنهنجي راءِ جو اظهار ڪري سگهي ٿو. انٽرنيٽ تي تہ ماڻهو پاڻ بہ خبرچار ڏئي وٺي سگهن ٿا ۽ خبرن تي تبصرا پڻ ڪري سگهن ٿا.

## اختصار

خبر رسائڻ جا اهڙا ذريعا جن وسيلي خبرون، معلومات، تفريح، تعليم يا ڌنڌي وڌائڻ Promotional جا پيغام پکڙجي سگهجن انهن کي مجموعي طور ميڊيا سڏجي ٿو. ميڊيا جا چار قسم آهن: پرنٽ ميڊيا، اليڪٽرانڪ ميڊيا، ڊجيٽل ميڊيا ۽ سوشل ميڊيا. ميڊيا ڪيترائي ڪم ڪري ٿي پر سڀ کان اهم ڪم ماڻهن کي بروقت سچيون خبرون ٻڌائڻ ۽ انهن تي اڻ ڏريا تبصرا ۽ تجزيا ڪرڻ آهي. ميڊيا سجاڳي پيدا ڪري ٿي، تعليم کي پکيڙڻ ۾ مدد ڪري ٿي، ماڻهن کي تفريح مهيا ڪري ٿي ۽ عوامي اشتهار هلائي ٿي. معلومات پهچائڻ، پڙهندڙن ۽ ٻڌندڙن کي پنهنجي خيالن جي اظهار جو موقعو ڏيڻ سان، تقرير ۽ اظهار جي آزاديءَ کي هٿي ملي ٿي.

## باب جي پُڇاڙيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهه جو امتحان وٺو

**1- هيٺيان خال ڀريو**

(i) ماڻهن سان خبرون ۽ خيال ونڊڻ جي ذريعن کي ______ چوندا آهن.
(ii) اليڪٽرانڪ خبر رسائيءَ جي ذريعن کي ______________چئبو آهي.
(iii) ميڊيا گهرن (Houses) جي آمدنيءَ جو مکيه ذريعو ________________ آهي.
(iv) نشانين ۾ ڏنل پيغام جيڪو صرف مشين پڙهي سگهي ٿي ان کي ______ چئجي ٿو.
(v) ڪاغذ جي وسيلي خبرن جي ذريعي کي ________ سڏبو آهي.
(vi) انٽرنيٽ ۽ ٽيليويزن ذريعي ماڻهو هڪٻئي سان خبر رسائيءَ واري رابطي ۾ رهن ٿا ان کي ______ ٽيڪنالاجي چوندا آهن.

**2- هڪ خاڪو ٺاهي ميڊيا جي مختلف ڪمن کي ڄاڻايو**

**3- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو**

(i) مثال ڏئي ميڊيا جي وصف سمجهايو.
(ii) ميڊيا جا مختلف قسم لکو.
(iii) اهو ٻڌايو ته انٽرنيٽ، ميڊيا جو ڪردار ڪهڙيءَ ريت ادا ڪري ٿي؟
(iv) اهي سماجي، سياسي ۽ اقتصادي معاملا بيان ڪيو جن جي باري ۾ ميڊيا تي ڳالهه ٻولهه ٿئي ٿي.
(v) مٿين معاملن بابت سجاڳي پيدا ڪرڻ ۾ ميڊيا جو ڪهڙو ڪردار آهي؟
(vi) پنهنجي تجربي مان ٻڌايو ته عوام کي باخبر ۽ باشعور بڻائڻ ۾ ميڊيا ڪهڙي مدد ڪري ٿي؟

### (ب) پنهنجي تحقيقي مهارت کي استعمال ڪريو

(1) سوشل ميڊيا جا مختلف قسم ۽ ڪم ٻڌايو، ٿي فائدا ۽ ٿي نقصان ڄاڻايو.
(2) ڪنهن تازي سماجي برائيءَ تي عوامي خدمت جي جذبي کي اجاگر ڪرڻ لاءِ هڪ پيغام لکو ۽ ان جي اسڪول يا ڪلاس ۾ نمائش ڪريو.

### (ج) ٻين سان سهڪار ڪريو

ٽئن جي گروپ ۾ گڏجي هن مشق جي حصي ”ب“ ۾ ڄاڻايل تحقيق ڪريو.

# جمهوري سماج ۾ ميڊيا جو ڪردار

## شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- هڪ جمهوري سماج ۾ ميڊيا جي اهميت بيان ڪرڻ.
- پاڪستان ۾ جمهوريت جي واڌاري لاءِ ميڊيا جي خدمتن جو جائزو وٺڻ.
- آزاد ۽ خودمختيار ميڊيا جي اهميت بيان ڪرڻ.
- اهي ڪهڙا ڪارڻ آهن جن جي ڪري حڪومت کي ميڊيا جي آزاديءَ کي محدود ڪرڻو پئي ٿو.
- حڪومت جي پاليسين مٿان ميڊيا ڪهڙي ريت نگراني ڪري ٿي.
- انهن حڪومتي ادارن کي سڃاڻڻ ۽ انهن جي فرضن جي وضاحت ڪرڻ جيڪي پرنٽ ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا کي قاعدن ۽ ضابطن جو پابند ڪن ٿا.
- اخبار يا ٽي وي ۾ ڪنهن مقامي مسئلي کي ڪٽڻ ۽ اخبار جي ايڊيٽر ڏانهن خط لکي ان مسئلي جي حل لاءِ تجويزون ڏيڻ.

## تعارف

اسان اهو پڙهيو آهي ته جمهوريت عوام جي حڪومت آهي يا پنهنجي پاڻ تي حڪمراني ڪرڻ جي اصول تي ٻڌل آهي. اسان کي اها به خبر آهي ته جمهوري حڪومت جو مکيه ڪم عوام جي حقن ۽ مفادن جي حفاظت ۽ سندن ڀلائي لاءِ ڪم ڪرڻ آهي. جمهوريت ۾ ميڊيا جو هڪ ڪم اهو به آهي ته شهرين جي حقن جي تحفظ لاءِ جدوجهد ڪري، خاص ڪري اظهار جي آزادي، تقرير ۽ تحرير ۽ ڄاڻ حاصل ڪرڻ جي حق جي حمايت ڪري.

**فقرو 19-**

هر شهريءَ کي تقرير ۽ اظهار جي آزاديءَ جو حق حاصل آهي. ميڊيا پڻ آزاد هوندي پر قانون طرفان لاڳو ڪيل جائز پابندين جو خيال رکيو ويندو ته جيئن اسلام جي وقار، پاڪستان يا ان جي ڪنهن حصي جي سالميت، ٻاهرين ملڪن سان دوستيءَ وارا ناتا، عام شهرين جي امن امان ۽ اخلاقيات يا عدالت جي توهين يا ڏوهه ڪرڻ لاءِ آماده ڪرڻ جو باعث نه بڻجي.

**فقرو 19 (الف)**

معلومات جي رسائيءَ جو حق: هر شهريءَ جو اهو حق آهي ته ڪيس عوامي اهميت جي معاملن ۾ معلومات مهيا ڪئي وڃي پر ان ڏس ۾ قانون موجب جائز پابنديون ۽ قاعدا ۽ قانون لاڳو رهندا.

(اسلامي جمهوريه پاڪستان جو آئين 1973ع باب ڇهون)

اسان کي اها خبر آهي ته جديد نمائندگيءَ وارين جمهوريتن ۾ ماڻهو حڪومتي معاملن ۾ سڌيءَ طرح شريڪ ٿي نه ٿا سگهن، تنهن ڪري ماڻهو پاڻ منجهان ئي عيوضي چونڊين ٿا، جيڪي سندن نمائندگي ڪن ٿا. ميڊيا جو ڪم نگراني ۽ چوڪيداري وارو آهي.

ان جو مطلب اهو آهي تہ ميڊيا لازمي طور عوامي عهديدارن تي نظر رکي ۽ انهن جي ڪارڪردگيءَ کي پوري طرح ۽ درست نموني پيش ڪري. اهڙيءَ طرح ميڊيا جي اک سان عوام پنهنجي نمائندن جي ڪردار کي ڏسي ٿو تہ اهي عوامي معاملن کي ڪيئن ٿا هلائين ۽ ان باري ۾ پنهنجي راءِ قائم ڪري سگهن ٿا، جيڪا نمائندن جي چونڊ ۽ سياسي پارٽين کي اقتدار ۾ آڻڻ وقت مددگار ثابت ٿئي ٿي.

ميڊيا، تقرير ۽ اظهار جي آزاديءَ کي يقيني بڻائي ٿي. اها شهرين کي معلومات ۽ ڄاڻ پهچائي ٿي، ان لاءِ تہ اهي باخبر ٿي ذميواري سان پنهنجي نمائندن جي چونڊ ڪن. عوام ميڊيا ذريعي اهو بہ ڏسي ٿو تہ عوامي نمائندا پنهنجي حلف سان ڪيترو سچا آهن. ماڻهن کي اهو بہ حق حاصل آهي تہ ڪنهن ٽي-وي چينل خلاف پنهنجي ناراضگيءَ جو اظهار ڪن، جنهن سان شهرين جي حقن جي پيچڪڙي ٿي هجي يا تعصب کي وڌايو ويو هجي.

## عوامي معاملن ۾ شفافيت

جهڙي نموني معاملا هلي رهيا آهن، ان باري ۾ عوام کي باخبر رکڻ لاءِ ضروري آهي تہ حڪومت جي ٽنهي شاخن قانونيہ، انتظاميہ ۽ عدليہ پنهنجي ڪارڪردگيءَ کي شفاف بڻائي عوام اڳيان رکن. لڪيل ۽ ڳُجهيون ڳالهيون گهٽ ۾ گهٽ هجن. ان جو مطلب اهو ٿيو تہ جهڙيءَ ريت قانون ناهيا وڃن ٿا ان عمل جي سڄي ڪاروائي عوام آڏو اچي. عدالتي ڪارروائي بہ کليل هئڻ گهرجي. مقصد تہ عوام کي سيني عوامي معاملن ۾ معلومات جي رسائيءَ جو مڪمل حق حاصل هئڻ گهرجي.

چا توهان کي خبر آهي؟

نہ رڳو رشوت وٺڻ پر رشوت ڏيڻ بہ ڏوهہ آهي

## آزاد ۽ خودمختيار ميڊيا

عوامي معاملن، خراب پاليسين وارن فيصلن، نااهل انتظاميہ تي نگاهہ رکڻ ۽ رشوت جيڪا سيني عوامي ڪارروائين، عملن ۽ قدمن ۾ نمايان نظر اچي ٿي، انهن کي وائکو ڪرڻ لاءِ ضروري آهي تہ ميڊيا آزاد ۽ خودمختيار هجي تہ جيئن آزاديءَ سان، بنا دٻ ۽ لالچ جي رشوت کي بي نقاب ڪري سگهي ۽ انتظاميہ کي سُجاڳ ڪري تہ اهي تحرڪ ۾ اچن ۽ ان تي ضابطي آڻڻ لاءِ مناسب قدم کڻن.

آزاد ۽ خودمختيار ميڊيا جو مطلب اهو آهي ته ميڊيا (ريڊيو، ٽيليويزن، اخبارن يا انٽرنيٽ) حڪومتي ڪنٽرول ڌمڪي ۽ جوڙتوڙ کان آزاد هجي. قانون کي ميڊيا جي آزاديءَ جي حفاظت ڪرڻ گهرجي ته جيئن اها بي خوف عوامي نگرانيءَ جو فرض ادا ڪري سگهي ۽ ان کي ڪنهن ڏنڊ يا سزا جو ڊپ نه هجي.

## ذميوار شهريت

جمهوريت ۾ ميڊيا جي حوالي سان شهرين تي هيٺيون جوابداريون عائد ٿين ٿيون:

- عوامي معاملن کان خبردار رهڻ لاءِ ميڊيا جو استعمال ڪن.
- اطلاع ۽ معلومات جي مختلف ذريعن کي استعمال ڪن ته جيئن مڪمل ۽ متوازن خيالن کي معلوم ڪري سگهجي.
- انهن سماجي، سياسي ۽ اقتصادي معاملن تي پنهنجي راءِ جو اظهار ڪن جن جي باري ۾ ميڊيا تي بحث مباحثو هلندڙ آهي.
- جڏهن حڪومت تي تنقيد ڪندي ميڊيا کي خطرو ٿئي ته ان جي آواز کي گُهٽيو ٿو وڃي ته ان جي خلاف عوام کي پنهنجو ڀرپور آواز اٿارڻ گهرجي.

## اظهار جي آزاديءَ تي ڪي پابنديون

اهو ڏٺو ويو آهي ته ميڊيا تي هلندڙ معلومات گهٽي ڀاڱي هاڃيڪار ناهي، جنهن جو بچاءُ "اظهار جي آزادي" ۾ ڏنل آهي ۽ جنهن جي حق جي ضمانت آئين ۾ ڏنل آهي. ان هوندي به اهڙي معلومات ڏيڻ، ونڻ ۽ اهڙن خيالن کي پکيڙڻ جنهن سان عام ماڻهو جوش ۾ اچن ۽ تشدد تي لهي اچن ۽ خون خرابو ڪن، ان کي ڪير به برداشت نه ڪندو ۽ نه چاهيندو ته اهڙن خيالن جي عام پرچار ٿئي. تنهن ڪري اظهار جي آزاديءَ تي ڪي پابنديون به عائد ٿين ٿيون جيڪي آئين ۾ ڏنل آهن (ڏسو آرٽيڪل 19).

## ميڊيا کي قاعدي قانون مطابق هلائڻ

ميڊيا جي ڪردار کي قانون مطابق هلائڻ لاءِ پاڪستان جي حڪومت 2002ع ۾ پاڪستان پريس، نيوز پيپرس، نيوز ايجنسيز ۽ بُڪس رجسٽريشن آرڊيننس (PNNABRO) ۽ 2002ع ۾ ئي اليڪٽرانڪ ميڊيا تي پاڪستان اليڪٽرانڪ ميڊيا ريگيوليٽري اٿارٽي (PEMRA) لاڳو ڪيا آهن، ته جيئن اهي مقرر حدن کان اڳتي وڌي نه وڃن ۽ پنهنجي حدن ۾ رهندي ملڪ ۽ عوام جي خدمت ڪن.

### پيمرا (PEMRA) جا مُکيه ڪم هيءُ آهن:

- معلومات، آگاهي ۽ تفريح جي معيار ۾ سڌارو آڻڻ.
- پاڪستان جي ماڻهن کي خبرن، روزاني جي ملڪي ۽ غير ملڪي حالتن، سائنس ۽ ٽيڪنالاجي، موسيقي، راندين ۽ ڊرامن وغيره جا وڌ کان وڌ پسند ٿيندڙ ۽ چونڊ پروگرام ڏسڻ جا موقعا فراهم ڪرڻ.

- عوامي ميڊيا جي دائري کي مقامي ۽ ڪميونٽي سطح تائين پکيڙڻ ته جيئن اختيارين ۽ ذميدارين جي منتقلي هيٺينءَ سطح تائين ٿي سگهي ۽ اتان جو عوام به ميڊيا مان فائدو حاصل ڪري سگهي.
- معلومات جي ذريعن کي آزاديءَ سان هر سطح تي ڪم ڪرڻ لاءِ سهولتون فراهم ڪرڻ ته جيئن احتساب، صاف سُٿري ۽ سٺي حڪمرانيءَ کي يقيني بڻائي سگهجي.

## اختصار

صحتمند جمهوريت جي تشڪيل ۾ ميڊيا جو نهايت اهم ۽ نازڪ ڪردار آهي. جمهوريت اها تقاضا ڪري ٿي ته عوام کي اظهار جي آزادي ۽ معلومات جي آزاديءَ جا حق حاصل هجن. ميڊيا، عوامي عهدن تي فائز ماڻهن جي ڪارڪردگي ۽ خدمتن بابت شهرين کي مڪمل معلومات فراهم ڪري ٿي ته جيئن اهي مستقبل ۾ ٿيندڙ چونڊن ۾ لائق ۽ قابل عوامي نمائندن جي چونڊ ڪري سگهن ۽ انهن سياسي جماعتن کي اقتدار ۾ آڻين جيڪي صحيح معنيٰ ۾ عوام جي خدمت جو حق ادا ڪري سگهڻ جي صلاحيت رکن ٿيون. ميڊيا شهرين کي باشعور ۽ باخبر بڻائي ٿي. آزاد ۽ خودمختيار ميڊيا، غلط ۽ بي سود عوامي پاليسين، فيصلن، نا اهلي ۽ ڪرپشن کي وائکو ڪري ٿي ته جيئن عوام دشمن عنصرن خلاف جوڳو قدم کڻي سگهجي ۽ ملڪي انتظام ۾ سڌارو آڻي سگهجي. اڪثر اظهاريل ڳالهيون جوکم ۽ خرابيءَ کان آجيون هونديون آهن ۽ انهن جو بچاءُ لاڳاپيل قانونن ۾ ٿيل هوندو آهي، پر تنهن هوندي به ڪي پابنديون مڙهڻ لازمي ٿي پون ٿيون ته جيئن اهڙين خبرن، تبصرن ۽ تجزين جي ڪري قومي سلامتي ۽ ملڪ جو امن امان خراب ڪرڻ ۽ ڌوهه ڪرڻ لاءِ آمادگي وارن منفي لاڙن جي مؤثر روڪ ٿي سگهي. ميڊيا تي اهڙي نظر حڪومت طرفان قائم ڪيل ادارا رکن ٿا جن جو ڪم ئي اهو آهي ته اهي ڏسن ته قانونن جي ڀڃڪڙي ته نه ٿي رهي آهي.

## باب جي پُڄاڻيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجھ جو امتحان وٺو

#### 1. هيٺيان خال ڀريو

(i) ميڊيا ________ ۽ ________ جي حق جي واڌاري ۽ بچاءَ جي حمايت ڪري ٿي.

(ii) جڏهن ميڊيا عوامي عهدن تي فائز فردن جي فيصلن کي عوام تائين پهچائي ٿي تڏهن اها ________ جو ڪردار ادا ڪري ٿي.

(iii) معلومات جي رسائي شهرين کي اهو فيصلو ڪرڻ ۾ مدد ڪري ٿي ته ايندڙ چونڊن ۾ هو ڪهڙن نمائندن کي ________ڪن.

(iv) جيڪڏهن ميڊيا کي نگراني ۽ چوڪيداريءَ وارو ڪردار نڀائڻو آهي ته ان کي ________ ۽ ________ هجڻ گهرجي.

#### 2. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

(i) جمهوري سماج ۾ ميڊيا جي ڪهڙي اهميت آهي؟

(ii) اظهار جي آزادي ۽ معلومات جي آزاديءَ جي حقن کي ميڊيا ڪيئن اڳتي وڌائي ٿي؟

(iii) ميڊيا آزاد ۽ خودمختيار ڇو هئڻ گهرجي؟

(iv) پاڪستان جو آئين، اظهار جي آزاديءَ جي حق تي ڪهڙيون پابنديون مڙهي ٿو؟

(v) پيمرا (PEMRA) جا مکيه فرض بيان ڪريو.

### (ب) پنهنجي تحقيقي مهارت کي استعمال ڪريو

ٽيليويزن تي خبرن ۽ ٽاڪ شو کي ڏسو ۽ ٻڌايو ته اهي پروگرام شهرين کي حڪومت بابت ڪيترو باخبر رکن ٿا؟

### (ج) پين سان سهڪار ڪريو

پنهنجي والدين سان گڏجي معلوم ڪريو ته پاڪستان ۾ جمهوريت جي اوسر لاءِ ميڊيا ڪهڙيون خدمتون انجام ڏنيون آهن. هر خدمت لاءِ گهٽ ۾ گهٽ هڪ مثال ڏيو.

# ميڊيا جون خاميون

**شاگردن جي سکيا جا نتيجا**

- پرنٽ ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا ۾ استعمال ٿيندڙ تعصب (bais)، اسٽيريوٽائيپنگ (stereotyping) ۽ پروپيگنڊا (Propaganda) جي اصلاحن جي وضاحت ڪرڻ.
- پرنٽ ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا مان تعصب، اسٽيريوٽائيپنگ ۽ پروپيگنڊا جا مثال ڳولي ٻڌائڻ.
- تحقيق ڪرڻ ته (سوشل ميڊيا سميت) تعصب، مختلف گروپ بنديءَ کي وڌائڻ ۽ سائبر دوکي بازيءَ کي هٿي ڏيڻ لاءِ ڪيئن استعمال ڪيو وڃي ٿو.
- اخباري ڪالمن ۾ حقيقتن ۽ راءِ جي نشاندهي ڪرڻ.
- اشتهار ۾ تعصب جي نشاندهي ڪرڻ ۽ تجويز ڏيڻ ته ان کي ڪيئن غير جانبدار بڻائي سگهجي ٿو.
- ٻڌائڻ ته اشتهار مردن ۽ عورتن کي اسٽيريوٽائيپنگ ڪيئن بڻائن ٿا.
- ميڊيا جي انهن شعبن کي ڄاڻڻ جن ۾ سڌاري جي ضرورت آهي.

## تعارف

اسان ٻين فردن ۽ گروهن کان متاثر ٿيون ٿا. دٻاءَ وارو گروهه (Presure group) ماس ميڊيا، ٽيليويزن، ريڊيو، اخبارون، رسالا ۽ ڪتاب اسان کي معلومات ڏين ٿا ۽ متاثر به ڪن ٿا. جيڪي ڄاڻ يا علم اسان کي ملي ٿو اهو صحيح به ٿي سگهي ٿو ته گمراهه ڪندڙ به. اسان کي اها پڪ ڪرڻ جي ضرورت آهي ته جيڪي ڪجهه ڇپجي ٿو، ٽيليويزن تي ڏيکاريو وڃي ٿو يا انٽرنيٽ تي رکيو وڃي ٿو، اهو درست آهي يا گمراهه ڪندڙ. تنهن ڪري اخبار پڙهندي، ريڊيو ٻُڌندي، ٽيليويزن ڏسندي يا انٽرنيٽ تي معلومات ڳوليندي اسين تڪڙ ۾ ڪنهن نتيجي کي پهچي نه پئون، پر ان بابت وڌيڪ معلومات وٺي، پنهنجي ذهن کي استعمال ڪندي، اهو فيصلو ڪريون ته ڪنهن تي اعتبار ڪجي ۽ پنهنجا ويچار ۽ رايا پاڻ جوڙي ان مطابق قدم کڻون.

ميڊيا وٽ ڪيترائي طريقا آهن جن وسيلي غلط ۽ گمراهه ڪندڙ ڄاڻ ۽ خبرون به پکيڙي ٿي. هيٺ اهڙا ڪجهه طريقا ٻڌائجن ٿا، جن کي پڙهي توهان کي اها خبر پئجي ويندي ته ڇا غلط آهي ۽ ڇا صحيح آهي. ان مطابق توهان فيصلو ڪري سگهندا ته ڪنهن تي اعتبار ڪجي ۽ ڪنهن تي نه ڪجي. اهڙيءَ ريت توهان صحيح رُخ ۾ فيصلي ڪرڻ جي لائق ٿيندؤ.

### حقيقت ۽ راءِ (Fact and Opinion)

حقيقت اها آهي ته جيڪا واقعي رونما ٿي چڪي آهي ۽ جنهن کي توهان ثابت ڪري سگهو. حقيقت کي سڌيءَ طرح ڏسي پسي سگهجي ٿو ۽ ان جي تصديق به ڪري سگهجي ٿي، جنهن جي ثابتيءَ لاءِ اوهان وٽ شاهديون به هجن. مثال طور ”قائداعظم محمد علي جناح 11 سيپٽمبر 1948ع تي وفات ڪري ويو“ واري ڳالهه جي اخباري رپورٽن ۽ وفات جي سرٽيفڪيٽ ذريعي تصديق ڪري سگهجي ٿي. راءِ، عام بيان آهي جيڪا ماضي،

حال يا مستقبل بابت ڪنهن عقيدي، خيال يا فيصلي بابت هونديآهي، جنهن کي مڪمل طرح سچو ثابت نٿو ڪري سگهجي. راءِ شاهديءَ تي ٻڌل نہ هوندي آهي جو ان جي تصديق ڪري سگهجي. مثال طور ”منهنجي ماءُ دنيا جي بهترين رڌي پڪي ڪرڻ واري آهي“ اها هڪ راءِ آهي جنهن جي صحيح يا غلط هجڻ جي باري ۾ شاهدي موجود ناهي.

جڏهن ميڊيا خبر يا معلومات ڏئي ٿي تہ لازمي طرح ان کي حقيقتون ٻڌائڻ گهرجن، تنهن هوندي بہ ڪڏهن ڪڏهن ميڊيا راين کي اهڙيءَ ريت بيان ڪري ٿي ڄڻ اهي حقيقتون هجن، جيڪا ڳالهہ ڪنهن بہ ريت مناسب ۽ درست نہ آهي. تنهن ڪري هاڻي اهو ضروري ٿي پيو آهي تہ هر هڪ شخص کي اها ڄاڻ هئڻ گهرجي تہ راءِ ۽ حقيقت ۾ فرق ڪهڙو آهي؟

**سرگرمي**

اخبار پڙهي ان ۾ راءِ ۽ حقيقت کي ڌار ڌار سمجهو. جنهن جملي کي حقيقت يا عالمي سچ سمجهو ٿا، ان اڳيان ”ح“ (يعني حقيقت) لکو ۽ جنهن ۾ انفرادي راءِ جو اظهار ٿيل هجي ۽ ان بابت شاهدي پيش ڪري نہ سگهجي ان اڳيان ”ر“ (يعني رايو) لکو.

## ميڊيا جي تعصب کي واضح ڪرڻ (Exploring Media Bias)

تعصب (Bias) هڪ اهڙي رجحان کي چئجي ٿو، جنهن ۾ هڪ شخص، گروهہ جي راءِ جو ڀرپور پاسو کڻي ان جي حمايت ڪجي ۽ ان جي مخالف شخص، گروهہ جي راءِ کي ڪابہ اهميت نہ ڏجي. تعصب هميشہ ڏاڍ ۽ ناانصافي تي ٻڌل هوندو آهي. ميڊيا جو تعصب ڪنهن نيوز رپورٽر يا خبرون ڏيندڙ شخص جي ان ورتاءُ مان ظاهر ٿيندو آهي جڏهن اهو گڏ ٿيل خبرن جي چونڊ ڪندو آهي. تعصب جو اظهار ان وقت بہ ٿئي ٿو جڏهن اخبارون، ريڊيو ۽ ٽي-وي اسٽيشنون هڪڙين خبرن کي شايع ڪن ۽ ٻين کي شايع نہ ڪن يا ڪن تہ اڻ پوريون ۽ اڻ ڳانڍاپي سان شايع ڪن يا ٻُڌائين ۽ ڏيکارين. ميڊيا جي انهيءَ تعصب کي ماڻهو سمجهن بہ ٿا ۽ ان کان متاثر بہ ٿين ٿا تہ اها ڪنهن جي راءِ کي يا تہ بنهہ پيش نہ ٿي ڪري يا وري ان کي ٽوڙي مروڙي پيش ڪري ٿي تہ جيئن اهو خيال اصلي شڪل ۾ معنيٰ ۾ عوام آڏو نہ اچي ۽ ماڻهو لاعلم يا گمراهہ ٿين.

### تعصب کي ڪيئن سڃاڻجي؟

توهان پنهنجي پاڻ کان هيٺيان سوال پڇي ميڊيا جي تعصب کي سڃاڻي سگهو ٿا:

- **جاڻي واڻي غلطي ڪرڻ:**

اهو ڏسو تہ ڪهڙيءَ ڌر جي راءِ ڏني وئي آهي؟ ڇا سيني ڌرين جو مؤقف ظاهر ڪيو ويو آهي يا رڳو هڪ ڌر واري پاسي کي وضاحت سان بيان ڪيو ويو آهي؟

- **واقعي جو انتخاب:**

ڇا اها رپورٽ سچ ۾ هڪ ئي رُخ بار بار سامهون آڻي ٿي؟

- **ذريعن جي چونڊ:**

اها پڇا ڪريو تہ ذريعا ڪهڙا آهن؟ جڏهن رپورٽر ٻڌائين ٿا تہ ”ماهرن جو خيال

آهي“ يا ”اڪثر ماڻهو تسليم ڪن ٿا“ تڏهن اسان کي يقين سان خبر نہ ٿي پئي تہ جيڪا ڳالهہ ٿئي پئي تنهن جو خاص ذريعو ڪهڙو آهي ۽ انهن ماڻهن جو ذاتي خيال يا مؤقف ڇا آهي؟

- **نالو يا نپو مڙهڻ:**

ڪنهن واقعي جي ٻنهي (ڌرين) پاسن وارن ماڻهن کي ڪهڙو نالو ڏنو ويندو آهي؟ ڇا هڪ ڌر کي انتها پسند ۽ ٻئي ڌر تي ڪوبہ ليبل (نپو) نہ ٿو هنيو وڃي؟ ڇا هڪ ڌر کي هاڪاري ۽ ٻئي ڌر کي ناڪاري نپو هنيو پيو وڃي؟

- **اهميت واري جاءِ ڏيڻ ۾ تعصب:**

ڇا اهم خبرن کي اهم جاءِ تي رکيو ويو آهي؟ ڏسو ان جاءِ کي جتي اهم خبرون ڏجن ٿيون. اهم خبرون انهن صفحن تي ڏجن ٿيون، جن کي اڪثر ماڻهو پڙهن ٿا (عمومًا پهريون صفحو)، اهڙيءَ ريت اهم خبرون ريڊيو ۽ ٽيليويزن تي پهريان نشر ٿيڻ گهرجن.

- **گُهمائي ڦيرائي ٻڌائڻ:**

اڪثر خبرن جي ڪنهن خاص لاڙي جي خبر نہ ٿي پئي. ان لاڙي جو اندازو تڏهن ٿئي ٿو، جڏهن ڪنهن واقعي يا پاليسيءَ جو رڳو هڪ پاسو بيان ڪجي ٿو، جيڪو رپورٽر جي داخلي ٽيڪا ٽپڻيءَ جو نتيجو آهي. ان جي ڪري خبر هڪ طرفي معلوم ٿيندي آهي.

- **شهري لاڙو:**

اسان جي ميڊيا گهڻي ڀاڱي شهري ڪلچر جي عڪاسي ڪري ٿي، توڙي جو ملڪ جو اڪثر عوام ٻهراڙين ۾ رهي ٿو. اسان جا ڳوٺ ثقافتي لحاظ کان ڏاڍا شاهوڪار آهن ۽ ڪيترن ئي اخلاقي ۽ سماجي قدرن سان مالا مال آهن. جن کي وڌائڻ ۽ پکيڙڻ جي ضرورت آهي. جيڪڏهن آهستي آهستي ان سوچ جا لاڙا متجندا بہ رهن ٿا، پوءِ بہ ان جي لاءِ وڌيڪ ڏيان ۽ وسيلا گهربل آهن.

> **سرگرمي**
>
> اخبارون ۽ رسالا پڙهو ۽ انهن ۾ جتي بہ تعصب نظر اچي، ان کي نوٽ ڪريو.
>
> ريڊيو ٻڌو ۽ ٽيليويزن ڏسو ۽ نوٽ ڪريو تہ ڪٿي ڪٿي تعصب جو اظهار ڪيو ويو آهي.

## اسٽيريوٽائيپنگ (Stereo Typing)

اسٽيريوٽائيپنگ ”دقيانوسيءَ“ کي چوندا آهن. يعني ”لڪير جو فقير“ يا هڪ لفظ يا جملي کي سيني سان ڳنڍي ان خيال کي سڄي طبقي، ٽولي، قوم يا ذات تي مڙهي ڇڏجي. اها خواه مخواه ”وڏايل“ ۽ اڪثر دل آزاريندڙ هوندي آهي. ان ۾ انفرادي طور مختلف هجڻ

ڪي نظرانداز ڪري سڄي گروهه ۾ سيني ڪي هڪجهڙو سلهاڙي ڇڏجي ٿو. مثال طور ”سڀ آفريڪي ماڻهو سُست ۽ پروسي لائق نه آهن“. يا ”فوٽبال جا رانديگر ڇسا بي وقوف هوندا آهن.

ميڊيا اهڙا نوان دقيانوسي جملا گهڙي ان عمل ۾ اضافو ڪري رهي آهي. ڪي رائج دقيانوسي مثال هيٺ ڏجن ٿا:

### جنس جي بنياد تي دقيانوسي:

مردن توڙي عورتن جي باري ۾ اهڙيون ڪوڙ دقيانوسي روايتون آهن. جهڙوڪ ”مرد ڪمائو پٽ آهن“ يعني اهي پئسا ڪمائي اچن ٿا. ”عورتون گهريلو ڪم ڪار لاءِ ئي آهن“. انهن کي گهر ۾ ويهڻ گهرجي. ”مرد ڪرنگهي جي هڏيءَ مثل آهن“ يعني اهي سگهارا آهن ۽ گهڻو ڪم ڪن ٿا. ”عورتون ڪچن پچن نه ٿيون ۽ اهڙيون چالاڪ ۽ چست ناهن جيترا مرد آهن“.

### نسلي دقيانوسي:

هڪ دقيانوسي جيڪا ڪنهن نسل يا قوم ڏانهن منسوب ٿيندي آهي، جهڙوڪ ”الف“ قوم جا ماڻهو ”ب“ قوم جي مقابلي ۾ وڌيرا ۽ جاهل آهن. نسلي دقيانوسيءَ جا بيا ناڪاري مثال جيئن ”ڪارين عورتن (آفريڪي) کي دائي (ٿلهيون، جوشيليون ۽ وڏي آواز ۾ ڳالهائيندڙ) ۽ ڪارن مردن (آفريڪي) کي جانور (جهنگلي، بي رحم ۽ وحشي) تصور ڪيو ويندو آهي“. جڏهن ته انهن کي راندين ۽ گلوڪاريءَ ۾ پڙ طور هاڪاري دقيانوسي تصور ڪيو ويندو آهي.

### ثقافتي دقيانوسي:

ثقافتن ۽ ملڪن بابت به دقيانوسي ڳالهيون جاري ساري ۽ عام مشهور آهن. مثال طور”سڀ ايشيائي ماڻهو چانور کائڻ پسند ڪن ٿا“. ”عيسائي سوچي سمجهي فيصلو ڪندا آهن“. ”ڇوڪريون راندين ۾ پڙ ناهن“. يا روزگار سان لڳل پاڪستاني مرد سنا مڙس ثابت ٿين ٿا.

### فرقيوارا ٽي دقيانوسي:

فرقيوارا ٽي دقيانوسي ان کي چئجي ٿو، جڏهن ڪنهن ملڪ ۾ رهندڙ هڪ گروهه پنهنجي ڪردار ۽ خوبين کي بين ڪان بهتر ۽ اعليٰ سمجهڻ لڳي ٿو. مثال طور ”الف“ نسلي گروهه ”ب“ گروهه جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ ذهين، محنتي ۽ ملڪ سان وفادار ۽ مذهبي آهي.

**سرگرمي**

- اهڙي دقيانوسي خيالن جي فهرست ناهيو، جنهن جو واسطو جنس سان آهي ۽ ان کي پاڪستاني ميڊيا فروغ ڏئي رهي آهي. انهن جا مثال ٽي وي ڊرامن ۽ اشتهار مان ڏيو.
- ڪن به ٽن چينلن تي خبرون ڏسو ۽ انهن تنهي جي پيشڪش جي انداز جي ڀيٽ ڪريو.

## پروپئگنڊا (Propaganda) ڇاڪي ٿو چئجي؟

پروپئگنڊا انهي منظم ڪوشش کي چئجي ٿو جنهن تحت راين ۽ عقيدن کي ٽوڙي مروڙي ۽ دوکيبازيءَ سان پيش ڪيو وڃي ٿو. پروپئگنڊا ڪنهن مقصد جي پنيرائي يا ان مؤقف ۽ قدر کي ڇيهو رسائڻ واسطي ڪئي وڃي ٿي، جيڪو ڪنهن خيال، فڪر يا شخص کي پهچائي سگهجي ٿو، جنهن ذريعي آبادي جي هڪ حصي جي روش ۽ سوچ کي متاثر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ٿي.

تعصب ۽ ٽوڙي مروڙي پيش ڪيل معلومات اڪثر ڪري ڪجهه حقيقتن کي ظاهر ۽ ڪجهه کي لڪائي ٿي. ڪڏهن ڪڏهن ته جذبن کي پڙڪائيندڙ مواد جا پيغام جاري ڪيا ويندا آهن ته جيئن پيش ڪيل معلومات بابت عقلي موٽ حاصل نه ٿي سگهي ۽ ماڻهو جذبن جي وهڪري ۾ وهي وڃن.

## پروپئگنڊا جون عام مهارتون

پروپئگنڊا جون ڪيتريون ئي مهارتون آهن، پر هتي عام طرح استعمال ٿيندڙ اٺ نمونا پيش ڪجن ٿا:

- **ڪارڊ چنبڙائڻ:** اهڙو ليبل لڳائجي جيڪو يا ته تمام سٺو ۽ ناياب لڳي يا بنهه خراب ۽ بيهودو هجي.
- **گهٽ وڌ ڳالهائڻ:** ڪنهن شيءِ يا شخص جي باري ۾ ناڪاري لفظ ڳالهائڻ يا ننول ڪرڻ.
- **موقعي پرستيءَ ڪان ڪم وٺڻ:** جيئن "هرڪو اهڙو ئي آهي" يا "هر ڪو ائين پيو ڪري".
- **جذبن کي اُڀارڻ:** جذبن کي پڙڪائڻ خاطر ڇاڻ جو استعمال ڪرڻ.
- **منتقل ڪرڻ:** ڪنهن معياري شيءِ يا شخص جي ساک کي بي شيءِ يا شخص ڏانهن لاڙي وڃڻ ته جيئن ان کي به وقار ۽ قدر جي نگاهه سان ڏٺو وڃي. ان ۾ اهڙيون علامتون ۽ اهڃاڻ به استعمال ڪجن ٿا، جيڪي ان مقصد لاءِ هونديون ئي نه آهن.
- **چمڪندڙ عموميتون:** ڪنهن شيءِ يا شخص کي شاندار نموني بيان ڪرڻ ته جيئن عوام جو ڌيان انهن ڏانهن ڇڪجي سگهي.
- **صداقت ناما:** ڪنهن معتبر ۽ باوقار شخص جي راءِ کي تمام مثبت طريقي سان پيش ڪرڻ.
- **سادا عوامي:** هڪ عام ماڻهوءَ کي استعمال ڪجي جيڪو انهن شين بابت ٻڌائي ٿو ته جيئن عام ماڻهو به ان کي پنهنجي ڪم جي شيءِ سمجهي خريد ڪن.

### سرگرمي

ٽيليويزن ڏسو يا ريڊيو ٻڌوءِ مٿي بيان ڪيل پروپئگنڊا ۾ استعمال ڪئي ويندڙ هر هڪ مهارت جي نشاندهي ڪريو.

## اختصار

ميڊيا طرفان پهچايل خبر ۽ معلومات اڻ پوري يا گمراهہ ڪندڙ ٿي سگهي ٿي. اڻ پوري ۽ گمراهہ ڪندڙ معلومات، اڪثر ڪري خبر ڏيڻ لاءِ نہ پر اسان کي متاثر ڪرڻ لاءِ ڏني ويندي آهي. اڻ پوريون ۽ گمراهہ ڪندڙ خبرون ڪيترن ئي طريقن سان ڏيئي سگهجن ٿيون. تعصب هڪ اهڙو منفي لاڙو آهي، جنهن ذريعي هڪ شخص، گروهہ، شيءِ يا نقطهءِ نظر کي ٻئي تي فوقيت ۽ ترجيح ڏجي ٿي. دقيانوسي يعني ڪنهن فردن، ڪميونٽي يا قوم کي ڄاڻڻ کان سواءِ ئي گڏ سلهاڙي انهن بابت ڪا راءِ يا فتويٰ ڏيڻ. پروپئگنڊا ڪنهن اداري، مقصد يا شخص کي مدد ڪرڻ يا ان جي وقار کي ڇيهو رسائڻ لاءِ ڄاڻي واڻي افواهہ پکيڙڻ ۽ غلط سلط ڳالهيون ڪرڻ.

## باب جي پڄاڻيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهہ جو امتحان وٺو

**1. هيٺيان خال ڀريو**

(i) ميڊيا اسان کي نہ رڳو معلومات ۽ خبرون ڏئي ٿي پر اها اسان کي ______ بہ ڪري ٿي.

(ii) حقيقت ____________ بہ ٿي سگهي ٿي.

(iii) ڪنهن شخص يا گروهہ جي راءِ کي ٻئي تي ترجيح ڏيڻ جي رجحان کي ______ سڏبو آهي.

(iv) جذبن کي اُڀارڻ لاءِ استعمال ڪيل ڄاڻ کي ___________ چئبو آهي.

(v) جڏهن سڀ عورتون ۽ سڀ مرد ڪنهن هڪ رَوش مطابق هلن تہ ان کي _____ جو مثال چئبو.

**2. هڪ خاڪو ٺاهيو، جنهن جي ڪالم ”الف“ ۾ غلط ۽ گمراهہ ڪندڙ خبرن ڏيڻ جي حڪمت عملي کي ڄاڻايو، ڪالم ”ب“ ۾ ان جي وصف لکو ۽ ڪالم ”ج“ ۾ ان جو مثال ڏيو.**

**3. هيٺينن سوالن جا جواب ڏيو**

(i) حقيقت ۽ راءِ وچ ۾ فرق ڪرڻ جي صلاحيت هجڻ ڇو ضروري آهي؟

(ii) ميڊيا ۾ تعصب جي مختلف قسمن کي بيان ڪريو ۽ هر هڪ جو مثال ڏيو.

(iii) دقيانوسي (Stereotyping) جي وصف لکو ۽ سنڌ ۾ عورتن متعلق رائج دقيانوسيءَ جا ٽي مثال ڏيو.

(iv) پروپئگنڊا ڇاکي ٿو چئجي؟ ان سان ڪنهن مقصد کي ڪهڙو فائدو يا نقصان ٿي سگهي ٿو؟

(v) پروپئگنڊا ڪرڻ جي مهارتن جا نالا لکو ۽ هر هڪ جا مثال لکو.

### (ب) پنهنجي تحقيقي مهارت کي استعمال ڪريو

اشتهار ڏيڻ جو مُکيہ مقصد اهو هوندو آهي تہ ماڻهن ۾ اشتهاري ڪيل شيءِ خريد ڪرڻ لاءِ شوق پيدا ڪرايو وڃي. ائين ڪرڻ سان شيءِ جو هڪ طرف يعني سنو ۽ فائديمند پاسو ڏيکاريو وڃي ٿو. رسالي ۾ ڏنل ڇئن اشتهارن ۾ ”تعصب“ (Bias) جي عنصرن جي نشاندهي ڪريو.

(ج) پين سان سهڪار ڪريو

هڪ ننڍي گروهه ۾ گڏجي ”ب“ حصي ۾ ڏسيل جاچ ڪريو. توهان مان هر هڪ، ڪنهن هڪ اشتهار کي ڪٽي ۽ اُن ۾ موجود ”تعصب“ کي ڳولي. پاڻ ۾ گڏجي صلاح مشورو ڪريو ۽ انهن تقاضائن مطابق اشتهار ٺاهيو جيڪي مناسب ۽ درست هجن (جنهن مان ڪنهن کي هرويرو فائدو يا نقصان نه رسي).

## يونٽ جي پڇاڻيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهه جو امتحان وٺو

1- ڪالم ”الف“ ۾ ڄاڻايل لفظن کي ڪالم ”ب“ ۾ ڏنل وصف سان ملايو.

| ڪالم ”الف“ | ڪالم ”ب“ |
|---|---|
| تعصب، لاڙو يا رجحان | خبرون پهچائڻ جا اهي ذريعا جن سان خبرون، معلومات، وندر ۽ تعليم پکڙجي. |
| حقيقت يا واقعو | سماجي رابطي ذريعي خبرچار. |
| ميڊيا | جيڪو ڪجهه واقعي ٿيو آهي ان باري ۾ احوال جنهن جي تصديق به ڪري سگهجي ٿي. |
| پروپيگنڊا | اهڙو رجحان جنهن موجب ڪنهن هڪ شخص، گروهه يا راءِ کي ٻين تي اڪثر نامناسب طريقي سان ترجيح ڏجي. |
| سوشل ميڊيا | هڪ منظم ڪوشش جنهن ذريعي اهڙن خيالن، راين ۽ عقيدن کي پيش ڪيو وڃي جيڪي دوکي، فريب ۽ ٽوڙ مروڙ تي ٻڌل هجن. |

2- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

(i) سماج ۾ ميڊيا جو ڪهڙو ڪردار آهي؟

(ii) ميڊيا ڪهڙيءَ ريت اظهار جي آزادي ۽ معلومات جي آزاديءَ جي حق کي اڳتي وڌايو آهي؟

(iii) ميڊيا جن طريقن سان اڌ پوريون خبرون ۽ گمراهه ڪندڙ اطلاع هلائي ٿي، انهن کان باخبر رهڻ ڇو ضروري آهي؟

### (ب) پنهنجي تحقيقي مهارت کي استعمال ڪريو

ميڊيا سان لاڳاپيل ماڻهن کان انٽرويو وٺو ۽ ڪائنس پڇو ته هو ڪهڙي چينل ۾ ڪم ڪري رهيا آهن. ۽ اهو چينل واقعي پاڪستان ۾ جمهوريت کي هٿي وٺرائي رهيو آهي.

### (ج) پين سان ڳالهه ٻولهه ڪريو

پنهنجي اسڪول ۾ ٿيل ڪنهن موقعي بابت هڪ اخباري رپورٽ لکو، فوٽو ڪڍو ۽ انهن جي هيٺان عنوان لکو.

### (د) ٻين سان سهڪار ڪريو

چاڪليٽ/ بسڪيٽ جي وڪري لاءِ هڪ اشتهار ناهيو. توهان مان هڪ وڪرو ڪندڙ جو ڪردار نڀائي ۽ ٻيو موبائيل فون تي رڪارڊ ڪري انٽرنيٽ تي اپ لوڊ ڪري.

### (هه) تخليقي ٻڌجو

پنهنجي هڪ دوست سان جوڙيءَ ۾ ملي ٽي وي لاءِ هڪ اشتهار تيار ڪريو. جنهن شيءِ جو اشتهار ناهڻ چاهيو ٿا، ان جي چونڊ ڪريو، ان تي نالو رکو ۽ هڪ اشتهاري نظم جوڙيو جنهن کي ڳائي توهان ماڻهن کي ان شيءِ جي خريد ڪرڻ لاءِ آماده ڪريو.

### (و) فني طور ذهين ۽ چالاڪ ٿيو

هن مشق جي حصي (ج) ۾ تيار ڪيل رپورٽ کي پنهنجي پرنسپال/هيڊ ماستر، استاد ۽ ڪلاس جي ساٿين ڏانهن اِي ميل ڪريو.

### (ز) عام ڀلي لاءِ قدم کڻو

پنهنجي ڪنهن گهر ڀاتيءَ کي اهي سڀ طريقا سمجهايو، جن سان ميڊيا تي اڻ پوريون خبرون ۽ گمراهه ڪندڙ اطلاع ڏنا وڃن ٿا. مثالن ذريعي ڪين اهي ڳالهيون سمجهايو.

# ڏکڻ ايشيا جي سرزمين ۽ ماڻهو

## شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- ايشيا جي نقشي تي ڏکڻ ايشيا کي ڏيکارڻ.
- نقشي تي ڏکڻ ايشيا جي مختلف ملڪن کي ڏيکارڻ.
- علائقي (Region) جي وصف بيان ڪرڻ.
- ڪهڙين (انساني ۽ طبعي) خاصيتن جي ڪري ڏکڻ ايشيا کي هڪ ريجن چئجي ٿو.
- ڏکڻ ايشيا جي زميني ساخت (جهڙوڪ: جبل، مٿانهان پٽ، ميدان، ريگستان، درياءَ، بيٽ، اپبيٽ ۽ ساحلي علائقا وغيره) کي نقشي تي ڏيکارڻ.
- جبلن جي اهميت کي سمجهڻ.
- سمجهڻ ته جبل ڪيئن ٺا ٺهن؟
- ڏکڻ ايشيا جي وڏن جبلن جا نالا لکڻ ۽ ٻڌائڻ ته اُهي ڪٿي آهن؟
- جبلن ۾ نباتاتي ۽ حيواني جيوت بابت ڄاڻڻ.
- جبلن مان ماڻهو ڪهڙا فائدا حاصل ڪن ٿا.
- معلوم ڪرڻ ته ماڻهو ميداني علائقن (جهڙوڪ: زراعت، مال چارڻ ۽ تفريح وغيره) کي ڪيئن استعمال هيٺ آڻين ٿا.

## يونٽ جو تعارف

هن يونٽ ۾ اوهان کي ڏکڻ ايشيا جي سرزمين ۽ ماڻهن سان متعارف ڪرايو ويو آهي. توهان انهن ملڪن جي باري ۾ پڻ ڄاڻندؤ جيڪي ڏکڻ ايشيا جو حصو آهن. اهو پڻ ڄاڻندؤ ته ان کي ڏکڻ ايشيا چو ٿو چيو وڃي. توهان ڏکڻ ايشيا جي زميني سطح جي قدرتي ساخت (مُکيہ جبل، ميدان، مٿانهان پٽ ۽ جابلو ٽڪريون) ۽ اتان جي ماڻهن بابت ڄاڻ پرائيندا. هن يونٽ کي پڙهڻ سان اوهان کي اها خبر پوندي ته زميني ساخت، ماڻهن جي زندگيءَ کي ڪيئن متاثر ڪري ٿي ۽ انهن جي سرگرمين، ڪم جي نوعيت ۽ ڌنڌن تي ڪهڙا اثر ڇڏي ٿي. توهان هن علائقي (Region) ۾ رهندڙ ماڻهن جي اقتصادي مشغولين کان پڻ واقف ٿيندا.

## شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- ايشيا جي نقشي تي ڏکڻ ايشيا کي ڏيکارڻ.
- نقشي تي ڏکڻ ايشيا جي مختلف ملکن کي ڏيکارڻ.
- علائقي (Region) جي وصف بيان ڪرڻ.
- کهڙين (انساني ۽ طبعي) خاصيتن جي ڪري، ڏکڻ ايشيا کي هڪ ريجن يا علائقو چئجي ٿو.

## تعارف

هن باب ۾ توهان ڏکڻ ايشيا جي مختلف ملکن بابت پڙهندا تہ اهي ڪٿي واقع آهن. ان کان سواءِ هن ريجن جي طبعي ۽ ثقافتي خاصيتن بابت پڻ ڄاڻ حاصل ڪندا.

## ڏکڻ ايشيا

اسين ايشيا کنڊ ۾ رهون ٿا. آبادي ۽ ايراضيءَ جي لحاظ کان ايشيا دنيا جو وڏي ۾ وڏو کنڊ آهي. پکيڙ ۾ سڄي دنيا جي ٽئين حصي جي ڌرتي ايشيا کنڊ والاري ٿو ۽ دنيا جي تقريبن 60 سيڪڙو آبادي هن کنڊ ۾ رهي ٿي.

ايشيا جو سياسي نقشو

ايشيا جي نقشي تي ڏسو. پاڪستان، ايشيا کنڊ جي ڏکڻ ۾ واقع آهي. اهو ان ريجن ۾ آهي، جنهن کي ڏکڻ ايشيا چيو ٿو وڃي. هن علائقي ۾ اَٺ ملڪ، پاڪستان، افغانستان (2006ع کان شامل ٿيو)، بنگلاديش، ڀوٽان، هندستان، مالديپ، نيپال ۽ سري لنڪا شامل آهن. هي اٺ ئي ملڪ (SAARC) سائوٿ ايشين ائسوسيئيشن فار ريجنل ڪوآپريشن جا ميمبر آهن.

**سرگرمي**

نقشي ۾ اهي ملڪ ڏيکاريو جن تي ڏکڻ ايشيا جو ريجن مشتمل آهي.

## ريجن (Region)

هڪ ريجن ڌرتيءَ جي اها وسيع ايراضي آهي، جنهن جون خاصيتون هڪجهڙيون هجن. هڪ ريجن کي اُتان جي طبعي ۽ انساني خاصيتن جي حوالي سان بيان ڪري سگهجي ٿو. طبعي خاصيتن جا مثال جبل، ٻيلا، جهنگلي جيوت ۽ آبهوا آهن، جڏهن ته انساني خاصيتن جا مثال ٻولي، حڪومت جو نمونو ۽ مذهب آهن.

ريجن، جاگرافيءَ جو بنيادي ايڪو آهي. مثال طور، وچ اوڀر (Middle East) کي سياسي، ماحولياتي ۽ مذهبي ريجن جي حيثيت ڏني وڃي ٿي ۽ اها ايشيا ۽ آفريڪا ۾ شامل آهي. هن علائقي جي آبهوا گرم ۽ خشڪ آهي. جيتوڻيڪ حڪومت مختلف طريقن جي آهي (مثال طور پاڪستان ۾ جمهوريت آهي ۽ سعودي عرب ۾ بادشاهت آهي). پوءِ به سڀني ملڪن جو مذهب سان گهاٽو ۽ گهرو تعلق آهي. هن خطي ۾ دنيا جي ٽن وڏن مذهبن: عيسائيت، يهوديت Judaism ۽ اسلام جي شروعات ٿي.

## ڏکڻ ايشيا جو ريجن

اهي اٺ ملڪ جن تي ڏکڻ ايشيا ريجن مشتمل آهي، تن جون خاصيتون هڪجهڙيون آهن.

## زمين

جيڪڏهن توهين ڏکڻ ايشيا جي طبعي نقشي تي نظر وجهندا ته توهان‌کي خبر پوندي ته اتر، اتر-اولهه ۽ اتر-اوڀر ۾ ڏکڻ ايشيا جي سرزمين کي جبلن جون قطارون وڪوڙي بيٺيون آهن. جبلن جي قطارن ڏکڻ ايشيا ريجن کي ايشيا جي باقي علائقن کان الڳ ڪري ڇڏيو آهي. توهان کي اهو پڻ ڏسڻ ۾ ايندو ته هندستان جو هڪ تمام وڏوحصو اُپٻيٽ (زمين جنهن جي ٽن پاسن کان پاڻي هجي) آهي، اُهو هندي وڏي سمنڊ سان چنبڙيو پيو آهي ۽ پاڪستان جي ڏکڻ ۾ عربي سمنڊ آهي.

سري لنڪا جو ٻيٽ هندستان جي ڏکڻ ۾ 35 ڪلو ميٽرن جي فاصلي تي آهي ۽ مالديپ جا ٻيٽ جيڪي ڏکڻ-اولهه ۾ گهڻو اڳتي آهن، هن زمين جي وڏي حصي کي ويجها آهن ۽ جيئن ته هتان جون طبعي توڙي ثقافتي حالتون ساڳيون آهن، تنهن ڪري انهن کي پڻ ڏکڻ ايشيا ريجن ۾ شامل ڪيو ويو آهي.

## ڏکڻ ايشيا جو طبعي نقشو

## ڏکڻ ايشيا جا ماڻھو

ڏکڻ ايشيا گھاتي آباديءَ وارو ريجن آهي. گھڻي ڀاڱي هن خطي جي ماڻھن جي طبعي ساخت، شڪل ۽ خاصيتون ساڳيون آهن، تنهن هوندي بہ اتر - اولهہ ۽ ڏکڻ - اوڀر ۾ رهندڙ ماڻھن جي چمڙيءَ، وارن ۽ اکين جي رنگن ۾ ڪافي فرق آهي.

پاڪستان جا ماڻھو

بنگلاديش جا ماڻھو

نيپال جا ماڻھو

هندستان جا ماڻھو

ڀوٽان جا ماڻھو

سري لنڪا جا ماڻھو

مالديپ جا ماڻھو

افغانستان جا ماڻھو

### هڪجهڙي تاريخ

ڏکڻ ايشيا جي ماڻهن جي تاريخ هڪجهڙي آهي. ڏکڻ ايشيا جا سيئي ملڪ، افغانستان، نيپال ۽ ڀوٽان کانسواءِ، 1947ع کان اڳ برطانوي راڄ جي ماتحت هئا.

## اختصار

افغانستان، بنگلاديش، ڀوٽان، هندستان، مالديپ، نيپال، پاڪستان ۽ سري لنڪا جي ملڪن تي مشتمل خطي کي ڏکڻ ايشيا چيو وڃي ٿو. اهي ملڪ هڪ ريجن جي حيثيت سان سڃاتپ ۾ اچن ٿا، ڇاڪاڻ ته طبعي طرح اهي باقي ايشيا کنڊ کان جابلو قطارن جي ڪري ڌار ٿيل آهن. ان کان سواءِ هتان جي ماڻهن جي طبعي بيهڪ، شڪل ۽ مهاندا هڪجهڙا يا هڪبئي سان ملندڙ جلندڙ آهن، سندن تاريخ به هڪجهڙي آهي.

## باب جي پڇاڙيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهه جو امتحان وٺو

**1. هيٺيان خال ڀريو**

(i) ڏکڻ ايشيا __________ ملڪن تي مشتمل آهي.

(ii) زمين جو هڪ وڏو حصو جنهن جون خاصيتون هڪجهڙيون هجن، تنهن کي __________ سڏجي ٿو.

(iii) ڏکڻ ايشيا جو اتر، اتر-اولهه ۽ اتر-اوڀر __________ سان وکوڙيل آهي.

(iv) پاڪستان جي ڏکڻ ۾ __________ آهي.

(v) ڏکڻ ايشيا هڪ ريجن آهي، ڇاڪاڻ ته ان جون هي خاصيتون __________، __________ ۽ __________ ساڳيون آهن.

**2. هڪ خاڪو ٺاهيو جنهن ۾ ڏکڻ ايشيا جا ملڪ ڄاڻايو انهن جي زميني قسمن، ماڻهن جي هڪجهڙين شڪلين ۽ مهاندن، آبهوا، انهن جي تاريخ ۽ حڪومت جي طرز کي بيان ڪريو. هاڻي انهن خاصيتن جي هڪجهڙاين هيٺان ليڪ پايو.**

**3. هيٺين سوالن جا جواب لکو**

(i) ”ريجن“ جي وصف ٻڌايو.

(ii) ڏکڻ ايشيائي ريجن ۾ جيڪي ملڪ اچي ٿا وڃن، تن جا نالا لکو.

(iii) اهي خاصيتون بيان ڪريوجن جي ڪري ڏکڻ ايشيا کي ريجن سڏجي ٿو.

### (ب) پنهنجي تحقيقي مهارت کي استعمال ڪريو

ڏکڻ ايشيا جي هر ملڪ جي زمين جي قسم، آبهوا، ماڻهن، تاريخ ۽ حڪومت جي نموني بابت معلومات گڏ ڪريو. حاصل ڪيل معلومات جو خاڪو تيار ڪريو.

### (ج) ٻين سان سهڪار ڪريو

ننڍن گروهن ۾ ورهائجي، زمين جي قسمن بابت ڄاڻ حاصل ڪريو.

# ڏکڻ ايشيا جي سرزمين

## شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- ڏکڻ ايشيا جي زميني ساخت (جهڙوڪ: جبل، مٿانهان پٽ، ميدان، ريگستان، درياءَ، ٻيٽ، اُپٻيٽ ۽ ساموندي ڪنارا) کي نقشي تي ڏيکارڻ.
- جبلن جي اهميت کي سمجهڻ.
- سمجهڻ ته جبل ڪيئن ٺهن ٿا نهن؟
- ڏکڻ ايشيا جي وڏن جبلن جا نالا لکڻ ۽ ٻڌائڻ ته اُهي ڪٿي آهن؟
- جبلن ۾ نباتاتي ۽ حيواني جيوت بابت ڄاڻڻ.
- جبلن مان ماڻهو ڪهڙيءَ ريت ڪهڙا فائدا (جهڙوڪ: توانائي پيدا ڪرڻ، معدنيات کوٽي ڪڍڻ، پوکي راهي ڪرڻ ۽ تفريح وغيره) حاصل ڪن ٿا.
- معلوم ڪرڻ ته ماڻهو ميداني علائقن ۾ (جهڙوڪ: زراعت، مال چارڻ ۽ تفريح وغيره) کي ڪيئن استعمال هيٺ آڻين ٿا.

## تعارف

هن باب ۾ ڏکڻ ايشيا جي سرزمين جي مختلف ساختن بابت ڄاڻ ڏني وئي آهي. ان سان گڏ ڏکڻ ايشيا جي جبلن جي اهميت تي پڻ روشني وڌي وئي آهي. هن ۾ ڏکڻ ايشيا جي جبلن ۾ وڻ ٽڻ (نباتات)، ميدانن ۽ جانورن جي زندگيءَ بابت ڄاڻ ڏني وئي آهي.

## سرزمين

هن ريجن جي زمين هڪجهڙي ناهي، اها هر هنڌ مختلف آهي. ڪي هنڌ وسيع ميداني علائقن تي پکڙيل آهن ته ڪٿي اوچا جبل آهن. زميني ساخت جو اصطلاح اهڙي زمين جي سطح ڏانهن اشارو ڪري ٿو جنهن جون مختلف شڪلون ۽ اوچايون آهن. زمين جي سطح تي زميني ساخت جا مختلف قسم آهن. لفظ ”سرزمين“ جي معنيٰ آهي قدرتي طور ان زمين جي شڪل ۽ ڌرتيءَ جي سطح تي ان جي اوچائي. دنيا جي گولي تي نظر وجهڻ سان خبر پوندي ته ڌرتي هڪ ڪري، سڌي سنواٽي ناهي ۽ نہ ئي ان جا قسم هڪجهڙا آهن.

ڏکڻ ايشيا جي زميني ساخت جي نقشي تي نظر وجهو. اسين ڏسنداسين ته ڏکڻ ايشيا جي سرزمين مختلف هنڌن تي مختلف آهي ۽ اها ٽن مُکيہ علائقن جبل، مٿانهان پَٽَ ۽ ميدانن ۾ ورهايل آهي.

ڏکڻ ايشيا جي زميني ساخت جو نقشو

## زميني ساخت ڪيئن ٿي ٺهي؟

سائنسدانن جو خيال آهي ته زميني ساخت ٺهڻ جا ٻه طريقا آهن. ڌرتيءَ جي متانهين تَهَه تي ڇُرڀُر ۽ ڪاڙِ (يعني زمين يا جابلو علائقي جو هوائن، پاڻي يا ٻين قدرتي سببن جي ڪري پائجي وڃڻ) يا لَٽجڻ (هن طريقي سان زمين يا جبل جي گاٺ پيٽ متيءَ سان ملي وڃي ٿي يا لَٽجي وڃي ٿي).

**سرگرمي**

ڏکڻ ايشيا جي زميني ساخت واري نقشي کي ڏسي، مختلف زميني قسمن جا نالا لکو.

## جبل ڪيئن ٿا ٺهن؟

چوٿين ڪلاس ۾ توهان پڙهي آيا آهيو ته ڌرتي ٽن تهن جي ٺهيل آهي: ٻنهه اندريون تهه (Core) ٻيو وچون تهه (MANTLE) ۽ متانهون يا سطحي تَهُه (Crust). متانهون تَهُه يا ڪرسٽ پيگل ٽڪر جي ڪيترن ئي وڏن ۽ ڏار حصن جو ٺهيل آهي جن کي پليٽ سڏجي ٿو. اهي پليٽون هڪ ٻئي ڏانهن چرپر ڪنديون رهن ٿيون يا ڪي وري هڪبئي کان پري ٿينديون وڃن ٿيون. جڏهن اهي پليٽون هڪبئي کان پري يا ويجهيون ٿينديون آهن ته جبلن جو ٺهڻ شروع ٿئي ٿو.

جڏهن پليٽون هڪبئي ڏانهن اچن ٿيون ته انهن جو پاڻ ۾ ٽڪر ٿئي ٿو. ڌرتيءَ جو متانهون تهه جيڪو پليٽن جي وچ ۾ آهي، اهو متي اچڻ لاءِ زور لڳائي ٿو. ان سبب جي ڪري ڌرتيءَ جي متانهين تهه جو ٽاڪرو تهه مُڙَڻ لڳي ٿو ۽ فولڊ (Fold) جبل ٺهن ٿا. جڏهن پليٽون هڪبئي کان پري ٿين ٿيون، ته رجيل پٿر متي چڙهي ٿو ۽ ڌرتيءَ جي متاڇري تي قوت ۽ ڇيرن مان وهڻ شروع ڪري ٿو. وقت گذرڻ پڄاڻان اهو ٻرندڙ جبل (Volcanic) ٻڻجي وڃي ٿو.

## فولڊ (Fold) جبل

مُڙيل جبل يا (فولڊ) جو نهڻ جيڪو ٽڪرجڻ جي وقت مٿي اچي ٿو

اڪثر ڪري ائين ٿيندو آهي ته جڏهن پليٽون هڪٻئي جي طرف اينديون آهن ته ڌرتيءَ جي مٿانهين تهه ۾ موجود پٿريلا حصا يا تهه هڪٻئي ڏانهن اچڻ لاءِ زور لڳائيندا آهن. پٿريلا تهه مُڙي مٿانهان موڙ اپ فولڊس (up folds) ۽ هيٺانهان موڙ ڊائون فولڊس (down folds) بڻجي وڃن ٿا. نتيجي ۾ فولڊ جبل نهن ٿا.

## بلاڪ (Block) جبل

بلاڪ جبلن جو نهڻ

ڪڏهن ڪڏهن، جڏهن پليٽون هڪٻئي ڏانهن اچن ٿيون ته اهي مُڙنديون يا فولڊ (Fold) نه ٿينديون آهن پر چيرن (Cracks) ۾ ڦاٽي پونديون آهن. اهڙن چيرن کي فالٽ (Fault) چئبو آهي. ڪڏهن ڪڏهن ڌرتيءَ جي سطح واري تهه جي اُونهن ۽ گهِرن چيرن ڦاٽن ۾ ڇُرپر پيدا ٿيندي آهي. ان سان پٿريلي زمين جي فالٽ وارو هڪ پاسو جبل بڻجي مٿي ظاهر ٿيندو آهي ۽ اهي بلاڪ جيڪي هيٺئين پاسي ويندا آهن، انهن مان ماٿريون ٺهنديون آهن.

## ٻرندڙ (Volcanic) جبل

ٻرندڙ جبلن جو نهڻ

ڪڏهن ڪڏهن وري پليٽون هڪٻئي کان پري هليون وڃن ٿيون، جنهن جي نتيجي ۾ زمين جي مٿانهين تهه تي ڦاٽ (Cracks) يا فالٽ (Fault) اچي وڃي ٿو. مئگما (Magma) جيڪو ڏاڍو گرم هوندو آهي ۽ رجيل پٿر بڻجي مينٽل (Mantle) ڌرتيءَ جي مٿانهين تهه تي ڦاٽن چيرن ذريعي ٻاهر نڪرندو آهي. اهو جڏهن زمين جي سطح تي ظاهر ٿيندو آهي، تڏهن ان کي ٻرندڙ جبل جو ڳار يا رِجيل مادو (Lava) چوندا آهن.

جڏهن اهو جابلو ڳار، زمين جي مٿاڇري تي وهي ٿو ته اهو سخت ٿيءِ جيان جبل جي ڦاٽ جي مُنهن چوڌاري پکڙجي وڃي ٿو. رجيل مادي جو ائين ايرڻ، ٻرندڙ جبل ٺهڻ جو پهريون مرحلو آهي. لاوا جي ائين لڳاتار ايرڻ ۽ اسرڻ جي ڪري ڪون (Cone) جي شڪل ۾ جبل ٺهي ٿو جنهن کي ٻرندڙ جبل يا مٿانهون پٽ چوندا آهن. هندستان ۾ دکن جو مٿانهون پٽ، اهڙيءَ ريت جڙيو آهي.

## ڏکڻ ايشيا جون جابلو قطارون

ڏکڻ ايشيا جون مشهور جابلو قطارون هي آهن: هماليه، قراقرم ۽ هندوڪش. اهي جابلوقطارون هڪبئي سان ڳنڍيل آهن. اتر ۾ اهي قطارون هڪ ڏکيءَ پٽ وانگر نظر اچن ٿيون. هنن ئي جبلن ۾ دنيا جون سڀ کان اُتاهيون جابلو چوٽيون آهن. دنيا جي سڀ کان اوچي جابلو چوٽي مائونٽ ايورسٽ (Mount Everest) نيپال ملڪ جي هماليه جبلن جي قطار ۾ آهي. ٻئي نمبر تي ڪي-ٽو جي جابلو چوٽي، پاڪستان جي قراقرم جبلن جي قطار ۾ آهي. ان کان سواءِ ٻيون به وڏيون جابلو چوٽيون، راڪاپوشي (پاڪستان) ۽ انا پورا (هندستان) جي جابلو قطارن ۾ آهن.

### سرگرمي

اُتاهن جبلن جو هڪ خاڪو تيار ڪيو. اهو به ٻُڌايو ته جبل ڪٿي آهن.

| اُتاهان جبل | ڪهڙي ملڪ ۾ آهن |
|---|---|
| | |
| | |
| | |

هنن جبلن جون چوٽيون سال جا ٻارنهن ئي مهينا برف سان ڍڪيل رهن ٿيون. انهن مان ڏکڻ ايشيا جا مشهور درياءَ وهي اچي وڏن تا جهڙوڪ: سنڌو درياءُ، گنگا ندي ۽ برهمپترا. هنن ئي جبلن ۾ اسڪردو، گلگت ۽ ڪشمير جهڙيون سرسبز ۽ سهڻيون ماٿريون ۽ ڏکڻ تبت، نيپال ۽ ڀوٽان جا مٿانهان پٽ آهن. هنن ماٿرين ۾ ڪيترائي ماڻهو رهن ٿا

پاڪستان جي نيلم ماٿري

نيپال جي آرڻ ماٿري

ڀوٽان جي پارو ماٿري

## متانهان پٽ

ڏکڻ ايشيا ۾ ٽي مُکيہ متانهان پٽ آهن: دکن جو متانهون پَٽُ هندستان ۾ آهي. پوٺوهار ۽ بلوچستان جا متانهان پٽ پاڪستان ۾ آهن.

پوٺوهار جو متانهون پَٽُ

پوٺوهار جو متانهون پٽ، سنڌو ۽ جهلم دريائن جي وچ ۾ آهي. زمين هڪ ڪري ناهي، جنهن ۾ وڏيون هينانهيون ۽ ڊڙا آهن، جنهن ڪري پوکي راهي ڪرڻ ۾ ڏکيائي ٿئي ٿي. تنهن هوندي بہ ڪيتري ئي معدني پيدائش ملي ٿي جهڙوڪ: چيرولي، لوڻ ۽ ڪوئلو وغيره.

بلوچستان جو سڄو صوبو لڳ ڀڳ متانهون پَٽُ آهي. پوٺوهار جيان هتي بہ معدنيات جا ڀنڊار آهن.

بلوچستان جو متانهون پٽ

دکن جو متانهون پٽ

دکن جو متانهون پٽ، هندستان جي ڏکڻ ۾ آهي، جنهن جي ٽن پاسن کان جابلو قطارون آهن. دکن جو متانهون پَٽُ پٿر جي لاوا مان ٺهيل آهي، جنهن ڪري اها زمين زراعت لاءِ ڏاڍي زرخيز ۽ موزون آهي. هتي ڪپهہ جو اعليٰ قسم اُپايو وڃي ٿو .

## ميدان ڪيئن ٺا ٿهن؟

اڄ جيڪي توهان کي وڏا پٽ ۽ ميدان نظر اچن ٿا، اُهي آڳاٽي زماني ۾ جبلن جون قطارون، ماٿريون يا سمنڊن جا پيٽ هئا. انهن جو وڏن ميدانن ۾ تبديل ٿيڻ ٻن طريقن يعني ڪاڙ ۽ لَٽِ سان ممڪن ٿي سگهيو. جڏهن جبل ڀُري، ڪاڇي سنوان سڌا ٿي وڃن تہ انهن کي ڪاڙل ميدان سڏجي ٿو جڏهن تہ ماٿريون ۽ لَٽيل سمنڊن جا پَٽَ جيڪي پٿرن ۽ ٺُڪرن جي جمع ٿيڻ ۽ دريائن جي لَٽِ جي گڏجڻ سان ميدان جُڙيا، تن کي پيريل يا جمع ٿيل پَٽَ يا ميدان چئجي ٿو.

## وڏا پَٽَ ۽ ميدان

ڏکڻ ايشيا جا وڏا پٽ هماليہ جبل ۽ دکن جي متانهين پَٽَ جي وچ ۾ آهن، اهي ميدان هي آهن: سنڌو (پاڪستان) گنگا (هندستان) ۽ برهمپترا (بنگلاديش).

## سنڌوءَ جا ميدان

سنڌوءَ جو وسيع ميدان، جمع ٿيل وسيع ميدان آهي. اهو ميدان، سنڌو نديءَ ۽ ان جي مددي دريائن جي لَٽِ مان ٺهه ٺهه ٿي گڏ ٿيندي ٺهيو آهي ۽ ڏاڍو زرخيز آهي. هن ميداني علائقي ۾ مينهن گهٽ پئي ٿو، تنهن ڪري دريائن مان واهه ڪڍيا ويا آهن، جنهن ڪري زمين کي آباد ڪرڻ لاءِ پاڻي ملي ٿو. هيءُ ميدان ڏاڍو پلو آهي ۽ غذائي فصلن جهڙوڪ: ڪڻڪ ڪپهه ۽ چانور (ساريون) جي پوک جو مرڪز آهي. پاڪستان جي آباديءَ جو وڏو انگ هتي رهي ٿو.

سنڌو نديءَ جو ميداني علائقو

## گنگا نديءَ جا ميدان

گنگا نديءَ جو ميداني علائقو

هيءُ "گڏ ٿيل" پَٽُ آهي، جيڪو گنگا ندي ۽ ان جي مددي درياءَ جمنا جي ڪاري زرخيز مِٽيءَ مان ٺهيو آهي. چُوماسي وقت هنن پَٽن تي جهجهو مينهن پوي ٿو، تنهن هوندي بہ گهڻي پوک آبپاشي جي نظام هيٺ ٿئي ٿي. هن ميدان کي دنيا جي زرخيز ترين ميدانن ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو. هندستان، ڏکڻ ايشيا ۾ گهڻي ۾ گهڻي آباديءَ وارو ملڪ آهي، جنهن جي اناج جي ضرورت هيءُ وسيع پَٽ پوريون ڪري ٿو.

## برهمپترا جا ميدان

برهمپترا نديءَ جو ميداني علائقو

برهمپترا جو ميداني علائقو بہ "جمع ٿيل" وڏو پَٽُ آهي. زوردار برساتن جي ڪري، برهمپترا نديءَ ۾ سدائين ٻوڏ اچي ٿي، جنهن ڪري بنگلاديش جي وسيع ايراضي ٻوڏن جي ڪري تباهہ ٿئي ٿي. پاڻي جي جهجهي مقدار سببان هتي سُٺي ۽ چانورن جي پلي پوک ٿئي ٿي.

## زمين جو ماڻهن تي اثر

ماڻهن جي رهڻي ڪهڻيءَ ۽ طرز زندگيءَ تي ان زمين جا اثر پون ٿا جنهن زمين تي اهي ماڻهو رهائش پذير آهن. اَڪثر ڪري ماڻهو ميداني علائقن ۽ پَٽن تي رهڻ پسند ڪندا آهن ڇاڪاڻ تہ اُهي سدا سنواتا آهن، تنهن ڪري اتي پوکي راهي ڪرڻ، گهرن جي اڏاوت ڪرڻ، روڊ ناهڻ ۽ ريلوي لائين وڇائڻ ۾ سولائي ٿئي ٿي. ٻئي پاسي جابلو علائقن ۾ گهٽ ماڻهو رهن ٿا، ڇاڪاڻ تہ اييون لاهيون ۽ چاڙهيون زراعت جي قابل ناهن. جابلو علائقي ۾ گهر اڏڻ، روڊ ناهڻ، ريلوي لائين وغيره تي تمام گهڻو ناڻو خرچ ٿئي ٿو. ماڻهو ميدانن جي گرم آبهوا کي جبلن جي ٿڌ جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ پسند ڪن ٿا.

| ميدانن ۾ زندگي گذارڻ جو طريقو | جابلو علائقن ۾ زندگي گذارڻ جو طريقو |
|---|---|
| گهٽي پاڳي گهرن جي اڏاوت گاري يا سرن سان، يا ٿورو گهڻو سيمنٽ سان ٿيل آهي.  | گهر مٽي ۽ ڪاٺ مان ٺهيل، گهٽي پاڳي چٽيون لهرايون آهن.   |
| سواري لاءِ جانورن کان سواءِ گاڏيون پڻ استعمال ٿين ٿيون.  | سواريءَ لاءِ گهوڙا يا ٻيا جانور استعمال ٿين ٿا.  |
| ميداني علائقن ۾ چانور، ڪڻڪ، ڪمند ۽ ڪپهه جي پوک ٿيندي آهي.  | مڪائي ۽ چانهه جابلو علائقن ۾ پوکي وڃي ٿي.  |
| اڪثر ماڻهو ٻنين ۾ ڪم ڪن ۽ ٻيا آفيسن ۾ نوڪري به ڪن.  | ماڻهو مال پالين ۽ مٽيان فصل پوکين ٿا.  |

## سرگرمي

هيٺ ڏنل تصويرن کي ڏسو ۽ هڪ پيراگراف لکو تہ ماڻهو زميني ساخت کي ڪيئن استعمال ڪن ٿا. هاڻي انهن سرگرمين جي فهرست ترتيب ڏيو، جيڪي اهي ماڻهو جبلن، ميدانن ۽ مٿانهين پٽن تي سرانجام ڏين ٿا.

جبلن تي چانهہ پوکي رهيا آهن

هاري ميدان تي هَرُ ڪاهي رهيو آهي

جبلن تي رڍون چاري رهيا آهن

مٿانهين پَٽن تي ماڻهو کاڻين ۾ ڪم ڪري رهيا آهن

جبلن تي ترڪي رهيا آهن

بجلي پيدا ڪري رهيا آهن

## جاچ ڪريو

جبلن تي نباتات ۽ حيواني زندگيءَ بابت معلومات جي جاچ ڪريو.

## اختصار

ڏکڻ ايشيا جي جابلو قطارن ۾ هماليہ، قراقرم ۽ هندوڪش جون جابلو قطارون شامل آهن. هنن جبلن جون چوٽيون سال جا ٻارنهن مهينا ئي برف سان ڍڪيل رهن ٿيون. ڏکڻ ايشيا جا وڏا درياءَ جهڙوڪ: سنڌو، گنگا ۽ برهمپترا هنن جبلن مان ڦٽي نڪرن ٿا. ڏکڻ ايشيا جا ٽي مُکيہ مٿانهان پٽ آهن. دکن جا مٿانهان پَٽ هندستان ۾، پوٺوهار ۽ بلوچستان جا مٿانهان پٽ پاڪستان ۾ آهن. ڏکڻ ايشيا جا وسيع ميداني علائقا يا پَٽ هماليہ جبل ۽ دکن جي مٿانهين پٽن جي وچ ۾ آهن. اهي وڏا پٽ يا ميدان هي آهن: سنڌو (پاڪستان)، گنگا (هندستان) ۽ برهمپترا (بنگلاديش).

## باب جي پڄاڻيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهہ جو امتحان وٺو

**1. هيٺيان خال ڀريو**

(i) جڏهن ٽڪريون مٿانهن وڪڙن ۽ هيٺانهن وڪڙن ۾ مُڙن ٿيون تہ ______ جبل ٺهن ٿا.

(ii) جڏهن پليٽون هڪبئي ڏانهن چُرپُر ڪن ٿيون، وڪوڙجن نٽيون پر انهن ۾ چير يا ڦاٽ پون ٿا تہ ______ جبل ٺهن ٿا.

(iii) جڏهن رجيل مادو (Lava) ڌرتيءَ جي مٿاڇري ڏانهن وهي هلي ٿو تہ ڪون يا نِباتي شڪل جهڙا جبل ناهي ٿو، جنهن کي ______ چوندا آهن.

(iv) وڏا پَٽ يا ميدان ______ ۽ ______ ذريعي ٺهن ٿا.

(v) ڏکڻ ايشيا جا ٽي وسيع ميدان ______، ______ ۽ ______ آهن.

**2. هيٺ ڏنل خاڪي جهڙو خاڪو ناهيو ۽ ان کي مڪمل ڪريو.**

| زميني ساخت جو نالو | وصف | ڏکڻ ايشيا مان ہِ مثال |
|---|---|---|
| جبل | | |
| مٿانهان پٽ | | |
| ميداني علائقا | | |

3. هيٺين سوالن جا جواب لکو

(i) شڪل ڪڍي سمجهايو تہ مُڙيل (فولڊ)، بلاڪ ۽ ٻرنڌڙ جبل ڪيئن ٺهن ٿا؟

(ii) ميداني علائقا يا وسيع پَٽ ڪيئن ٺهن ٿا؟

(iii) سنڌو ۽ گنگا نديءَ جا ميدان ايڏو زرخيز ڇو آهن؟

(iv) سبب ٻڌايو تہ ماڻهو ميداني علائقن ۾ رهڻ ڪي ڇو پسند ڪن ٿا؟

(ب) پنهنجي تحقيقي مهارت ڪي استعمال ڪريو

ڏکڻ ايشيا جي جابلو علائقن ۾ جانورن ۽ ٻوٽن جي زندگيءَ بابت کوجنا ڪريو ۽ ٻڌايو تہ ڏکڻ ايشيا جي اتر، اتر-اولهہ ۽ اتر-اوڀر ۾ ڪهڙا جانور ۽ ٻوٽا ملن ٿا.

(ج) ٻين سان سهڪار ڪريو

ڇئن جي ننڍي گروپ ۾ گڏجي ڏکڻ ايشيا جو هڪ وڏو نقشو ڪاغذ تي ٺاهيو. گهربل شيون ۽ سامان استعمال ڪريو (چيڪي مِٽي، پلاسٽيسائين) ان نقشي تي زميني ساخت ڪي ڏيکاريو ۽ پنهنجي نقشي ڪي اسڪول جي ٻارن لاءِ نمائشي جاءِ تي رکو تہ جيئن اهي نقشو ڏسن ۽ ان مان ڄاڻ پرائين.

# ڏکڻ ايشيا جا ماڻهو

## شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- ڏکڻ ايشيا جي ماڻهن بابت ڪجهه ڄاڻڻ ۽ سندن زندگي گذارڻ جي طريقي کي سمجهڻ.

## تعارف

ڏکڻ ايشيا جا ماڻهو هڪجهڙيون خاصيتون رکن ٿا. ايندڙ ڪجهه صفحن ۾ توهان ڏکڻ ايشيا جي اُنن ملڪن جي رهڻي ڪهڻيءَ بابت معلومات حاصل ڪندا.

### پاڪستان

پاڪستان ۾ رهندڙ ماڻهن کي پاڪستاني چئجي ٿو. انهن جي زندگيءَ تي اسلام جو گهرو اثر آهي. هن ملڪ جي آباديءَ جو 97 سيڪڙو مسلمان آهي. پاڪستان جا اڪثر ماڻهو ٻهراڙيءَ جي علائقن ۾ رهن ٿا، جن جو مُکيه ڌنڌو زراعت آهي. ڳوٺن ۾ ماڻهو پڪين ۽ ڪچين سرن جي گهرن ۾ رهن، جن کي وڏا آڳر آهن. شهري ماڻهو فليٽن، بنگلن ۽ پڪين جاين ۾ رهن ٿا. ڪڻڪ خاص غذائي جنس آهي. ماڻهو هر ويلي تي ڪڻڪ جي ماني ضرور کائين ٿا.

### هندستان

هندستان، آبادي ۽ ايراضيءَ جي لحاظ کان وڏو ملڪ آهي. دنيا ۾ گهڻي ۾ گهڻي آبادي وارو ٻيو ملڪ هندستان آهي. هن ملڪ جي تاريخ 5000 سال قديم آهي. هندي ۽ انگريزي سرڪاري ٻوليون آهن. ٻيون به ڪيتريون ئي ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون جهڙوڪ: گجراتي، مراٺي، اوريا، تامل، تيليگو وغيره. هتي ڪيترن ئي مذهبن جا ماڻهو رهن ٿا پر 83 سيڪڙو ماڻهو هندو ڌرم وارا آهن، 80 سيڪڙو ماڻهو ڳوٺن ۾ رهن ٿا. جن جو مُکيه ڌنڌو پوکي راهي آهي.

### نيپال

نيپال ۾ رهندڙ ماڻهن کي نيپالي چون ٿا. اُهي ڪيترن ئي نسلي گروهن ۾ ورهايل آهن جيڪي مذهبي ۽ قبائلي آهن. ماڻهن کي ٽن گروهن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. نيوار (Newar) نيپال جا قديمي ماڻهو آهن. ٻيو گروهه هندن جو آهي جيڪي هندستان کان آيا. ٽيون گروهه تمانگ، شير پاز، گُرنگ لوڪن جو آهي جن جو تعلق تبت ۽ منگوليا جي قبيلن سان آهي. نيپال جا ماڻهو کٽمنڊو جي واديءَ ۽ هماليه جبل جي مٿانهين تي نهيل ڳوٺن ۾ رهن ٿا، جيڪي ٽڪرين جي پاسي ۾ آهن. هنن جا به ماڙ گهر پٿر ۽ ڳاڙهين سرن مان نهيل آهن. ڳوٺ ۾ ڪٽنب کي مرڪزي حيثيت حاصل آهي. چانور خاص غذائي اناج آهي، جنهن کي مڇي، ڪڪڙ ۽ ڀاڄين سان کائين. پوک ڪرڻ، واپار، ڍڳيون مال پالڻ ۽ رهنماء طور ڪم ڪرڻ هتان جي ماڻهن جا مُکيه ڌنڌا آهن.

### ڀوٽان

ڀوٽان ۾ بادشاهت آهي. گهڻا ماڻهو ڀوٽان جي مرڪزي واديءَ ۾ رهن ٿا. ماڻهن جا ٽي گروهه آهن ڀوٽيا (60 سيڪڙو) جيڪي تبت کان آيا، نيپالي وطن ڇڏي ايندڙ (25سيڪڙو) ۽ باقي ٻين قبيلن سان تعلق رکن ٿا. لڳ ڀڳ سڀ ماڻهو پوکي راهي ڪن يا مال جا ڌڻ پالين. نيپالين وانگر ڀوٽان جا ماڻهو به ٻه ماڙ جاين ۾ رهن، جيڪي پٿر يا مٽيءَ جي سرن مان نهيل آهن. مٿيون طبقو گهر ڀاتين جي استعمال لاءِ آهي، جڏهن ته هيٺئين حصي کي ڀانڊي يا گودام طور استعمال ڪن.

## بنگلاديش

بنگلاديش ڪجھ وقت اڳ پاڪستان جو حصو هو، جنهن کي اوڀر پاڪستان سڏيندا هئا. 1971ع ۾ اهو هڪ آزاد ملڪ بڻيو. بنگلاديش جا اڪثر ماڻهو ڳوٺن ۾ رهندا آهن. زراعت هنن جو مُکيه ڌنڌو آهي. سُڻيءَ جي پيداوار وڏي پيماني تي ٿئي ٿي. بنگلاديشي بانس جي گهرن ۾ رهن ٿا، جن جون ڇتيون ڪَڪائون آهن. اهي خاص طرز جا نهيل گهر آهن. شهرن جا ماڻهو ڪاٺ جي نهيل ننڍن گهرن ۾ رهن ٿا. ماڻهن جي اڪثريت بنگالي آهي. چڪماس ۽ مرماس قبيلن جا ماڻهو به هتي آباد آهن.

## سري لنڪا

ماضيءَ ۾ سري لنڪا کي سيلون سڏيندا هئا. عرب واپاري جيڪي گهڻو اڳ هتي آيا ته انهن هن ملڪ کي ”سرانديپ“ سڏيو جنهن جي معنيٰ آهي ”هڪ خوشگوار ڪوجنا جيڪا اتفاق سان ملي وئي هجي“. هن ملڪ ۾ به نسلي گروهه رهن ٿا. سنهالي ۽ تامل. اڪثر ماڻهو ڳوٺن ۾ رهن ٿا جن جو مُکيه ڌنڌو ٻني پوکڻ آهي. سري لنڪا ۾ چانهه گهڻي پوکي وڃي ٿي جيڪا سڄي دنيا ۾ وڪرو ٿئي ٿي. ماڻهن جا گهر ڪچا آهن، جيڪي چيڪي مٽيءَ جي بلاڪن جا نهيل آهن. گهرن جون ڇتيون، ڪکن ڪانن سان نهيل آهن جيڪي ليٽڻ تي رکيل آهن ته جيئن مينهن جو پاڻي جلدي وهي وڃي. اڪثر گهرن کي وراندا آهن. ڪنهن زماني ۾ هيءُ ٻيٽ برساتي ٻيلن سان ڍڪيل هو، جن مان ڪيترا ئي ٻيلا وڍجي ويا آهن، پوءِ به ڪي اجا موجود آهن. برساتي ٻيلا ماڻهن جي روزگار جو ذريعو آهن، مثال طور ماڻهو رٻڙ جي وڻن مان کؤنر حاصل ڪن ٿا، ناريل جا وڻ پوکين ۽ ناريل مان ڪيتريون ئي شيون ٺاهي وڪرو ڪن ٿا.

## مالديپ

مالديپ ڪيترن ئي خوبصورت ٻيٽن تي ٻڌل ملڪ آهي، جيڪو قدرتي سونهن جي ڪري ڏاڍو مشهور آهي. مالديپ جي ماڻهن کي ”مالديوين“ (مالديپي) چئجي ٿو جيڪي سري لنڪا جي سنهالين سان پنهنجي نسل کي ملائين ٿا. اهوئي سبب آهي جو مالديپ جي ٻولي ”ڌِيوَيهي“، سنهالي ٻوليءَ جي ڏاڍي ويجهو آهي جيڪا سري لنڪا ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. هن سرزمين تي عربن جو وڏو اثر آهي جيڪي واپار جي سانگي هتي آيا. ماضيءَ ۾ هتان جي ماڻهن جو مُکيه مذهب ٻڌ ڌرم هو پر هاڻي مسلمان گهڻائيءَ ۾ آهن. هنن ٻيٽن تي رهندڙ ماڻهو ماهر ملاح آهن. 80 سيڪڙو ماڻهن جي ڪرت مڇي مارڻ آهي. مالديپ جو اهم روانگي واپار مڇيءَ تي مدار رکي ٿو.

## افغانستان

افغانستان کي اسلامي جمهوريه افغانستان جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو، جنهن جي گاديءَ جو هنڌ ڪابل آهي. هيءُ جابلو ملڪ آهي، جيڪو چئني پاسن کان خشڪيءَ رستي بند آهي. تاريخ ۽ ثقافت جي لحاظ کان شاهوڪار علائقو آهي ۽ اٽڪل روءِ پنج هزار سال قديم آهي. ان کي ايشيا جو به واٽو به چوندا آهن. هتي ڪيترن ئي نسلن جا ماڻهو رهن ٿا، جهڙوڪ: پشتون، تاجڪ، هزارا، اُزبيڪ ۽ ترڪمان وغيره. پشتو ۽ داري به مُکيه ٻوليون آهن. آبهوا خشڪ ۽ گهميل آهي، جتي سياري ۾ سخت ٿڌ ۽ اونهاري ۾ شديد گرمي ٿئي ٿي. افغانستان ڪيترن ئي سالن کان جنگين جو مرڪز رهيو آهي، پر هاڻي حالتن ۾ ڪيقدر بهتري اچي رهي آهي.

## سرگرمي

ڏکڻ ايشيا جي مختلف ملڪن بابت معلومات غور سان پڙهو. ماڻهن جون هڪجهڙيون ۽ مختلف ڳالهيون کهڙيون آهن ۽ انهن جي رهڻي ڪهڻيءَ بابت فرق ۽ ساڳئي هجڻ کي بيان ڪريو.

## اختصار

ڏکڻ ايشيا ريجن جي انن ملڪن ۾ رهندڙ ماڻهن جي زندگيءَ جو جائزو پيش ڪيو ويو. پاڪستان، هندستان، افغانستان، نيپال، سري لنڪا، ڀوٽان، مالديپ ۽ بنگلاديش جي ماڻهن جي تاريخ بيان ڪئي وئي آهي ۽ جنهن ۾ ڪيتريون ئي هڪجهڙايون آهن، پر اهي مختلف پڻ آهن. توهان اهو پڙهيو ته زمين جو ماڻهن جي طرز زندگي ۽ سندن مشغولين ۽ ڌنڌي تي وڏو اثر پوي ٿو.

## باب جي پڄاڻيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهه جو امتحان وٺو

**1. هيٺيان خال پريو**

(i) نيپال جي ماڻهن کي __________ سڏيندا آهن.

(ii) سري لنڪا جا ٻه نسلي گروپ _______ ۽ ________ آهن.

(iii) پاڪستان ۾ رهندڙ ماڻهن جي اڪثريت _______ آهي.

(iv) _________ ملڪ جا 80 سيڪڙو ماڻهو مڇي مارڻ جو ڌنڌو ڪن ٿا.

(v) _________ ٻيٽن تي ٻڌل ملڪ آهي.

2. ڏکڻ ايشيا جي ماڻهن ۾ هڪجهڙائي ۽ فرق کي واضح ڪرڻ لاءِ هڪ خاڪو ناهيو. فهرست ۾ ملڪ، نسلي گروهه، مذهب، کائڻ پيئڻ، ڪرت ۽ زبان شامل ٿيل هجن.

**3. هيٺين سوالن جا جواب لکو**

(i) ڏکڻ ايشيا جي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻيءَ کي بيان ڪريو.

(ii) پاڪستان ۽ بنگلاديش جي ماڻهن جي ڀاڃ ۾ ڀيٽ ڪريو. هڪجهڙي ۽ تفاوت وارين ڳالهين کي ظاهر ڪريو.

(iii) ڏکڻ ايشيا جي ماڻهن جي زندگيءَ تي زميني ساخت جو ڪهڙو اثر پوي ٿو؟

(iv) ڏکڻ ايشيا جي ماڻهن جا مختلف ڌنڌا بيان ڪريو.

### (ب) پنهنجي تحقيقي مهارت کي استعمال ڪريو

ڏکڻ ايشيا جي ملڪن ۾ جيڪي ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون، تن بابت ڄاڻ ڏيو. هڪ اسڪريپ بوڪ Scrap Book ناهيو، جنهن ۾ ڏکڻ ايشيا جي هر ملڪ بابت هيٺين معلومات ڏيو: زندگي گذارڻ جو طريقو، خوشيءَ جا ڏينهن يا تهوار، ڪاڌو خوراڪ، لباس، موسيقي، آرٽ ۽ عمارت سازيءَ جو هنر. ڏکڻ ايشيا جي ڪنهن ملڪ جي ڇهين ڪلاس جي شاگرد کي خط لکي، پنهنجي ۽ سندس ملڪ وچ ۾ هڪجهڙاين کي کولي لکو.

### (ج) ٻين سان سهڪار ڪريو

ننڍن گروپن ۾ ورهائجي وڃو ۽ ڏکڻ ايشيا جي تعليمي ادارن بابت کوجنا ڪيو.

# ماڻھن جي ڪرت ۽ ڌنڌا

## شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- مثالن سان ڪم/ اقتصادي سرگرميءَ جي وصف بيان ڪرڻ.
- اھو سمجھائڻ تہ ماڻھو ڌنڌو ڇو ڪن ٿا؟
- بنيادي، ثانوي ۽ ٽئين درجي (Tertiary) جي سرگرمين جي وصف مثالن سان سمجھائڻ.
- اھو ٻُڌائڻ تہ خاص قسم جون سرگرميون خاص هنڌن تي ڇو ٿيون ٿين (جھڙوڪ: زراعت دريائي ڪنارن سان، ڪارخانا ڪنھن خاص جاءِ يا هنڌ تي وغيره).
- اھي مُکيہ اقتصادي سرگرميون بيان ڪرڻ (بنيادي، ثانوي ۽ ٽئين درجي جون) جن ۾ ڏکڻ ايشيا جا ماڻھو مشغول رھن ٿا.
- ھڪ چارٽ ذريعي ڪنھن فيڪٽري/ڪارخاني جي نظام جي شڪل واضح ڪرڻ، مثال طور سيڙپ (inputs) طريقو/عملي دائرو (processes) ۽ پيداوار (outputs).
- پاڪستان ۾ ماڻھو جيڪي ڪم ڪن ٿا، انھن بابت جاچ ڪرڻ. ھڪ گول چارٽ (pie chart) ۾ پنھنجي ڪوجنا ڪي ڏيکارڻ.
- ماڻھو جنھن هنڌ رھن ٿا اتي جي زمين جي قسم جو سندن ڌنڌن تي ڪھڙو اثر پوي ٿو.
- ڌنڌي جي لحاظ سان ڪھڙا مُکيہ گروپ آھن (زراعت، ڪارخانا، معدني ڪاٽيون ۽ پٿر ڪوٽڻ، واپار ۽ تجارت، نوڪريون وغيره).
- ٽيڪنالاجي جي نين ايجادن جي ڪري ڪھڙيون اقتصادي سرگرميون ۽ ڪھڙا نوان ڪاروبار ۽ ڌنڌا شروع ٿيا آھن.
- ڏکڻ ايشيا ۾ خدمتون آڇيندڙ ڪھڙيون مُکيہ انڊسٽريز (صنعتون) شروع ٿيون آھن. انھن جي سرگرمين تي روشني وجھڻ.
- ٻڌائڻ تہ انساني سرگرميون ڪھڙيءَ ريت قدرتي ذريعن تي اثر انداز ٿين ٿيون (ذريعن جو واھپو ۽ ناجائز استعمال).
- ڪاٽين ڪوٽڻ وارا، ماحولياتي ماھر ۽ حڪومت، قدرتي وسيلن (جبلن) جو استحصال ڪھڙي بنياد تي ڪن ٿا.
- ٻُڌائڻ تہ اسان جي روزاني جي زندگيءَ ۾ مِلي جُلي، گڏجي سھڪار سان ڪم ڪرڻ جي ضرورت ڪيئن ۽ ڇو آھي.

## تعارف

هن باب ۾ اسين مختصر طور اھو سمجھڻ جي ڪوشش ڪنداسين تہ ”ڪم“ ڇا آھي؟ ۽ ماڻھو ڪم ڇو ٿا ڪن؟ هن باب ۾ اسين سرسري طرح ڏکڻ ايشيا ۾ ٿيندڙ مختلف انساني سرگرمين ۽ خاص طرح سنڌ ۾ اھڙين مشغولين بابت معلومات حاصل ڪنداسين.

### ”ڪم“ ڇا آهي ۽ ماڻھو ڪم ڇو ٿا ڪن؟

ڪم جي معنيٰ اهڙي جسماني توڙي ذهني سرگرميءَ ۾ مشغول رهڻ آهي جنهن جي ڪرڻ ڪانپوءِ ڪو نتيجو ۽ ڦلُ حاصل ٿئي. ڪن ڪمن جو اجورو ملندو آهي ته ڪي بغير پئسن جي به ڪيا آهن. اڪثر ڪم جهڙوڪ: پڙهائڻ، بئنڪ ۾ ڪم ڪرڻ ۽ فيڪٽريءَ ڪي هلائڻ وغيره جي عيوض پئسا ملندا آهن. بنا پئسي وارو ڪم مفت ۾ ڪيو آهي. انهن ڪمن ۾ گهريلو ڪم ڪار يعني ٻار جي سنڀال ۽ پالنا ڪرڻ، رڌ پچاءَ ڪرڻ ۽ صفائي ڪرڻ ۽ رضاڪار طور ڪميونٽيءَ جي ڀلي لاءِ ڪم ڪرڻ اچي وڃن ٿا.

اسين جيڪڏهن ماڻهن کان پڇنداسين ته توهان ڪم ڇو ٿا ڪريو ته ان جا مختلف جواب ملندا. اڪثر ماڻهو پئسو ڪمائڻ لاءِ ڪم ڪن ٿا، ڪي وري ان لاءِ ڪم ڪن ٿا جو هو اهو ڪم ڪرڻ ۾ ماهر آهن ۽ ڪي وري ٻين جي خدمت ڪري، سماج جي واڌاري ۽ سڌاري لاءِ ڪم ڪن ٿا.

**سرگرمي**

توهان پنهنجي ڪن سڃاتل ماڻهن مان پنجن جو انٽرويو ڪريو ۽ انهن کان پڇو ته هو ڪهڙو ڪم ڪن ٿا؟ هو اهو ڪم ڇو ٿا ڪن ۽ سندن ڪم ڪيتري اهميت وارو آهي؟ ۽ جيڪڏهن انهن مان ڪو پنهنجو ڪم نه ڪري ته ان جو نتيجو ڪهڙو نڪرندو؟ انهن جي جوابن کي هيٺ ڏنل خانن ۾ لکو. پنهنجي گڏ ڪيل معلومات کي پنهنجي ڪلاس سان شيئر ڪريو. پنجن جملن ۾ سمجهايو ته توهان ڇا حاصل ڪيو؟

| ڪم جو قسم | ڪم ڇو ٿو ڪري؟ | ڪم جي اهميت ڪهڙي آهي؟ | جيڪڏهن ڪوبه اهو ڪم نه ڪري ته ڇا ٿيندو؟ |
|---|---|---|---|
| | | | |
| | | | |
| | | | |

**سرگرمي**

روزاني جي سوالن مان سکو.

ماڻهو جيڪو ڪم ڪن ٿا (اقتصادي سرگرمي) ان کي مختلف پاڳن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. هيءَ درجا بندي قدرتي ماحول کان مفاصلي جي بنياد تي ٻڌل آهي. اهو سلسلو ابتدائي پاڳي کان شروع ٿئي ٿو، جنهن ۾ ڪچو مال زمين مان حاصل ڪري استعمال ڪجي ٿو جهڙوڪ: زراعت ۽ڪاٽيون ڪوٽڻ. ان ڪانپوءِ ثانوي يعني ٻيو، ٽيون، چوٿون ۽ ڪوائنڊري (quandary) پاڳو اچن ٿا.

### ابتدائي (Primary) اقتصادي سرگرميون

ابتدائي اقتصادي سرگرميون انهن کي چئجي ٿو جيڪي سڌيءَ طرح زمين، پاڻي، نباتات ۽ معدنيات جو استعمال ڪن ٿيون، انهن ۾ زراعت، ماهي گيري (مڇي مارڻ)،

ڪاٽيون ڪوٽڻ ۽ پهڻ ٽڪڻ يا ڪوٽڻ اچي وڃن ٿا. ڏکڻ ايشيا جي ماڻهن جي اڪثريت هنن ڪمن يعني ابتدائي اقتصادي سرگرمين ۾ مشغول رهي ٿي.

هيٺ زراعت جا ڪجهه مثال ڏنا ويا آهن، جن کي ڏسو ۽ ابتدائي محنت يا صنعت کي چانهه جي پيداوار جي حوالي سان معلوم ڪريو.

## سرگرمي

متين تصويرن کي هيٺ ڏنل معلومات مطابق ترتيب ڏيو ۽ ٻڌايو ته چانهه جي ٻوٽن جي واڌ ويجهه ڪيئن ٿئي ٿي.

- هڪ سال ڪانپوءِ چانهه جي ٻوٽن کي ٻنيءَ ۾ لڳايو وڃي ٿو جتي اُهي ٻُوٽن جي شڪل ۾ اُپرن ۽ اُسرن ٿا، جيڪي ٽي فوٽ اوچا ٿين ٿا. ڪک ڪچري کي ڪڍي ڦٽو ڪجي ٿو.
- چانهه جا ٻوٽا نرسريءَ ۾ رکيا وڃن ٿا. اهي چانهه جي ٻوٽن جي پنن کي ڪَٽڻ ڪانپوءِ حاصل ڪجن ٿا.
- ٻئي سال جي پڇاڙيءَ ۾ پنن کي پٽيو وڃي ٿو.

## ثانوي (Secondary) اقتصادي سرگرميون

ثانوي اقتصادي سرگرمين ۾ خام يا ڪچو مال استعمال ٿئي ٿو، جيڪو ڪارخانن ۽ صنعتن ۾ شيون پيدا ڪرڻ واري عمل ۾ اهميت رکي ٿو. ان ذريعي نهايت قيمتي ۽ ڪارائتيون شيون نهي تيار ٿين ٿيون. هنن سرگرمين ۾ صنعتي، پراسيسنگ ۽ تعميراتي ڪم اچي وڃن ٿا. ڏکڻ ايشيا جي ماڻهن جو وڏو انگ هن قسم جي سرگرمين ۾ مشغول آهي.

اسان پنهنجا ڪاڌا، ڪاڃرو تيل کي استعمال ڪري پچايون ٿا. هيٺين تصوير کي ڏسو، جنهن ۾ ڪاڃرو تيل جي پيداوار جو طريقي ڪار ڏيکاريو ويو آهي.

### ڇا توهان کي خبر آهي؟

ته تيل کي صاف ۽ اُجرو ڪرڻ لاءِ صابڻ استعمال ٿيندو آهي.

### ٽئين قسم (Tertiary) جون اقتصادي سرگرميون

ٽئين قسم جي اقتصادي سرگرمين جو مطلب اهو آهي تہ معيشت جو اهو پاڳو جنهن وسيلي واهپو ڪندڙن کي سهولت ۽ خدمت مهيّا ڪري ڏني وڃي ٿي. هن ۾ واپار، شين جو ڪٽڻ ۽ پهچائڻ هوٽل، مالي ادارا ۽ اچ وڃ ۽ خبر رسائيءَ جون سهولتون شامل آهن.

بينڪاري هڪ نهايت اهم صنعت آهي، جيڪا هر قسم جون مالي خدمتون ۽ سهولتون آڇي ٿي، جن ۾ ٽي ڪم ڏاڍا اهم آهن. جيڪي هيٺ ڏجن ٿا:

**بچت:** صارف يا استعمال ڪندڙ پنهنجا پئسا بينڪ ۾ رکي بچت ڪن ٿا ۽ پنهنجي بچائي رکيل ناڻي تي پئسا ڪمائين ٿا. بينڪ ۾ صارف جي رقم بہ محفوظ رهي ٿي. تنهن ڪري بينڪ ناڻي جي حفاظت ڪرڻ جي خدمت انجام ڏئي ٿي.

**قرض ڏيڻ:** صارف بينڪن کان قرض جي صورت ۾ اوڌر وٺن ٿا. هڪڙن صارفين جي بچت لاءِ رکيل رقمن کي ٻين صارفين کي قرض طور ڏئي، انهن جي واپاري ضرورتن ۾ مدد ڪن ٿا. واپاري نوان ڪاروبار شروع ڪرڻ يا اڳيئن واپار جي ترقي ۽ واڌاري لاءِ بينڪن کان ورتل قرض کي استعمال ڪري پئسو ڪمائين ٿا.

**ناڻي جي منتقلي:** بينڪون صارفين کي بل ڀيارڻ يا پئسا هڪ هنڌان ٻئي هنڌ منتقل ڪرڻ ۾ سهولتون فراهم ڪن ٿيون : پئسا چيڪ يا آن لائين ذريعي موڪلي ۽ گهرائي سگهجن ٿا.

**سرگرمي**

مستقبل ۾ ڪم ڪرڻ جا رجحان توهان کي سوچڻ ۾ مدد ڏيندا تہ ايندڙ دؤر ۾ ڪهڙي نوعيت جي معلومات، مهارتن ۽ روين جي ضرورت پوندي. پنهنجي مستقبل جي باري ۾ سوچيو ۽ هڪ عملي رٿا جوڙيو جنهن جي مطابق پڪ ٿئي تہ ڪهڙيل مهارتن ۽ روين جا توهان مالڪ آهيو يا نہ ؟

| مهارتون | رويا |
|---|---|
| آمد رفت | شرڪت (ٻين سان گڏجي ڪم ڪرڻ). |
| ماڻهن جي وچ ۾ تعلق | جوابدار يا ذميوار (صحيح وقت تي ڪم ڪرڻ). |
| مسئلي کي حل ڪرڻ | سهپ (فراخدلي، صبر ۽ برداشت). |
| فيصلي سازي | ادب وارو (پاڻ ۽ ٻين ڏانهن). |
| سوال پڇڻ | چٽو، واضح ۽ انصاف پريو (قول ۽ فعل ۾ مناسب ۽ معقول). |
| جوکم کڻڻ واري روش | اثرائتو هجڻ (اصولي خيال رکندڙ اصولن تي ٻيهي رهڻ وارو). |

**سرگرمي**

پنهنجي ڪتنب، شهر، ڳوٺ ۽ اخبارن ڪي جانچيو ۽ ڳولاڪريو تہ ماڻهو ڪهڙو ڪم ڪن ٿا. توهان جيڪي ڪم ڳولي لڌا آهن، انهن ڪي هيٺين چئن خانن ۾ قسمن ۾ رکو (جيڪو ڪم جنهن قسم جو آهي ان ڪي ان خاني ۾ ڏيکاريو).

| ثانوي ڪم | ابتدائي ڪم |
|---|---|
| چوٿين قسم جو ڪم | ٽئين قسم جو ڪم |

**سرگرمي**

هيٺ ڏنل غذائي پيداوار جي ڦيري کي ڏسو:

(الف) مختلف سرگرمين کي سڃاڻو ۽ جنهن سطح جا اهم ڪم آهن، انهن کي بيان ڪريو.

(ب) ٻُڌايو تہ غذائي پيداوار جي سلسلي ۾ سيڙپ، عملي طريقي ڪار ۽ پيدائش ڪهڙي ٿي؟

### سنڌ ۾ ٿيندڙ مختلف ڪم ۽ ڌنڌا

سنڌ، پاڪستان ۾ اقتصادي سرگرميءَ ۽ تحرڪ جو مُکيہ مرڪز آهي. هتان جي معيشت جا مختلف روپ آهن. ڪراچيءَ جي ڳري انڊسٽري ۽ مالي ادارن کان وٺي سنڌو نديءَ تي ٿيندڙ زرعي پيدائش تائين، وڏي معاشي چُرپُر نظر اچي ٿي. پاڪستان ۾ تيزيءَ سان ترقي ڪندڙ ۽ پکڙجندڙ انفارميشن ٽيڪنالاجي (آءِ - ٽي) جو مرڪز پڻ ڪراچي شهر آهي. صنعتي پيداوار ۾ مشينون، سيمنٽ، پلاسٽڪ ۽ ٻيون ڪيتريون ئي شيون نهن ٿيون. سنڌ خاص طور سان زراعت جي لحاظ کان مشهور ۽ اهميت واري آهي. هتي ڪپهہ، چانور، ڪڻڪ، ڪمند، ڪيلا، انب ۽ ٻيا فصل پوکجن ٿا. سنڌ گيس، پيٽرول ۽ ڪوئلي جي قدرتي ذريعن سان پڻ مالا مال آهي.

### سرگرمي

پوئين صفحي ۾ اسان سنڌ (پاڪستان) ۾ ٿيندڙ اقتصادي سرگرمين بابت پڙهيو. هينئين خاڪي ۾ سنڌ جا ڪي ضلعا ڄاڻايا ويا آهن. ٻڌايو ته انهن ضلعن ۾ ڪهڙيون هڪجهڙيون اقتصادي سرگرميون ٿي رهيون آهن.

| ضلعو | اقتصادي سرگرميون |
| --- | --- |
| ڪراچي | |
| ميرپورخاص | |
| سکر | |
| ٿرپارڪر | |
| سانگهڙ | |

هن معلومات جي پيٽ ڏکڻ ايشيا جي ڪنهن ملڪ جي صوبي سان ڪريو (نيپال ۾ سنڌ وانگر پنج ريجن آهن). ڪنهن هڪ ريجن ڪي چونڊيو ۽ حاصل ڪيل معلومات جي پيٽ ڪريو.

### انساني سرگرمين جو قدرتي وسيلن تي پوندڙ اثر

انساني سرگرميون جهڙوڪ: وڻ وڍڻ، فيڪٽرين ۽ ڪارخانن مان خارج ٿيندڙ دونهون، دريائن ۽ سمنڊ ۾ جمع ٿيندڙ صنعتي غلاظتون ، ماحولياتي گدلاڻ ۾ اضافو آڻي عالمي گرمي پد وڌائڻ جو سبب بڻجي رهيون آهن. صنعتي سطح تي ٿيندڙ ماهي گيري ۽ مڇي مارڻ جي ڪري، مڇين جو تعداد ان حد تائين گهٽجي رهيو آهي جو انهيءَ جو مناسب تدارڪ ٿي نہ سگهندو. ڪاٺ وڍيندڙ، ٻيلن مان وڏن وڻن جي واڍيءَ ڪري نہ رڳو ٻيلن کي تباهہ ڪري رهيا آهن، پر ٻوٽن، پکين ۽ جانورن جي گهرن کي بہ ختم ڪري رهيا آهن. ڪاٺين ڪوٽڻ سان علائقن جا علائقا ويرانن ۽ ميدانن ۾ تبديل ٿيندا پيا وڃن.

### سرگرمي

ملڪ جي شهريءَ جي حيثيت ۾ قدرتي وسيلن(جهڙوڪ: پاڻي، گيس، زمين ۽ هوا) جي تحفظ لاءِ ڪهڙا اُپاءُ وٺي سگهو ٿا؟.

# قدرتي وسيلن جي استحصال تي حڪومت جي قانون سازي

**چا توهان کي خبر آهي؟**
حڪومت وٽ قدرتي وسيلن کي استعمال کان بچائڻ لاءِ ڪيترا ئي قاعدا قانون موجود آهن.

پاڪستان ۾ معدنيات، ٻيلا، پاڻي ذخيرن ۽ قدرتي گئس جي حالت ۾ ڪيترائي قدرتي ذخيرا موجود آهن. پاڪستان جي حڪومت انهن تمام معاهدن ۾ شريڪ آهي جيڪي قدرتي ذخيرن جي سار سنڀال ۽ حفاظت لاءِ ڪيا ويا آهن. پاڪستان انهن سڀني معاهدن جي نفاذ تي زور پري ٿو جن ۾ "NATIONAL CLEAN AIR ACT"، "CONTROL VEHICULAR EMISSION" صنعتي گدلاڻ ڀهراڙين ۾ اندروني فضائي گدلاڻ، توانائيءَ ۾ وڌنڌ قدرتي گئس جي ملاوٽ، اچ وڄ جا متبادل ذريعا وغيره، قومي حفاظتي حڪمت عملي، قدرتي وسيلن جو تحفظ ۽ انهن جي استحصال ۽ گدلاڻ کي محدود ڪرڻ شامل آهن. قومي ٻيلن واري پاليسيءَ تي عمل در آمد ڪرڻ لاءِ قومي ۽ صوبائي سطح تي قانون ۽ ضابطا ممڪن تي نہ سگهيا. ان ڪري 2011ع ۾ 17 اسم صوبن ڏانهن منتقل ٿيا تہ جيئن مقامي سطح تي عمل ڪرائي قانون کي مؤثر بڻايو وڃي پر اها تبديلي اڃا تڪميل جا مرحلا طئي ڪري رهي آهي. ان ڏس ۾ ميڊيا ۽ سول سوسائٽي، قانون سازي ڪرڻ وارن ادارن کي ياد ڏياريندا ۽ اصرار ڪندا رهن ٿا تہ جيئن قدرتي وسيلن جي استعمال جي باري ۾ صحيح ۽ درست قدم کڻي سگهجن.

## اختصار

ڪم جا چار قسم آهن: ابتدائي، ثانوي، ٽئين قسم جو ۽ چوٿين قسم جو. اسان جتي ڪم ڪريون ٿا ۽ رهون ٿا انهن جو پاڻ ۾ گهڻو تعلق آهي. اهو ڪم جيڪو هٿن سان ڪيو ويندو هو، اهو ڪم هاڻي مشينون ڪن ٿيون. اها تبديلي فائدي واري به آهي ته نقصانڪار پڻ. مشين ذريعي ڪم تڪڙو ۽ وڏي مقدار ۾ ٿئي ٿو. ڏکڻ ايشيا جا پورهيت، شين جي تياري، صنعت، تجارت، معدنيات، ماهي گيري ۽ ٻيلن جي واڌ ويجهه جي شعبن سان لاڳاپيل آهن. هر ڪم ڪرڻ جي پنهنجي مهارت ۽ هنر آهي ۽ ان سان گڏ شوق جي پڻ ضرورت آهي. اهي مشقون بار بار ڪرڻ ۽ وري ڪرڻ سان مهارتون حاصل ٿين ٿيون.

### باب جي پڄاڻيءَ تي مشق

#### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهه جو امتحان وٺو

**1. هيٺيان خال ڀريو**

(i) جن سرگرمين هيٺ ڌرتيءَ جي وسيلن جهڙوڪ: زمين، پاڻي ۽ معدنيات کي استعمال ڪجي ٿو انهن کي __________ چئبو آهي.

(ii) __________ سرگرمين ۾ ڪچو مال استعمال ٿئي ٿو ۽ اُهي قيمتي شيون ٺاهن ٿيون.

(iii) __________ سرگرميون معيشت جي انهن حصن ڏانهن اشارو ڪن ٿيون جيڪي ”خدمتون“ مهيا ڪن ٿيون.

**2. هيٺين سوالن جا جواب لکو**

(i) ابتدائي، ثانوي، ٽئين، چوٿين ۽ پنجين مرحلي جي سرگرمين جي وصف بيان ڪريو ۽ هر هڪ جا مثال ڏيو.

(ii) چوٿين مرحلي جي سرگرمين ۾ ڪم ڪرڻ وارن گهٽ ۾ گهٽ پنجن ڪارڪنن جي فهرست ٺاهيو.

(iii) ٽي چارٽ (T.CHART) ڀريو جنهن ۾ هيٺين ڪارڪنن جي فهرست ۽ انهن جي ڪم لاءِ گهربل صلاحيتون ظاهر ٿيل هجن. بينڪاري، هارپو، مستري، واپاري، استاد ۽ سافٽ ويئر انجنيئر.

| ”الف“ ڪارڪن | ”ب“ ڪم ڪرڻ لاءِ گهربل صلاحيتون |
|---|---|
| | |

**3. وڌيڪ معلومات جي ڳولا ڪريو**

1. توهان جي علائقي ۾ ڀاڄي ڀُتي ۽ ميوي واري دڪان تائين ڀاڄيون ۽ ميوو پهچائڻ لاءِ ڪٽي اينڊڙ گاڏيءَ تي اينڊڙ ڀاڙي جو خرچ ٻُڌايو.
2. مٿي ٻڌايل ٻين ڳالهين کان سواءِ توهان جي غذائي قيمتن کي خريد لائق ڪيئن ٺاهيو وڃي ٿو؟

3. فيڪٽريءَ، ڪارخاني، سرڪاري آفيس يا خدمت انجام ڏيندڙ اداري جهڙي ڪم ڪرڻ واري ڪنهن جاءِ ڪي گهمڻ ۽ ڏسڻ وڃو. اتان جي مُکيہ مئنيجر کان پڇا ڳاڇا ڪريو تہ اتي مختلف عهدن تي ڪم ڪرڻ لاءِ درخواستون ڏيندڙن جي قابليت، لياقت ۽ مهارت ڪهڙي آهي؟

### (ب) پنهنجي تحقيقي مهارت کي استعمال ڪريو

توهان جا ڪلاسي ڪو گهريلو ڪم ڪار ڪيئن ڪري سگهن ٿا، ان باري ۾ هڪ مختصر جاچ ڪريو.

**سرگرمي**

ڪلاس ۾ پار مختلف ماڻهن جي ڪمن بابت عملي مظاهرو ڪن. توهان جا ڪلاسي جيڪو ڪم ڪن، ان بابت معلومات گڏ ڪريو.

ان معلومات کي پاءِ (گول) چارٽ ۾ في سيڪڙي جي حساب سان ظاهر ڪريو تہ ڪو ڪم ڪندڙ ماڻهن جو في سيڪڙي جي لحاظ سان ڪيترو حصو بيهي ٿو.

**رسمي ۽ غير رسمي روزگار (ڪاتن مطابق)**
**2014-2015ع جي تخميني مطابق**

پاءِ چارٽ

**توهان کي ياد ڏيارڻ لاءِ:** پاءِ چارٽ، انهيءَ معلومات جو (خاڪي) اظهار آهي، جيڪا معلومات توهان گڏ ڪئي هئي. جيڪڏهن اوهان جي 50 شاگردن جي معلومات 10، 9، 12، 4، 8 ۽ 7 آهي تہ توهان ان معلومات کي في سيڪڙي ۾ بدلايو. پوءِ توهان هڪ گول ناهيو ۽ معلومات کي في سيڪڙي جي حساب سان ڏيکاريو. ان لاءِ توهان کي گول تي 8 حصا ملندا، جن کي توهان کي ڪم مطابق ورهائڻو آهي. هتي هڪ مثال ذريعي معلومات کي پاءِ چارٽ ۾ تبديل ڪري ڏيکاريو ويو آهي. توهان ڏسندؤ تہ هر ڪم يعني زراعت، نوڪريون/ملازمتون ۽ صنعت 100 جي حساب سان ڄاڻايل آهي.

### (ج) ٻين سان سهڪار ڪريو

هڪ ننڍي گروهه ۾ ورهائجي وڃو ۽ اخبارن ۾ نوڪرين لاءِ اشتهارن کي پڙهو. اخبار لاءِ نوڪرين جي گهرج جا ٻه اشتهار تيار ڪيو جن ۾ ٻڌايو ته ڪم جي نوعيت ڪهڙي آهي، پگهار ڪيتري آهي ۽ ٽئين مرحلي جا ڪم ڪرڻ لاءِ حالتون ڪهڙيون آهن.

## يونٽ جي پڄاڻيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهه جو امتحان وٺو

**1. زمين جي درست قسم يا نوعيت کي سڃاڻو**

| | |
|---|---|
| (i) سڌو سنئون زمين جو حصو يا ٽڪرو | |
| (ii) ٻن جابلو (يا مٿانهن پٽن) علائقن وچ ۾ هيٺانهون حصو | |
| (iii) اُتانهون علائقو جنهن جي پيڙهه يا بنياد بيحد وسيع ۽ ڪشادو آهي،اپيڪيريون لاهيون ۽ ننڍي چوٽي | |
| (iv) سڌا سنوان اتانهان پَٽَ | |

**2. هيٺين سوالن جا جواب لکو**

(i) جبلن جي اهميت بيان ڪريو.
(ii) ٻڌايو ته جبل ڪيئن ٺا نهن؟
(iii) نقشي تي ڏکڻ ايشيا جا ملڪ ڏيکاريو. هر ملڪ جي مُکيه خاصيت بابت نقشي تي تصوير ڪڍو يا تصوير چنبڙايو.
(iv) ماڻهو جبلن مان ڪهڙو فائدو حاصل ڪن ٿا؟
(v) صنعتن جي مختلف قسمن جا نالا لکو ۽ انهن وچ ۾ فرق واضح ڪريو.

### (ب) پنهنجي تحقيقي مهارت کي استعمال ڪريو

1. ڏکڻ ايشيا جي ماڻهن جي مذهبي، سماجي، سياسي ۽ اقتصادي سرگرمين بابت معلومات گڏ ڪريو.
2. ڏکڻ ايشيا جي انهن هنڌن جي ڳولا ڪريو، جن جو تعلق ابتدائي، ثانوي، ٽئين ۽ چوٿين درجي جي سرگرمين سان آهي.

### (ج) ٻين سان سهڪار ڪريو

پنهنجي ڪلاس وارن سان گڏجي هڪ ”خبر نامون“ ناهيو، جنهن ۾ ڏکڻ ايشيا جي ماڻهن ۽ سرزمين بابت نقشو، تصويرون ۽ مضمون هجن.

### (د) ٻين سان معلومات ۽ خيالن جي ڏي وٺ ڪريو

پاڻ ۾ گڏجي ڏکڻ ايشيا جي نقشي جو ليڪائون خاڪو ٺاهيو ۽ ان ۾ هيٺيون ڳالهيون ڏيکاريو.

- قراقرم جبلن جون قطارون.
- دکن جا مٿانهان پٽ.
- بلوچستان جو مٿانهون پٽ.
- سري لنڪا جا ساحلي ميدان.
- هماليه جبل.
- پاڪستان جو سنڌو نديءَ وارو ميداني علائقو.

### (هه) تخليقي ٻڌجو

ڏکڻ ايشيا جي مختلف ملڪن تي هڪ ميلي جو انتظام ڪريو. توهان پنهنجي ڪلاس يا اسڪول جي مختلف پاسن کي هر هڪ ملڪ لاءِ مخصوص ڪري سگهو ٿا، جتي ان ملڪ جي خاص قومي لباس، پوسٽر ٺاهي، ان ملڪ جي آرٽ، فنِ تعمير، موسيقي، سماجي خدمتن، رڌ پچاءُ جي نمونن کي ڏيکاريو ۽ انهن ڪاڏن کي تيار ڪري، ميلو گهمڻ ايندڙن کي اهو وڪرو ڪريو وغيره. پنهنجي اسڪولي شاگردن يا ٻين ڪلاسن وارن کي اوهان ترتيب ڏنل ميلي گهمڻ لاءِ چئو ۽ انهن کي ڏکڻ ايشيا جي باري ۾ معلومات ڏيو.

### (و) فني لحاظ کان هوشيار ۽ چالاڪ ٿيو

پنهنجي موبائيل ڪئميرا سان ماڻهن جي ابتدائي، ثانوي، ٽئين، چوٿين ۽ پنجين سطح جي ڪمن ۾ مشغوليءَ واري حالت ۾ فوٽو ڪڍو. انهن کي فيس بوڪ يا ٽوئيٽر تي اپ لوڊ ڪريو ۽ سمجهايو ته اهي پورهيت ڪهڙيءَ ريت انهن ڪمن ۾ شامل ٿي رهيا آهن يا سندن شموليت جي ڪيتري ضرورت آهي. ماڻهن جا رايا معلوم ڪريو.

### (ز) عام ڀلي ۽ بهتريءَ لاءِ قدم کڻو

اخبار جي ايڊيٽر ڏانهن خط لکو، جنهن ۾ ڏکڻ ايشيا جي علائقي (ريجن) ۾ امن ۽ ڀائيچاري جي ضرورت ڇو آهي؟ ان بابت پنهنجا ويچار ونڊيو.

## يونٽ 6
# آبادي (Population)

### شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- آبادي، ڳتيل آبادي ۽ آباديءَ جي ورڇ جي اصطلاحن کي مثالن سان سمجهڻ.
- سبب ڏيڻ ته ماڻهو ڪن هنڌن تي رهڻ پسند ڪن ٿا ۽ ڪن هنڌن تي رهڻ پسند نه ٿا ڪن.
- آباديءَ جي ورڇ تي کهڙيون ڳالهيون اثر انداز ٿين ٿيون.
- ڏکڻ ايشيا جي نقشي تي گهاٽي آباديءَ ۽ ڇدي آباديءَ وارا علائقا ڏيکارڻ.
- ڏکڻ ايشيا ۾ وڌندڙ آباديءَ جا کهڙا ڪارڻ آهن. اهو سمجهڻ ته ان سان دنيا جي قدرتي نظام تي کهڙو اثر پوي ٿو.
- مثالن سان ٻڌائڻ ته ڏکڻ ايشيا جا ملڪ آباديءَ ۾ واڌاري کي کهڙيءَ طرح ضابطي هيٺ آڻڻ جا جتن ڪري رهيا آهن.
- ڏکڻ ايشيا ۾ آباديءَ جي نمونن کي سمجهڻ.
- پاڪستان ۾ آباديءَ جي واڌ جي نشاندهي ڪرڻ.
- سبب ڄاڻڻ ته پاڪستان ۾ عورتن جي ڀيٽ ۾ مرد وڌيڪ ڇو آهن.
- واڌو آبادي کهڙن مسئلن کي پيدا ڪري ٿي.
- واڌو آباديءَ کي گهٽائڻ لاءِ کهڙا اُپاءُ وٺڻ گهرجن.
- ڏکڻ ايشيا جي ماڻهن جي زندگيءَ جي طور طريقي تي مختلف عنصرن(رهائش لاءِ گهر، کاڌو، پاڻي، تعليم ۽ صحت جي سهولت)جا اثر بيان ڪرڻ.

### يونٽ جو تعارف

هن يونٽ ۾ اوهان پڙهندؤ ته آبادي لفظ جي معنيٰ ڇا آهي. توهان کي آباديءَ جي ورڇ بابت ويچارن کان آگاهي حاصل ٿيندي ۽ انهن سببن جي ڄاڻ پوندي، جنهن جي بنياد تي ماڻهو ڪن هنڌن تي رهڻ پسند ڪن ٿا ۽ ڪن تي نه. توهين ڏکڻ ايشيا جي آباديءَ ۾ واڌ جي سببن کي معلوم ڪندا ۽ اهو پڻ پڙهندا ته ان سان دنيا جي قدرتي سرشتن تي کهڙو اثر پئي ٿو. حد کان وڌيڪ آبادي کهڙن مسئلن کي جنم ڏئي ٿي ۽ انهن تي ڪيئن ضابطو رکي سگهجي ٿو.

# آبادي

## شاگردن جي سکيا جا  نتيجا

- آبادي، ڳتيل آبادي ۽ آباديءَ جي ورڇ جي اصطلاحن کي مثالن سان سمجھڻ.
- سبب ڏيڻ تہ ماڻھو ڪن ھنڌن تي رھڻ پسند ڪن ٿا ۽ ڪن ھنڌن تي رھڻ پسند نہ ٿا ڪن.
- آباديءَ جي ورڇ تي کھڙيون ڳالھيون اثرانداز ٿين ٿيون.
- ڏکڻ ايشيا جي نقشي تي گھاٽي آبادي ۽ ڇڊي آباديءَ وارا علائقا ڏيکارڻ.

## تعارف

ھن باب ۾ توھان ”آبادي“ ۽ ”آباديءَ جي ورڇ“ بابت پڙھندا ۽ اھو پڻ ڄاڻندا تہ ماڻھو ڪنھن خاص علائقي ۾ رھڻ پسند ڇو ٿا ڪن.

### آبادي ڇا کي ٿو چئجي؟

ڪنھن شھر، ٽائون يا ڳوٺ ۾ رھندڙ ڪُل ماڻھن جي تعداد کي آبادي چئجي ٿو. توھان اڪثر ٻڌو ھوندو تہ ماڻھو چوندا آھن تہ فلاڻي ھنڌ قوم لٽي پئي آھي تہ ڪٿي ڪو ايڪڙ ٻيڪڙ ماڻھو نظر ايندو آھي. ان مان اتي رھندڙ ماڻھن جو انگ ظاھر ٿئي ٿو تہ گھڻا ماڻھو رھن ٿا يا ٿورا. جتي جھجھا ماڻھو رھن ٿا اتي چئبو تہ ڳـتيل آبادي آھي پر جي ماڻھو گھٽ رھن ٿا تہ چئبو تہ ڇڊي آبادي آھي.يعني ايڪڙ ٻيڪڙ ماڻھو رھن ٿا. ھيٺ ڏنل خاڪي ۾ توھان دنيا ۾ گھاٽي يا ڳتيل آبادي وارن ملڪن جا نالا پڙھندا.

**2015ع ۾ ڪن ملڪن جي آبادي (ملين ۾ )**

| ملڪ جو نالو | آبادي | نمبر |
|---|---|---|
| چين | 1,346 | _____ |
| هندستان | 1,241 | _____ |
| آمريڪا | 312 | _____ |
| انڊونيشيا | 238 | _____ |
| برازيل | 197 | _____ |
| پاڪستان | 200 | _____ |
| نائيجريا | 162 | _____ |
| بنگلاديش | 151 | _____ |
| روس | 143 | _____ |
| جپان | 128 | _____ |

**سرگرمي**

ڏکڻ ايشيا ريجن ۾ جيڪي ملڪ آهن انهن جي فهرست لکو ۽ آبادي جي گهٽائي جي حساب سان انهن کي نمبر ڏيو.

ماڻهو ڪن جاين تي گهڻا ۽ ڪن تي گهٽ رهن ٿا. ان جو دارومدار ان ڳالهه تي آهي تہ ماڻهو ڪٿي رهڻ پسند ڪن ٿا. ان لحاظ کان ڪٿي ماڻهن جي آبادي ڳتيل تہ ڪٿي ڇڊي آهي.

جڏهن ڪنهن علائقي ۾ رهندڙ ماڻهن جو تعداد موجوده علائقي جي لحاظ کان گهڻو وڌيڪ آهي تہ ان جاءِ کي ڳتيل يا گهاٽي آباديءَ وارو چئبو آهي. جيترا ماڻهو گهڻا اوتري آبادي ڳتيل هوندي پر جيڪڏهن ايراضيءَ جي لحاظ کان ماڻهن جو تعداد گهٽ آهي تہ پوءِ ان کي ڇڊي آباديءَ وارو هنڌ چئبو آهي.

آباديءَ جي گهاٽائي ذريعي اسان کي خبر پوندي تہ ڪنهن علائقي جي آبادي ڳتيل آهي يا ڇڊي آهي. "گهاٽي آبادي" جي اصطلاح جي معنيٰ ڪنهن هڪ ايراضي ۾ رهندڙ ماڻهن جو اهو تعداد آهي جنهن کي هڪ ڪلو ميٽر ۾ رهندڙ ماڻهن جي حساب سان ڀڃايو وڃي ٿو.

هڪ ڪلو ميٽر اندر رهندڙ ڳتيل آبادي

هڪ ڪلو ميٽر اندر رهندڙ ڇڊي آبادي

## آباديءَ جي ورڇ

جنهن طريقي سان ماڻهو ڪنهن ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهن ان کي "آباديءَ جي ورڇ" چئجي ٿو. آباديءَ جي ورڇ ذريعي اسان چئي سگهون ٿا ڪنهن خاص ايراضيءَ ۾ ماڻهن جي ورڇ هڪجهڙي، برابر ۽ واجبي آهي يا اُها اڻ برابريءَ واري ۽ ناهموار آهي.

**استاد لاءِ هدايت:** هيءَ مشق ڪلاس ۾ ڪريو. چاڪ سان پٽ تي هڪ گول ڪيو ۽ شاگردن کي چئو تہ ان گول اندر ٿي بيهن. هاڻي گول ۾ اڳ موجود شاگردن جي تعداد ۾ اضافي لاءِ وڌيڪ شاگرد شامل ڪريو. شاگردن کان پڇو تہ ساڳي ايراضيءَ اندر جيڪڏهن شاگردن جو تعداد لڳاتار وڌندو رهندو تہ ڇا ٿيندو؟

## سرگرمي

هيٺ ڏنل نقشي کي ڏسو ۽ ڏکڻ ايشيا جي انهن علائقن کي جاچيو جتي ڇڊي آبادي آهي. وري انهن علائقن کي ڳوليو جتي جي آبادي ڳتيل آهي.

ڳتيل ۽ ڇڊي آبادي ڏيکاريندڙ نقشو

### ماڻهو ڪنهن خاص علائقن ۾ رهڻ چو ٿا پسند ڪن؟

ماڻهو ڪيترن ئي سببن جي ڪري ڪن خاص علائقن ۾ رهڻ کي ترجيح ڏين ٿا. مثال طور:

- پاڻي.
- کاڌو خوراڪ.
- روزگار.
- اچ وڃ جي سهولت.

هاڪاري ڳالهيون ڪٿي رهڻ لاءِ همٿائين ٿيون ۽ ناڪاري ڳالهيون اتان جي لڏڻ لاءِ مجبور ڪن ٿيون. اسان انهن کي طبعي ۽ انساني عنصرن ۾ ورهائي سگهون ٿا. طبعي عنصرن جو ماحول جي قدرتي حصي سان تعلق آهي. جهڙوڪ: جُهڙي ڦُڙي، آبهوا، نباتات زمين جو قسم ۽ قدرتي وسيلا وغيره. انساني ڳالهين جو تعلق ماڻهن جي مشغولين ۽ سرگرمين سان آهي، جيڪي اقتصادي، سياسي يا سماجي ٿي سگهن ٿيون.

**سرگرمي**

مٿئين شڪل جهڙي توهان بہ شڪل ناهيو جنهن ۾ طبعي ۽ انساني ”ناڪاري“ عنصر ڄاڻايو، جن جي ڪري ماڻهو ڪنهن هنڌ تي رهڻ پسند نہ ٿا ڪن.

ڪڏهن ڪڏهن سياسي جهڳڙن جي ڪري ماڻهو ڪنهن علائقي مان هليا ويندا آهن يا اتان لڏ پلاڻ ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيا ويندا آهن. ماحولياتي سببن جهڙوڪ: ڏڪار وغيره جي ڪري ٻه ماڻهو ٻين هنڌن ڏانهن منتقل ٿين ٿا تہ جيئن پنهنجي ضرورتن ڪي بهتر نموني پورو ڪري سگهن. معاشي سببن جهڙوڪ: روزگار جي تبديلي يا روزگار جي ڳولا ۽ طبي سببن جهڙوڪ: پليگ (وبا) آباديءَ ۾ گهٽتائي جو سبب ٿي سگهن ٿا.

ڏکڻ ايشيا ۾ ماڻهن جو وڏو انگ اتي رهڻ چاهي ٿو جتي طبعي عنصر جهڙوڪ: بني پوکڻ لاءِ مناسب حالتون، سڌي سنئين زمين ۽ زرخيز مٽي ۽ جهجهي تعداد ۾ برسات پوندي هجي. ان ڪان سواءِ ماڻهو اتي بہ رهڻ گهرن ٿا جتي ڪم ڪرڻ يا روزگار جا بهتر موقعا، تعليم ۽ صحت جون سهولتون پڻ موجود هجن.

## اختصار

هڪ ڳوٺ، ٽائون يا شهر ۾ رهندڙ ماڻهن جي ڪل تعداد کي آبادي (Population) چئجي ٿو. ماڻهن جا اُهي علائقا ڳتيل يا ڇڊي آباديءَ وارا ٿي سگهن ٿا جن جو دارومدار ڪيترين ئي عنصرن تي آهي جهڙوڪ: قدرتي ماحول جنهن ۾ رليف، زمين جا هيٺانهان مٿانهان حصا، آبهوا، نباتات، پوٽن جي صورت ۾ اوسر ساوڪ، زمين جا قسم، قدرتي وسيلا ۽ اهي انساني عنصر شامل آهن جن جو تعلق ماڻهن جي مشغولين ۽ سرگرمين سان آهي. ماڻهو انهن هنڌن تي رهڻ پسند ڪن ٿا، جتي پاڻي، زرخيز زمين ۽ روزگار جا موقعا موجود هجن.

## باب جي پڇاڙيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهہ جو امتحان وٺو

**1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو**

(i) آباديءَ جي اصطلاح جي معنيٰ ڪهڙي آهي؟

(ii) ماڻهو ڪنهن خاص علائقي ۾ رهڻ ڇو پسند ڪن ٿا.

(iii) ”گهاٽي يا ڳتيل آباديءَ“ جي اصطلاح جي سمجهاڻي ڏيو.

**2. وڌيڪ ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪريو**

1. موجوده وقت ۾ دنيا جي آبادي ڪيتري آهي؟ ڪتابن ۽ انٽرنيٽ جي مدد سان معلومات گڏ ڪريو.

2. گهٽي ۾ گهٽي آباديءَ وارن ڏهن ملڪن جا نالا گهٽجندڙ ترتيب سان لکو.

**(ب) پنهنجي تحقيقي مهارت کي استعمال ڪريو**

معلوم ڪريو تہ اوهان جي ڳوٺ/ٽائون/شهر جي آبادي ٽيهہ سال اڳ ڪيتري هئي ۽ اڄ اها ڪٿي بيٺي آهي.

**(ج) ٻين سان خيالن ۽ معلومات جي ڏي وٺ ڪريو**

ڪنهن وڏي ڄمار واري شخص سان ڳالهہ ٻولهہ ڪري ڪانئس معلوم ڪريو تہ توهان جي مقامي علائقي مان/ڏانهن ماڻهو ڇو لڏي ويا / لڏي آيا آهن.

**(د) تخليقي ٻڻجو**

هڪ پاءِ گراف ٺاهيو جنهن ۾ هر صوبي جي لحاظ کان پاڪستان جي آباديءَ جي ورڇ ڏيکاريو.

**(هہ) ٻين سان سهڪار ڪريو**

ٽولين ۾ ورهائجي پاڻ ۾ بحث مباحثو ڪريو. اهو ٻڌايو تہ اوهان جي راءِ مطابق سن 2050ع ۾ دنيا ۾ گهٽي ۾ گهٽي آباديءَ وارو ڪهڙو ملڪ هوندو؟ پنهنجي راءِ جي تائيد ۾ سبب ڄاڻايو.

# باب ڇهون ڏکڻ ايشيا جي وڌندڙ آبادي

## شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- ڏکڻ ايشيا ۾ وڌندڙ آبادي جا ڪهڙا ڪارڻ آهن اهو سمجهڻ ته ان سان دنيا جي قدرتي نظام تي ڪهڙو اثر پوي ٿو.
- مثالن سان ٻڌائڻ ته ڏکڻ ايشيا جا ملڪ آباديءَ ۾ واڌاري کي ڪهڙيءَ طرح ضابطي هيٺ آڻڻ جا جتن ڪري رهيا آهن.
- ڏکڻ ايشيا ۾ آباديءَ جي نمونن کي سمجهڻ.
- پاڪستان ۾ آباديءَ جي واڌ جي نشاندهي ڪرڻ.
- سبب ڄاڻڻ ته پاڪستان ۾ عورتن جي ڀيٽ ۾ مرد وڌيڪ ڇو آهن؟

## تعارف

دنيا ۾ ماڻهن جي آباديءَ ۾ روزانوواڌارو ايندو رهي ٿو. گذريل 400 سالن ۾ آباديءَ ۾ 14 ڀيرا تيزيءَ سان واڌارو ٿيو آهي. اها ڳالهه ضرور ٿي آهي ته دنيا جي آباديءَ ۾ واڌ هر هنڌ هڪجهڙي ناهي ٿي.

ماڻهن جي آباديءَ ۾ واڌارو ان ڪري ٿئي ٿو ڇاڪاڻ ته ڄمُ وڌيڪ ۽ موتَ گهٽ ٿين ٿا ۽ وري ملڪ ۾ ايندڙن جو تعداد، ملڪ مان لڏي ويندڙن جي تعداد کان وڌيڪ هوندو آهي. آباديءَ ۾ تيزيءَ سان واڌارو معاشي طورشاهوڪار ملڪن جي ڀيٽ ۾ معاشي طور ڪمزور ملڪن ۾ گهٽو هوندو آهي. توهان ان جي ڪارڻن جي باري ۾ سوچي سگهو ٿا.

## ڏکڻ ايشيا ۾ آباديءَ ۾ واڌ جا ڪارڻ

سڄي دنيا توڙي ڏکڻ ايشيا ۾ وڌندڙ آباديءَ جا ڪيترائي ڪارڻ آهن. اڪثر ملڪن ۾ ان جو مُکيہ سبب اهو آهي ته ڄم جي شرح موت جي شرح کان گهٽو وڌيڪ آهي. ڄم جي شرح جو ڪاٿو ان مان لڳائجي ٿو ته هڪ هزار ماڻهن ۾ سال ۾ ڪيترا ٻار ڄاوا. سال ۾ هڪ هزار ماڻهن مان ڪيترا فوت ٿي ويا، ان مان موت جي شرح معلوم ڪجي ٿي. تلهي ليڪي ائين سمجهو ته سال ۾ هڪ هزار ماڻهن ۾ ڄم وڌيڪ ۽ موت گهٽ ٿئي ٿو. ائين ڇو ٿو ٿئي؟ انهن جي سبب تي ڳالهه ٻولهه ڪريو.

### سرگرمي

هيٺ ڏنل خاڪي کي ڏسو. ان ۾ ڄاڻايل ڳالهين جا ڪارڻ ٻڌايو ته اهي ڪيئن آباديءَ ۾ واڌاري ۽ موت جي شرح ۾ گهٽتائي جو سبب بڻجن ٿا.

| | |
|---|---|
| ٽيڪنالاجيءَ ۾ ترقي | |
| بهتر خوراڪ | |
| بهتر ۽ صحتمند رهائشي طريقا | |
| طبي علمن ۾ واڌارو | |

موت جي شرح ۾ گهٽتائي دنيا ۾ تيزيءَ سان وڌندڙ آباديءَ جو مُکيہ ڪارڻ آهي.
اهي شخص جيڪي آباديءَ جو اڀياس ڪن ٿا يعني ڊيمو گرافرس،انهن جو چوڻ آهي تہ سن 2050ع ۾ دنيا جي آبادي وڌي ڏھ بلين جي لڳ ڀڳ ٿيندي.

سيڱني ڪان وڌيڪ ترقي پذير ملڪن جي آباديءَ ۾ تيزيءَ سان واڌارو اچي رهيو آهي. ان جو مُکيہ سبب اهو آهي تہ انهن ملڪن جا ماڻهو ٻارن جي انگ ۾ اضافو آڻڻ چاهين ٿا. ڏکڻ ايشيا ۾ وڌندڙ آباديءَجا ٻيا سبب هيٺ ڏجن ٿا:

پڙهيل ماڻهن جي گهٽ شرح

ننڍيءَ عمر ۾ شادي

پٽاٽي اولاد جي خواهش

پوڙهائپ ۾ سماجي تحفظ

غربت

قبائلي جهيڙا جهڳڙا ۽ خاندان جي طاقت

### وڌندڙ آباديءَ جو دنيا جي قدرتي سرشتن تي اثر

آباديءَ ۾ واڌارو معنيٰ ماڻهن جي گهرجن جي پورائي لاءِ جهجهن ذريعن جو هجڻ آهي. پاڻي ۽ ٻيلا تہ اهڙا ذريعا آهن جن کي نئين سر مهيّا ڪري سگهجي ٿو، پر جي اهي نئين سر مهيا ٿيڻ کان اڳ ئي ختم ٿي وڃن تہ پوءِ انهن جي کوٽ محسوس ٿيندي.

آباديءَ ۾ اضافو دنيا جي قدرتي وسيلن تي مسلسل داٻ وجهي رهيو آهي. کاڌي خوراڪ، پاڻي ۽ گهرن جي گهٽتي ضرورت پوي ٿي. ڏڪار ۽ اڻ پوري غذا ماڻهن لاءِ وڏو عذاب آهن.

انهن مشڪلاتن ۽ مسئلن جي ڪري دنيا جا اڪثر ملڪ پنهنجي آباديءَ کي ضابطي هيٺ رکڻ لاءِ ڪوششون ڪري رهيا آهن. ڇا توهان چين ملڪ جي ”هڪ ٻار“ واري پاليسيءَ بابت ٻڌو آهي؟ ان پاليسيءَ کي ان لاءِ جاري ڪيو ويو تہ جيئن آباديءَ ۾ واڌاري کي مؤثر طريقي سان روڪي سگهجي.

**سرگرمي**

ڏکڻ ايشيا جي ڪهڙي بہ هڪ ملڪ بابت کوجنا ڪريو ۽ ٻڌايو تہ ان ملڪ ۾ آباديءَ جي واڌاري کي روڪڻ لاءِ ڪهڙا اُپاءُ ورتا پيا وڃن.

پنهنجي موضوع تي نظر رکو: (آباديءَ تي ضابطي لاءِ اوهان ڪهڙا سوال ٺاهيا آهن انهن کي لکو). معلومات، انگ اکر گڏ ڪريو: (درسي ڪتابن، انسائيڪلوپيڊيا، انٽرنيٽ، سفري ڪتابڙن، اخبارن، رسالن وغيره مان چونڊيل ملڪ جي آباديءَ متعلق مواد جمع ڪريو) معلومات جي چنڊ ڇاڻ ڪريو: (اهو فيصلو ڪريو تہ ڪهڙي معلومات توهان جي تيار ڪيل سوالن جا جواب ڏئي ٿي).

نتيجا اخذ ڪريو: (گڏ ڪيل معلومات کي عقلي بنياد تي ترتيب ڏيو. اهو بہ طئي ڪريو تہ توهان معلومات کي ڪهڙي نوعيت ۽ ڍنگ سان پيش ڪندؤ يعني لکت جي صورت ۾ رپورٽ يا ياداشت نامو، پيشڪاري وغيره).

**اختصار**

آباديءَ ۾ اضافو تڏهن ٿئي ٿو، جڏهن جم وڌيڪ ۽ موت گهٽ ٿئي ٿو يا ماڻهو اچن گهٽا تا ۽ وڃن گهٽ تا. وڌندڙ آبادي دنيا جي ڪيترن ملڪن لاءِ وڏو مسئلو بڻيل آهي ڇاڪاڻ تہ ان جو سنئون سڌو اثر طبعي ماحوليات ۽ دنيا جي وسيلن تي پوي ٿو. دنيا جي ملڪن ان سلسلي ۾ ڪافي اُپاءُ ورتا آهن جهڙوڪ: ماڻهن کي تعليم ڏئي، انهن کي باشعور بڻايو ويو آهي يا اهڙا قدم جن سان آباديءَ کي گهٽائي سگهجي.

## باب جي پڇاڙيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجھ جو امتحان وٺو

**1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو**

(i) پاڪستان ۾ آباديءَ جي واڌاري جا ڪهڙا سبب آهن؟

(ii) ڏکڻ ايشيا ۾ آباديءَ جي مخصوص نمونن جي سمجھاڻي ڏيو.

**2. وڌيڪ کوجنا ڪريو**

دنيا ۾ موت جي شرح ۾ ڊرامائي گهٽتائيءَ جا ڪهڙا ڪارڻ آهن؟

### (ب) پنهنجي تحقيقي مهارت کي استعمال ڪريو

گذريل ڏهن سالن ۾ پاڪستان جي آباديءَ ۾ ڪهڙي واڌ آئي آهي؟

### (ج) ٻين سان لهه وچڙ ۾ اچو

ٽولين ۾ ورهائجي انهن سببن کي تلاش ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو جن جي نتيجي ۾ پاڪستان ۾ مرد، عورتن کان وڌيڪ آهن.

### (د) عام ڀلي لاءِ قدم کڻو

اخبار جي ايڊيٽر ڏانهن خط لکو جنهن ۾ پنهنجي طرفان وڌندڙ آباديءَ کي ضابطي هيٺ آڻڻ لاءِ تجويزون ڏيو.

### (هه) تخليقي ٻڌجو

اهو چيو وڃي ٿو ته عوام کي تعليم ڏيارڻ سان آباديءَ ۾ واڌاري تي ضابطو رکي سگهجي ٿو. هڪ پوسٽر ٺاهيو جنهن ۾ اهڙي معلومات مهيا ڪيو ته عوام کي تعليم ڏيارڻ سان هن مسئلي کي ڪيئن مُنهن ڏئي سگهجي ٿو.

### (و) ٻين سان سهڪار ڪريو

گروهن ۾ ورهائجي وجو ۽ انهن سببن جي ڳولا ڪريو جن جي ڪري چين ۾ ”هڪ ٻار“ واري پاليسيءَ تي عمل ٿئي ٿو.

**شاگردن جي سکيا جا نتيجا**

- واڌو آبادي کهڙن مسئلن کي پيدا ڪري ٿي.
- واڌو آباديءَ کي گهٽائڻ لاءِ کهڙا اُپاءَ وٺڻ گهرجن.
- ڏکڻ ايشيا جي ماڻهن جي زندگيءَ جي طور طريقي تي مختلف عنصرن (رهائش لاءِ گهر، کاڌو، پاڻي، تعليم ۽ صحت) جي سهولت جا اثر بيان ڪرڻ.

## تعارف

اڳئين باب ۾ توهان پڙهيو ته جڏهن ڪنهن علائقي جي ماڻهن جو تعداد، اتي موجود وسيلن کان وڌي وڃي ٿو ته اسان ان کي واڌو آباديءَ وارو هنڌ چونداسين. واڌو آبادي ان کي چئبو آهي جڏهن ڪنهن ايراضيءَ ۾ رهندڙ ماڻهن جو انگ ايترو گهٽو ٿي وڃي ٿو جو هڪ سٺي معيار واري زندگي گذارڻ مشڪل ٿي پوي ٿي چاڪاڻ ته ماحول مان ملندڙ سهولتون ايڏي وڏي تعداد لاءِ ناڪافي ٿين ٿيون، جنهن جو لازمي اثر انهن جي زندگيءَ جي معيار تي پوي ٿو.

گذريل هڪ سؤ سالن ۾ دنيا جي آباديءَ ۾ جنهن تيزيءَ سان واڌارو آيو آهي ان جي ڪري ئي "واڌو آبادي" جو مسئلو پيدا ٿيو آهي. آباديءَ ۾ واڌارو،ڄمر ۽ موت جي شرح ۾ فرق جي ڪري ٿئي ٿو.

دنيا ۾ آباديءَ جو واڌارو ڪيترين ئي ڳالهين ڏانهن منسوب ڪري سگهجي ٿو جهڙوڪ: کاڌو خوراڪ جي پيداوار ۽ ورڇ ۾ واڌارو، عام صحت جي شعبي (پاڻي ۽ صفائي سترائي) ۾ بهتري، طبي ٽيڪنالاجي (ويڪسينس ۽ ائنٽي بايوٽڪ) وغيره. ماضيءَ ۾ ڪيترائي ڀار انهن بيمارين جي ڪري فوت ٿي ويندا هئا جن بيمارين جو علاج اجوڪي دؤر ۾ آسان ٿي پيو آهي. دنيا ۾ نيون ايجادون ٿي رهيون آهن جن جي ڪري موت جي شرح ۾ گهٽتائي ۽ ماڻهن جي زندگيءَ جي معيار ۾ بهتري آئي آهي.اهڙيءَ طرح ماڻهو وڏي ڄمار ماڻن ٿا.

وڌندڙ آبادي ملڪي وسيلن تي ڀار آهي ۽ ڪيترن ئي سماجي ۽ اقتصادي مسئلن کي جنم ڏئي ٿي. ان جو هڪ نتيجو اهو به ڏسڻ ۾ آيو آهي ته روزاني زندگيءَ ۾ رش ۽ گوڙ گهمسان آهي.

**سرگرمي**

اڳئين باب ۾ اوهان سکي آيا آهيو ته ٽولا ڪيئن ڪري سگهجي ٿي. ٽولين ۾ ورهائجي وڃو ۽ وڌندڙ آباديءَ جي مسئلن مان ڪنهن هڪ جي باري ۾ جاچ ڪري ان بابت تفصيلي رپورٽ پيش ڪريو.

رهائش لاءِ گهٽ گنجائش

طبي سهولتن تي بار

بي روزگاري

پاڻيءَ جي قلت

### آباديءَ کي روڪڻ لاءِ ممڪن اُپاءَ

ماڻهن جو اهو عام خيال آهي ته آباديءَ کي ضابطي هيٺ آندو وڃي. ڪيترن ئي ملڪن اهڙيون پاليسيون جوڙيون آهن ۽ اُپاءَ ورتا آهن. جن سان آباديءَ ۾ بيحد واڌاري کي روڪي سگهجي ٿو.

**انهن مان ڪجهه اُپاءَ هيٺ ڏجن ٿا.**

(i) ڄم جي شرح کي گهٽ حد تي رکيو وڃي. مثال طور جيئن چين ۾ آهي.

(ii) ٿورن ٻارن وارن ڪٽنبن کي انعام ڏنا وڃن.

(iii) گهڻن ٻارن وارن خاندانن تي ڏنڊ مڙهيا وڃن.

(iv) ڄم-روڪ جي طريقن کي آسانيءَ سان مهيا ڪري ڏيڻ.

(v) دير سان شادين ڪرڻ جي رجحان جي همت افزائي ڪرڻ.

تعليم ۾ سُڌاري ۽ ڇوڪرين جي تعليم ذريعي پڻ ملڪي آباديءَ ۾ واڌري کي روڪي سگهجي ٿو.

**سرگرمي**

جوڙن ۾ ورهائجي وڃو ۽ ڪي ٻيا اُپاءَ تجويز ڪريو جن جي ڪري آباديءَ ۾ واڌ کي ضابطي ۾ آڻي سگهجي ٿو.

## اختصار

ڪنهن ايراضيءَ ۾ ماحولياتي گنجائش ڪان وڌيڪ ماڻهن جي تعداد کي واڌو آبادي چئجي ٿو. آباديءَ ۾ واڌاري سان بک، بيماري ۽ بي گهريءَ جا مسئلا جنم وٺن ٿا. ماڻهن کي تعليم ڏيڻ سان، خاص ڪري ڇوڪرين جي تعليم سان آباديءَ ۾ واڌ کي گهٽائي سگهجي ٿو. حڪومت کي ان ڏس ۾ اثرائتا قدم کڻڻ گهرجن.

### باب جي پڄاڻيءَ تي مشق

**(الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهه جو امتحان وٺو**

**1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو**

(i) ”واڌو آبادي“ جي وصف لکو.

(ii) آباديءَ ۾ واڌ جي ڪري جيڪي مسئلا پيدا ٿين ٿا، تن مان هر هڪ تي ٻه جملا لکو.

**2. وڌيڪ معلومات حاصل ڪريو**

ڏکڻ ايشيا جي ماڻهن جي معيارِ زندگيءَ تي اثر انداز ٿيندڙ عنصرن (جهڙوڪ: گهرن جو هجڻ، کاڌو خوراڪ، پاڻي، تعليم، صحت وغيره) جي گهٽتائيءَ ۾ وڌندڙ آباديءَ جو ڪهڙو ڪردار آهي.

**(ب) پنهنجي تحقيقي مهارت کي استعمال ڪريو**

تحقيق ڪريو ته آباديءَ جي لڏ پلاڻ ڇو ٿي ٿئي؟

**(ج) پين سان سهڪار ڪريو**

ٽولين ۾ ورهائجي هڪ رٿا جوڙيو جنهن ۾ حڪومت کي تجويزون ڏيو ته اها انهن تي عمل ڪري آباديءَ ۾ واڌاري کي روڪڻ لاءِ جوڳا اُپاءَ وٺي.

**(د) عام پلي لاءِ قدم کڻو**

هڪ پرچو (فلاير) ناهيو جنهن ذريعي ماڻهن کي آگاهي ڏيو ته آباديءَ ۾ واڌاري سان بنيادي گهرجن جي پورائي ۾ ڪيتري کوٽ اچي ٿي.

**(هه) تخليقي ٻڌجو**

سمجهو ته توهان جي ڪلاس ۾ شاگردن جو تعداد ٻيڻو ٿي ويو آهي. ان واڌاري سان توهان کي ڪهڙن مسئلن کي منهن ڏيڻو پوندو.

**(و) پين سان سهڪار ڪريو**

ٽولين ۾ ورهائجي وجو ۽ بحث مباحثو ڪريو ته ڇدي آبادي وارا علائقا، ڇدا آباد ڇو ٿا رهن؟

## يونٽ جي پڄاڻيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهه جو امتحان وٺو

**1. هيٺين سوالن جا جواب لکو**

(i) "آباديءَ جي ورڇ" ۽ "ڳتيل آباديءَ" وچ ۾ ڪهڙو فرق آهي؟

(ii) ٿي سبب ڄاڻايو تہ:

(الف) ترقي پذير ملڪن جي ڪٽنبن ۾ گهڻا ٻارڇو هوندا آهن؟

(ب) ترقي يافتہ ملڪن جي ڪٽنبن ۾ ٿورا ٻچو هوندا آهن؟

**2. وڌيڪ معلومات حاصل ڪريو**

ڏکڻ ايشيا جي ملڪن جهڙوڪ: (هندستان، پاڪستان ۽ بنگلاديش) جي اڪثر ڪٽنبن ۾ گهڻا ٻار ڇو آهن؟

### (ب) پنهنجي تحقيقي مهارت کي استعمال ڪريو

دنيا ۾ آباديءَ جي ناهموار ورڇ جا ڪهڙا سبب آهن؟

### (ج) ٻين سان سهڪار ڪريو

پنهنجي اسڪول جي هر ڪلاس ۾ موجود ٻارن جي تعداد جو گراف، ٽولين ۾ ورهائجي ڪم کي ونڊي ورچي تيار ڪريو. آباديءَ جي گراف کي ٻار گراف تي ڏيکاريو تہ اسڪول جي هر ڪلاس ۾ ڪيترا ٻار آهن.

### (د) تخليقي ٻڻجو

انهن عنصرن کي ظاهر ڪريو جن جو آباديءَ جي گهاٽي يا ڳتيل هجڻ تي اثر پوي ٿو.

| | | |
|---|---|---|
| صنعتن يا ڪارخانن لاءِ ڪچو مال | | |
| | ڳتيل آباديءَ تي ڪهڙن عنصرن جو اثر پوي ٿو؟ | ويران ۽ غير آباد زمين |
| | ملازمتن ۽ نوڪرين جا موقعا | |

(ھ) پين سان سهڪار ڪريو

ٽولين ۾ ورهائجي وجو ۽ هيٺئين ڪم کي مڪمل ڪريو:

ڏنل نقشي ۾ ڳتيل ۽ ڇدي آباديءَ وارن علائقن کي ڌار ڌار رنگ ذريعي ظاهر ڪريو. گهاٽي آبادي لاءِ "ڳاڙهو رنگ" ۽ ڇدي آباديءَ لاءِ "پيلو رنگ" استعمال ڪريو.

ڏکڻ ايشيا جي آبادي وارو نقشو

یونٽ 7

# شين جي چُونڊ ڪرڻ

## شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- ڪوٺ، انتخاب، موقعاتي قيمت (Opprtunity Cost) ۽ سودي بازي (Trade-offs) جي اصطلاحن کي سمجهڻ.
- اهو سمجهڻ ته محدود ذريعن ۽ لامحدود گهرجن وچ ۾ چڪتاڻ وڏي وجي ته پوءِ فيصلو ڪرڻ لازمي بڻجي وجي ٿو.
- ماڻهو يا گروهه جيڪا چونڊ ڪن ٿا انهن تي مختلف قدر جهڙوڪ: بچت ڪرڻ، نوڪري يا روزگار حاصل ڪرڻ، ڪهڙيءَ طرح اثرانداز ٿين ٿا.
- اهو واضح ڪرڻ ته سيئي معاشي فيصلا موقعي جي مناسبت سان فائديمند هوندا آهن.
- اهو ڄاڻڻ ته چونڊ ۽ موقعاتي قيمت ذاتي نوعيت جي آهي ۽ اُهي مختلف فردن ۽ سماجن ۾ مختلف ٿين ٿيون.
- انهن طريقن کي سمجهڻ جن جي ڪري ثقافتي پس منظر، فيصلي سازيءَ جي عمل تي اثرانداز ٿئي ٿو.
- ماڻهو يا گروهه جيڪو انتخاب ڪن ٿا انهن جا نتيجا حال ۽ مستقبل تي ڪهڙا پون ٿا.
- عام مسئلي بابت فيصلن جي پيٽ ڪرڻ ۽ ان جي سمجهاڻي پڻ ڏيڻ ته موقعاتي قيمت هڪ شاگرد جي ٻئي شاگرد کان مختلف ڇو هوندي آهي؟
- ڪنهن شيءِ جي چونڊ جي نشاندهي ڪرڻ ۽ ان جا سبب واضح ڪرڻ.
- ڪنهن اهڙي صورتحال کي بيان ڪرڻ جنهن ۾ شيءِ جي چونڊ ڪرڻ جي ضرورت پوي، فيصلو ڪرڻ ۽ موقعاتي قيمت کي سڃاڻڻ ته توهان ڇا وڃايو ۽ ڪهڙو فائدو حاصل ڪيو.
- سودي بازيءَ جي وضاحت ڪرڻ ۽ گراف ناهي ٻڌائڻ ته متبادل ۽ سودي بازي ڇا جي نمائندگي ڪن ٿا؟

## يونٽ جو تعارف

هن يونٽ ۾ ٽي باب آهن جن ۾ معاشي يا اقتصادي نظرين جهڙوڪ: ڪوٺ، چونڊ ڪرڻ، موقعاتي قيمت ۽ سودي بازي ڪرڻ کي سمجهايو ويو آهي. انهن نظرين جي ڄاڻ تمام ضروري آهي. ان سان اسان کي صحيح فيصلو ڪرڻ مهارت ۽ ڏانءُ حاصل ٿئي ٿو. هڪ ذميوار شخص جي حيثيت سان، اسان کي پنهنجي روزاني زندگيءَ ۾ ڪيترن ئي معاشي معاملن سان منهن ڏيڻو پوي ٿو. تنهن ڪري اسان لاءِ ضروري آهي ته اسان کي معاشيات جي ابتدائي اصولن جي خبر هجي. اهڙيءَ ريت اسين ڏاهپ سان ضروري فيصلا ڪري سگهنداسين ۽ پنهنجي مالي معاملن کي اثرائتي نموني هلائي سگهنداسين.

# اسين چونڊ ڇو ٿا ڪريون

## شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- ڪوٽ ۽ انتخاب جي اصطلاحن کي سمجھڻ.
- اهو سمجھڻ تہ محدود ذريعن ۽ لامحدود گھرجن وچ ۾ ڇڪتاڻ وڏي وجي ٿي تہ پوءِ فيصلو ڪرڻ لازمي بڻجي وڃي ٿو.
- ماڻهو يا گروهہ جيڪا چونڊ ڪن ٿا ان تي مختلف قدر ڪهڙيءَ طرح اثر انداز ٿين ٿا.
- انهن طريقن کي سمجھڻ جن جي ڪري ثقافتي پس منظر، فيصلي سازي جي عمل تي اثرانداز ٿئي ٿو.
- ڪنهن شيءِ جي چونڊ جي نشاندهي ڪرڻ ۽ ان جا سبب واضح ڪرڻ.

## تعارف

هن باب ۾ توهان ضرورتن ۽ گھرجن بابت معلومات حاصل ڪندا. گھرجن ۽ ضرورتن جي چونڊ ڪرڻ آخر ڇو لازمي ٿئي ٿي. پلا اسان جيڪا چونڊ ڪيون ٿا ان تي ڪهڙن عملن جو اثر پوي ٿو.

## چونڊ ڪرڻ جي ضرورت

اسان کي هر ڏينهن ڪيترين ئي شين ۽ ڳالهين جي چونڊ ڪرڻي پوي ٿي. اسين ڇا پايون، ڇا کائون، ڪيڏانهن گھمڻ ڦرڻ وڃون، اسان وٽ جيڪي پئسا آهن، انهن مان ڇا خريد ڪريون، ڪهڙي راند ڪريون ۽ ڪنهن سان گڏ ڪيڏون وغيره. اسان کي چونڊ ان لاءِ ڪرڻي پوي ٿي ڇاڪاڻ تہ اسان اهو سڀ حاصل ڪري نٿا سگھون جنهن جي اسان کي گھرج آهي. معاشي چونڊ اهڙو فيصلو آهي جنهن مطابق اسان کي اهو طيءِ ڪرڻو آهي تہ پنهنجي محدود پئسن کي ڪٿي ۽ ڪيئن استعمال ڪريون.

### ضرورتون ۽ گھرجون (Needs and Wants)

**ضرورتون** زنده رهڻ لاءِ تمام ضروري آهن، جهڙوڪ: هوا، پاڻي، کاڌو، گھر ۽ ننڊ وغيره.

**گھرجون** اهڙيون خواهشون آهن جيڪي زنده رهڻ لاءِ ضروري ناهن پر اهي زندگي کي وڌيڪ ماڻڻ جوڳو بڻائن ٿيون. جهڙوڪ: پيپسي پيئڻ، سني قسم جا جوگر بوٽ پائڻ. ضرورتن ۽ گھرجن جي پورائي لاءِ ڪن شين کي استعمال ڪبو آهي، ڪن خدمتن مان سهولت ونبي آهي يا تفريحي سرگرمي ۾ وقت گذارڻو پوندو آهي.

**شيون:** اهي آهن، جن کي اسين محسوس ڪري ۽ هٿ لائي سگھون ٿا، مثال طور صوف، رانديڪا ۽ ڪتاب. انهن کي پيداواري شيون بہ چئجي ٿو.

**خدمتون:** اهي آهن جن کي هٿ لائي نٿو سگھجي تن کي خدمتون چئبو آهي. خدمت، اهو ڪم آهي جيڪو اسان لاءِ ڪيو وڃي ٿو ۽ اسان ان عيوض پيسا ڏيون ٿا. مثال طور اسان وار نهرائڻ وڃون ٿا، مرمت ڪرايون ٿا، سفري خدمتون ۽ گھريلو خدمتون پيسن تي حاصل ڪريون ٿا.

## ذريعا (Resources)

ناڻي، وقت ۽ مهارتن جا ذريعا محدود ۽ گهٽ آهن، تنهن ڪري ماڻهن کي جن شين ۽ خدمتن جي گهرج هوندي آهي اهي سڀ حاصل ڪري نٿا سگهن، نتيجي ۾ انهن کي شين جي چونڊ ڪرڻي پوي ٿي ته ڪهڙيون شيون ڪٽجن ۽ ڪهڙيون ڇڏي ڏجن. جڏهن لامحدود گهرجون هجن ٿيون ۽ ذريعا محدود آهن ته پوءِ ”اڻاٺ“ يا کوٽ جو بنيادي مسئلو پيدا ٿئي ٿو.

**تفريحي سرگرمي**

اها اهڙي مشغولي آهي جيڪا ماڻهو واندڪائيءَ جي وقت ۾ ڪندا آهن ۽ ان جو مقصد تفريح ۽ فرحت وٺڻ هوندو آهي. مثال طور ڪرڪيٽ کيڏڻ، ٽيليويزن ڏسڻ، پنڌ ڪرڻ يا ڪتاب پڙهڻ وغيره.

## کوٽ (Scarcity)

کوٽ جي صورتحال تڏهن ٿي پيدا ٿئي، جڏهن ماڻهوءَ کي جيڪي شيون ۽ خدمتون گهرجن ٿيون، اهي هو حاصل ڪري نٿو سگهي. ائين تڏهن ٿئي ٿو جڏهن شين جي گهرج پيدا ٿيندڙ شين کان مقدار ۾ وڌي وڃي ٿي. مثال طور ڪنزه کي ضرور چونڊ ڪرڻي پوندي ته محدود وقت کي ڪيئن استعمال ڪري: هوءَ يا ته ٽيليويزن تي ڪو پروگرام ڏسي، يا رياضيءَ جا حساب ڪري يا پنهنجي ڀليءَ سان راند ڪيڏي. فردن کي کوٽ جو تجربو ٿئي ٿو.

### اسين جيڪا چونڊ ڪريون ٿا انهي تي ڪهڙن عنصر جو اثر پوي ٿو

اسان چونڊ جو فيصلو انهن عنصرن تي ڪريون ٿا جيڪي آمدني، قيمت، گهرجن ۽ قدرن تي ٻڌل آهن.

**آمدني**- اهو ناڻو جيڪو اسان کي ڪم جي عيوض باقاعدگيءَ سان ملي ٿو. مثال طور هڪ شخص فيڪٽريءَ ۾ ڪم ڪري ٿو. هر مهيني جي پوري ٿيڻ بعد هن کي پگهار يا ڪم جو اجورو ملي ٿو جنهن کي آمدني چئجي ٿو.

**قيمت يا ملهه**- اها رقم جيڪا ڪنهن شيءِ يا خدمت کي خريد يا حاصل ڪرڻ تي ادا ڪجي ٿي. مثال طور چپس جي ٿيلهي 20 روپين ۾ ملي ٿي ۽ وار ڪٽرائڻ لاءِ 50 روپيا ادا ڪجن ٿا.

**گهرجون**۔اهڙيون شيون ۽ خدمتون آهن، جن جي اسين طلب رکون ٿا ۽ اسان جي خواهش آهي ته اهي اسان کي ملن يا حاصل ٿين. مثال طور هڪ رانديڪو گاڏي، وڊيو گيم يا ڪتاب وغيره.

**قدر**- اهي جيڪي اسان جي زندگي لاءِ اهم آهن. مختلف ماڻهن جا مختلف قدر ٿين ٿا. مثال طور ظفر اسڪول کانپوءِ دڪان تي ڪم ڪري ٿو ته جيئن ڪجهه پيسا ڪمائي سگهي. هو پئسا گڏ ڪري رکي ٿو ته جيئن سائيڪل خريد ڪري سگهي. بچت لاءِ هن وٽ قدر آهي. ٻئي پاسي، ڪاشف اسڪول کانپوءِ جو وقت پنهنجي دوستن سان ڪرڪيٽ راند ڪيڏي گذاري ٿو. جسماني سرگرمي هن جو قدر آهي، جنهن سان گڏ تفريح ۽ وندر به ملي ٿي. مريم پنهنجي سئنڊوچ جو اڌ گهٽيءَ ۾ هڪ غريب شخص کي ڏئي ٿي. ضرورتمند ماڻهن جي سار سنڀال لهڻ هن جو قدر آهي.

فردن وانگر مختلف گروهن جا رويا ۽ روشون بہ ناٽي ۽ مادي شين ڏانهن مختلف ٿين ٿيون. انهن جا رويا يا قدر سندن خرچڻ ۽ بچائڻ جي چونڊ ڪرڻ واري عمل کي متاثر ڪن ٿا. ڪنهن ڏنل حالت ۾ مختلف گروهہ مختلف چونڊ يا انتخاب ڪن ٿا. مثال طور زمين تي ترقياتي ڪم ڪندڙ چاهين ٿا تہ ٻيلن کي وڍي وڏيڪ گهر ۽ روڊ رستا ناهين. جڏهن تہ ماحول دوست چاهيندا تہ وڻن جي واڌي ٿيڻ نہ گهرجي. مالدار ماڻهو اڪثر پنهنجو ناڻو وڏا گهر اڏڻ، اعليٰ گاڏيون خريدڻ ۽ ٻاهريان ملڪ گهمڻ تي خرچ ڪن ٿا. ٻئي پاسي وچولي طبقي جا ماڻهو، ٿڪو پئسو بچائي پنهنجي اولاد جي تعليم يا گهر خريد ڪرڻ تي خرچ ڪن ٿا. ڪيترن ئي مذهبي گروهن ۾ اهو لازمي آهي تہ پنهنجي آمدني جو ڪجهہ في سيڪڙو غريبن لاءِ زڪوات جي صورت ۾ مخصوص ڪن.

تنهن ڪري اسان کي ڪا چونڊ يا فيصلو ڪرڻ کان اڳ پنهنجي پاڻ کان هيٺيان سوال پڇڻ گهرجن:

(الف) مون وٽ ڪيترا پئسا آهن؟ يا منهنجي آمدني ڪيتري آهي؟

(ب) قيمتون ڪتي پهتل آهن؟

(ج) مون کي ان شيءِ جي ڪهڙي سخت ضرورت آهي؟ ڇا، اها مون کي هاڻي ئي کپي يا ان لاءِ مان ڪجهہ وقت انتظار ڪري سگهان ٿو.

(د) ڇا جيڪا چونڊ مون ڪئي آهي اها منهنجي قدرن سان نهڪي ٿي؟

**سرگرمي**

گذريل هفتي توهان پنهنجي پئسي ۽ وقت جي بنياد تي ڪيل چونڊ جا جيڪي ٿي فيصلا ڪيا، انهن کي بيان ڪريو. اهو سمجهايو تہ توهان اهي فيصلا ڇو ڪيا؟ پنهنجا جواب پنهنجي هم ڪلاسين سان ونڊيو.

## اختصار

ڪوٽ تڏهن ٿي ٿئي جڏهن ماڻهن جون شين ۽ خدمتن لاءِ گهرجون پنهنجي حيثيت کان لامحدود ٿي وڃن ٿيون، جڏهن تہ سندن ذريعا محدود آهن. ڪوٽ جي تقاضا آهي تہ اسان چونڊ ڪريون. جڏهن موجود ذريعن کان گُهرجون وڌي وڃن ٿيون ۽ انهن جو پورائو ٿي نٿو سگهي تہ پوءِ ماڻهن کي لازمي طور اهو فيصلو ڪرڻو پوندو تہ پهريان ڪهڙين گهرجن جو پورائو ڪن. اهي عنصر جيڪي اسان جي چونڊ ڪرڻ جي فيصلن کي متاثر ڪن ٿا اُهي هي آهن: آمدني، قيمت، گهرج ۽ قدر. مختلف ماڻهن جا قدر ۽ مقصد مختلف ٿين ٿا. مختلف ثقافت رکندڙ ماڻهن جا ناٽي ۽ مادي شين ڏانهن لاڙا ۽ رويا مختلف ٿين ٿا. تنهن ڪري مختلف پسِ منظر رکندڙ ماڻهو، ڇاڻايل صورتحال ۾ مختلف چونڊ ڪندا.

## باب جي پڇاڙيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهه جو امتحان وٺو

**1. هيٺيان خال ڀريو**

(i) اسان جون گهرجون________آهن پر اسان جا ذريعا________ آهن.

(ii) ماڻهو سڀ شيون ۽ خدمتون وٺي نٿا سگهن تنهن ڪري لازمي طور انهن کي ______________ ڪرڻي پوندي.

(iii) ماڻهو جيڪا چونڊ ڪن ٿا اُن جو دارومدار _____،_____،_____ ۽ _____ تي آهي.

**2. هڪ خاڪو ٺاهيو**

ڪالم ”الف“ ۾گهرجن جي فهرست ڏنل آهي. هر هڪ گهرج لاءِ ڏسو ته ان جو پورائو ڪهڙي شيءِ، خدمت يا تفريحي سرگرمي سان ٿئي ٿو. اُن گهرج سامهون پنهنجو جواب ڪالم ”ب“ ۾ ڄاڻايو.

| ڪالم ”الف“- گهرجن جي فهرست | ڪالم ”ب“: انهن جي پورائي جا ذريعا |
| --- | --- |
| بوٽ خريد ڪرڻ | |
| گهوڙي سواري ڪرڻ | |
| فلم ڏسڻ | |
| مڇي ۽ چپس کائڻ | |
| بينڪ ۾ اڪائونٽ کولڻ | |

**3. هيٺين سوالن جا جواب لکو**

(i) لفظ”کوٽ“ جي وصف لکو.کوٽ ڇو ٿي پيدا ٿئي؟

(ii) لفظ ”چونڊ“ جي وصف بيان ڪريو. اسان ”چونڊ“ ڇو ٿا ڪيون؟

(iii) چونڊ ڪرڻ مهل اسان ڪهڙين ڳالهين کي ڌيان ۾ رکندا آهيون؟

(iv) ”قدر“ ڇا کي ٿو چئجي؟ انهن جو اسان جي چونڊ تي ڪهڙو اثر پوي ٿو؟

### (ب) وڌيڪ معلومات حاصل ڪريو

ڪن ٻه 10 ٻارن کان پڇو ته عيد تي مليل 50 روپين جي خرچيءَ مان هو ڪهڙي شيءِ خريد ڪندا. ڪانئن پڇو ته هو اها شيءِ ڇو خريد ڪندا؟ هاڻي هڪ ننڍڙو پيراگراف لکو، جنهن ۾ ٻڌايو ته مليل عيد جي خرچيءَ مان ٻارن مختلف شيون ڇو خريد ڪيون؟

### (ج) پين سان سهڪار ڪريو

1. ننڍين ٽولين ۾ ورهائجي وڃو. ”ڪوٽ“ ۽ ”چونڊ“ تي ننڍڙا ناٽڪ يا رول پلي ڪري ڏيکاريو ۽ پوءِ سوالن جا جواب ڏيو.

- دڪان جي ”تحفن واري حصي“ ۾ ڏهه تحفا پيا آهن. ساره انهن مان ٻن تحفن جي چونڊ ڪري ٿي. ساره چئي ٿي ته ”مون کي ٻئي تحفا وٽن ٿا“. سندس ماءُ چوي ٿي: توکي ٻنهي مان هڪ جي چونڊ ڪرڻي پوندي، ڇاڪاڻ ته توکي ٻئي تحفا نه ملندا. ڪنهن هڪ سوکڙي يا تحفي جي چونڊ ڪرڻ سان، ساره جي ”موقعاتي قيمت“ ڇا ٿيندي؟
- ڪلاس ۾ ڪي ٻار هڪ ٻئي سان ان ڳالهه تي جهڳڙو ڪري رهيا آهن ته مشغوليءَ واري ڪنڊ ۾ رکيل بلاڪن کي ڪير استعمال ڪري ۽ ڪي ٻار گهڻي وقت کان ته ڪي ڪجهه دير لاءِ اتي کيڏي رهيا آهن. ڪلاس ۾ ٻارن جي گهڻائي آهي ۽ بلاڪن واري پاسي فقط چار ٻار هڪ وقت کيڏي سگهن ٿا. هڪ ٻار ٻئي کي چوي ٿو: ”تون ڪلاڪ کن کان اتي آهين!“ تنهن تي ٻيو ٻار ڪيس چوي ٿو ”نه، مان ايترو وقت هتي نه هوس. مان ته هاڻي آيو آهيان!“. استاد ڪوشش ڪري ٿو ته ٻنهي ٻارن وچ ۾ اڻ ڌريو ڪردار ادا ڪري. ٻڌايو ته ٻارن وچ ۾ بحث يا جهيڙي جو سبب ڇا هو؟
- (ٽيبل تي ڪجهه پينسلون رکو. شاگردن جي تعداد جي اڌ جيتريون پينسلون پيل هجن). هر شاگرد کي ڏهه روپيا ڏيو. هر ٻار کي هڪ پينسل خريد ڪرڻ جو موقعو ملي ٿو. هڪ پينسل جي قيمت 10 روپيا آهي. شاگرد قطار ۾ بيهي پينسلن جي خريداري ڪن ٿا. جڏهن سڀ پينسلون وڪامي ويون ته به اجان ڪيترائي ٻار رهجي ويا، جيڪي پينسل خريد ڪري نه سگهيا. ٻڌايو ته ٻين ٻارن کي پينسلون ڇو نه ملي سگهيون؟

**استاد لاءِ هدايت:** شاگردن کي اهو سمجهايو ته پينسلن جو تعداد ايترو ڪونه هو جو هر هڪ شاگرد کي اها ملي سگهي. توهان کي سدائين اها شيءِ نه ٿي ملي، جيڪا توهان وٺڻ چاهيو ٿا. ڪڏهن ڪڏهن ايترا ذريعا نه هوندا آهن جو هر ڪنهن جون گهرجون پوريون ٿي سگهن. هاڻي توهان ”چونڊ“ ۽ فيصلي بابت ڳالهه ٻولهه ڪريو. شاگردن کي ٻڌايو ته جڏهن ماڻهن کي گهربل شيءِ نه ٿي ملي ته پوءِ انهن کي چونڊ ڪرڻي پوي ٿي. جيڪڏهن توهان حقيقي دڪان تي هجو ها ۽ اتي سڀ پينسلون ختم ٿي وڃن ها ته پوءِ توهان کي اهو فيصلو ڪرڻو پوي ها ته توهان ان جي بدران ڪا ٻي اهڙي شيءِ خريد ڪريو. جيڪڏهن توهان اهو فيصلو ڪيو ٿا ته توهان پينسل بدران ٻي ڪا شيءِ خريد ڪريو ته پوءِ توهان کي پينسل خريد ڪرڻ تان هٿ ڪڍڻو پوندو. توهان کي ناڻي ۽ پينسل خريد ڪرڻ واري چونڊ تان به هٿ ڪڍڻو پوندو، جنهن پينسل جي توهان کي گهرج هئي.

2. اڄ وڏو ڏينهن (عيد، ڪرسمس، ڏياري وغيره) آهي ته شخص پنهنجي ٻارن لاءِ دڪان تان تحفا خريد ڪرڻ وڃن ٿا.

- انيل جو پيءُ، انيل لاءِ رانديڪي واري ڪار خريد ڪرڻ گُهري ٿو. هو دڪان تي چڙهي ٿو. ڪار وارو رانديڪو خريد ڪري ٻاهر اچي ٿو. (هن جيڪو رانديڪو خريد ڪرڻ چاهيو، اُهو خريد ڪري ورتائين چاڪاڻ ته هو سوير ئي خريداري ڪرڻ لاءِ دڪان تي آيو هو (۽ ان ڪان اڳ جو سڀ رانديڪا وڪرو ٿي وڃن، هن پنهنجي پسند جي خريداري ڪري ڇڏي).
- سمير جو پيءُ سائيڪل خريد ڪرڻ آيو هو پر هن جي پهچڻ ڪان اڳ سائيڪلن جو ذخيرو (Stock) ختم ٿي چڪو هو ان ڪري هن ٻيو تحفو خريد ڪيو.
- طارق جي پيءُ ڪار وارو رانديڪو خريد ڪرڻ پئي گهريو، پر هن وٽ اوترا پيسا ڪونه هئا، تنهن ڪري رانديڪو خريد ڪري نه سگهيو. هن ٻه ٻيو رانديڪو ورتو.

سمير ۽ طارق جا والدين اُهي شيون خريد ڪري ڇو نه سگهيا، جن کي هنن خريد ڪرڻ چاهيو پئي؟

هنن جي چونڊ کي ڪهڙين ڳالهين متاثر ڪيو؟

**استاد لاءِ هدايت:** رول-پلي يا ناٽڪ جي ڏيک لاءِ شاگردن کي ٽولين ۾ ورهايو ۽ اهڙيون صورتون ۽ حالتون پيش ڪيو، جتي انهن جون گهرجون ته گهٽيون هجن پر حاصل ڪرڻ جا ذريعا گهٽ هجن، تنهن ڪري هنن کي شين جي چونڊ ڪرڻي پوي ٿي.

# متبادل يا ٽريڊ - آفز

## شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- سودي بازي، قيمتن ۽ فائدن جي وصف لکو.
- سودي بازي جي نظريي کي سمجهڻ ان ذريعي توهان پنهنجي وقت ۽ ناڻي جو بهتر فيصلو ڪيئن ڪري سگهو ٿا؟
- ماڻهو يا گروهه جيڪي چونڊ ڪن ٿا انهن جا نتيجا حال ۽ مستقبل تي ڪهڙا پون ٿا.
- ڪجهه چونڊيل شين جي نشاندهي ڪرڻ ۽ ان جي سببن جي وضاحت ڪرڻ.
- سودي بازي (سمجهوتي) جي وضاحت ڪرڻ، گراف ٺاهي ڏيکارڻ ته متبادل ۽ سودي بازي ڇاجي نمائندگي ڪن ٿا.
- سودي بازي (سمجهوتي) ۽ موقعاتي قيمت (Opportunity Cost) جي ترجماني ڪرڻ لاءِ ممڪن پيداواري حد (Production Possibility Frontier) جو گراف ٺاهڻ.

## تعارف

هن باب ۾ اسان سودي بازي (سمجهوتي) جي اصطلاح بابت پڙهنداسين. ان ۾ اسان انهن عنصرن جي ڇنڊڇاڻ ڪنداسين، جيڪي فيصلا سازيءَ جي عمل کي متاثر ڪري سگهن ٿا. ان کان سواءِ ، چونڊ/فيصلن ڪرڻ کان اڳ ملپل اختيارن جي وضاحت بابت پڻ پڙهنداسين.

## سودي بازي (Trade Offs)

آڪسفورڊ ايڊوانسڊ لرنرز ڊڪشنري مطابق سودي بازي جي معنيٰ ٻن مخالف شين جي وچ ۾ توازن پيدا ڪرڻ آهي. ان جو اهو پڻ مطلب آهي ته توهان کي خراب شيءِ کي قبول ڪرڻو پئجي ويو يا ڪا قيمتي شيءِ حاصل ڪرڻ لاءِ ڪنهن ٻي شيءِ تان هٿ کڻڻ.

## چونڊ به سودي بازي آهي

اسان اڳ ئي سمجهيو آهي ته اسان ڪوٺ کي منهن ڏئي رهيا آهيون، تنهن ڪري اسان کي لازمي طور چونڊ ڪرڻي پوندي. جڏهن اسان ڪا چونڊ ڪيون ٿا تڏهن اسان موجود متبادلن کي ڇونڊيون ٿا. مثال طور آچر ڏينهن اسلم پنهنجي شام وارو وقت سماجي اڀياس جي ٽيسٽ جي تياريءَ ۾ گذاري يا وري دوستن سان گڏجي تفريح ڪرڻ وڃي، پر هو ٻئي ڪم ساڳئي وقت ڪري نه ٿو سگهي. هو جيڪا به چونڊ ڪري ان بدران هو ٻيو ڪجهه به چونڊي پئي سگهيو.

سودي بازي دراصل هڪ متبادل آهي. هڪ شيءِ کي حاصل ڪرڻ لاءِ ٻئي شيءَ تان هٿ کڻڻ آهي. جڏهن اسلم پنهنجي آچر ڏينهن واري شام گذارڻ بابت سوچي ٿو ته اها ڪيئن گذري ته هن کي سودي بازيءَ (سمجهوتي) کي منهن ڏيڻو پئجي ويو ته پڙهي يا دوستن سان گڏ وقت گذاري. وقت، ناڻي ۽ توانائيءَ بابت سودي بازيءَ کي سمجهڻ ضروري ٿي پوي ٿو. اسان سڀ ڇاڻي ٽڻ ڇاڻائيءَ ۾ هر روز سمجهوتا (سودي بازي)

ڪريون ٿا. جيئن ته وقت ۽ ناڻي جهڙا ذريعا محدود هوندا آهن، تنهن ڪري اسان کي درست متبادلن جي ذريعي انهن محدود ذريعن کي بهتر استعمال ڪرڻ گهرجي.

### چونڊ ڪرڻ (Making choices)

فرد ۽ گروهه مختلف قسمن جا فيصلا ڪن ٿا. هيٺ ڪجهه فيصلن جا نمونا ڏنائجن ٿا:

- هڪ شخص فيصلو ڪري ٿو ته هو نوڪري ڇڏي پنهنجو ذاتي ڪاروبار شروع ڪري.
- جيڪڏهن ڪنهن ڪٽنب کي واڌو آمدني آهي ته پوءِ ان ڪٽنب کي اهو فيصلو ڪرڻو آهي ته ڪيترو خرچ ڪري ۽ ڪيتري بچت ڪري. هو آمدني جا تي خرچ ڪن ۽ ڇاجي لاءِ بچت ڪن ۽ پنهنجي پيسن جي ورهاست ڪيئن ڪن انهن ڳالهين جو دارومدار ڪيترن ئي عنصرن تي آهي جهڙوڪ:گُهرجون، پسند، ترجيحات ۽ انهن جا قدر وغيره. مختلف ماڻهو خرچ ۽ بچت جي مختلف جوڙجڪي بناوتن جي چونڊ ڪندا.

| بچت+ | کپت (خرچ) | = | آمدني |
|---|---|---|---|
| 20 + | 80 | = | 100 |

- پيداوار ڪندڙ (Producers) کي اها چونڊ ڪرڻي آهي ته پنهنجي محدود وسيلن مان ڪيتري پيداوار ڪن.
- حڪومت پڻ چونڊ ڪري ٿي ته پنهنجي ذريعن جي ونڊ ورڇ ۽ ورهاست ڪيئن ڪري. مثال طور هو اهو فيصلو ڪندي ته ڪنهن تي ۽ ڇا تي ٽئڪس لڳايو وڃي؟ ساڳئي طرح ٽئڪس جي محدود آمدني کي مختلف قسمن جي گهٽڻ منصوبن تي ڪيئن خرچ ڪجي؟ مثال طور جيل خانن تي گهٽ خرچ ڪبو ته جيئن پوليس تي وڌيڪ خرچ ڪري سگهجي يا روڊ رستن جي تعمير تي گهٽ خرچ ڪجي ته جيئن اسپتالن تي وڌيڪ خرچ ڪري سگهجي.
- اسڪول انتظاميه کي محدود پيسن مان اهو فيصلو ڪرڻو آهي ته لائبرري لاءِ وڌيڪ ڪتاب خريد ڪجن يا اسڪول لاءِ نوان ڪمپيوٽر وٺجن. چونڊ جي عمل ذريعي اهي ڪڏهن ڪجهه ڪتاب ته ڪڏهن ڪجهه ڪمپيوٽر خريد ڪري سگهن ٿا.

### فيصلي ڪرڻ کان اڳ چنڊڇاڻ ڪرڻ

هنن فيصلن ۾ ماڻهو ۽ تنظيمون، ذاتي ۽ گروهي قدرن کي استعمال ڪندي بهترين چونڊ ڪن ٿا. جيئن ته اهي قدر گهڻو ڪري مختلف هوندا آهن، تنهن ڪري فيصلو ڪرڻ ڏاڍو مشڪل ٿي وڃي ٿو.

اهڙا ٿورا موقعا ملن ٿا جڏهن چونڊ ڪرڻ جو اختيار ”سڀ يا ڪجهه به نه“ جو فيصلو ڪرائي. اڪثر ائين ٿئي ٿو ته ڪجهه وڌيڪ وٺڻ لاءِ ڪجهه ٿورو ڇڏڻو به پوي ٿو. اثرائتو فيصلو اهو آهي جڏهن متبادل شين جي اضافي قيمتن جي ڀيٽ ڪجي ٿي يا اهڙن

متبادلن جي چونڊ ڪجي جن سان اضافي فائدا حاصل ٿين. فائدو، اهو نفعو آهي جيڪو توهان ڪنهن شيءِ مان حاصل ڪيو ٿا. قيمت وري اهي پئسا آهن جيڪي ڏئي توهان ڪجھ خريد ڪريو ٿا.

خرچ ڪرڻ جي بهترين سطح اها آهي ته ماڻهو اضافي فائدن جي ڀيٽ اضافي قيمتن سان ڪن. جيسين اضافي فائدو، اضافي قيمت کان وڌيڪ هوندو ته ماڻهو اهو خرچ ڪندا رهندا پر جڏهن قيمت وڌيڪ ۽ فائدو گهٽ ملندو ته پوءِ ماڻهو گهٽ خرچ ڪندا. مثال طور پنهنجي وقت جي بهتر استعمال لاءِ شاگردن کي ان وقت کي صرف ڪرڻ مان حاصل ٿيندڙ اضافي قيمت ۽ فائدن کي ڏسڻو پوندو ته اهو هڪ ڪلاڪ هن کي پڙهڻ ۾ گذارڻ گهرجي يا ڪنهن ٻيءَ مصروفيت ۾. هاڻي هو هڪ مصروفيت کي ڇڏي ٻي ڪري جيڪا ان کان بهتر آهي يا ته هو ڪجھ وقت پڙهڻ ۾ ڪجھ وقت دوستن سان گذارڻ ۾ صرف ڪري، ساڳي صورتحال ۾ توهان هجو ته توهان ڇا ڪندؤ ۽ ڇو؟

هر ڪم کي ڏنل وقت جو دارومدار گهٽين ڳالهين تي آهي. مختلف ماڻهن ۾ اهي مختلف ٿي سگهن ٿيون. هڪ شاگرد جنهن جو امتحان هلي رهيو آهي اهو دوستن/ساهڙين سان ڏهه منٽ ڪچهري ڪندو/ڪندي، پر پڙهائيءَ کي 50 منٽ ڏيندو پر اهو ڇوڪرو /ڇوڪري جيڪو پڙهائيءَ جي باري ۾ غير ذميوار آهي، اهو پڙهائيءَ کي 15 منٽ ۽ دوستن /ساهڙين سان ڪچهريءَ ۾ 45 منٽ صرف ڪندي/ڪندي.

### جوڙي يا ننڍي گروپ جون سرگرميون

- ڪلاس لاءِ ننڍڙي پارٽي جو اهتمام ڪيو. توهان وٽ پارٽيءَ لاءِ ڪُل 800 روپيا آهن. شين جي قيمت جو اندازو لڳايو ۽ پنهنجي بجيٽ آهر شيون وٺي اچو.
- پنهنجي چونڊيل شين جي سببن تي ڳالهه ٻولهه ڪريو ۽ ٻين شاگردن سان به صلاح مشورو ڪيو ته ڪهڙيون شيون شامل ڪيون وڃن.
- غور ويچار ڪيو ته مختلف قدرن جي نتيجي ۾ خريداريءَ جي فهرست مختلف ٿي سگهي ٿي.

  مثال طور: اسان جي فهرست ڪهڙيءَ طرح مختلف هوندي، جي اسان:

  - ماحول دوست ٿيڻ چاهيون.
  - خرچ ڪرڻ لاءِ گهٽ رقم آهي.
  - ڪنهن ٻئي ملڪ ۾ رهندا آهيون.
  - رڳو صحت بخش شيون کائڻ چاهيون ٿا.
  - صرف موسم جي لحاظ سان شيون کائڻ چاهيون ٿا.
  - صرف مقامي طور نهيل شيون خريد ڪرڻ چاهيون ٿا.
  - جانورن جي گوشت مان نهيل شيون کائڻ کي صحيح نه ٿا سمجهون.

## مستقبل جا سمجهوتا (Future Trade-offs)

چونڊ يا فيصلو ڪرڻ مهل اهو ضروري آهي تہ مستقبل جي امڪانن ڪي بہ خيال ۾ رکيو وڃي. يعني ان ڪان سواءِ تہ اڄ ڇا ڇڏيندؤ يا حاصل ڪندؤ ۽ مستقبل ۾ توهان ڇا ڇڏيندؤ يا حاصل ڪندؤ. جيڪڏهن توهان انتظار ڪيو تہ حالتون ڪيئن مختلف ٿي سگهن ٿيون. مثال طور اوهان اڄ آسائشي شين ڪي ڇڏي، تعليم ڪي ترجيح ڏيو ٿا تہ توهان اڄ جي آسائشن جي قرباني ڏئي، مستقبل جي بهتر فائدن ڪي حاصل ڪرڻ جي اميد رکو ٿا يعني بهتر نوڪري ۽ زندگيءَ جو بهتر معيار.

## ممڪن پيداواري حد (Production Possibility Frontier)

پيداواري حد انهن سمجهوتن ڪي ظاهر ڪري ٿي، جيڪي ڪوٺ ڪي منهن ڏيڻ لاءِ ڪيل فيصلن سان لازمي طور ڳنڍيل آهن. هڪ پيداوار ڪندڙ لاءِ هر ممڪن پيداواري حد سان گڏ چونڊ ۾ ڪو سمجهوتو (سودي بازي) شامل آهي. جيئن تہ ذريعا محدود آهن، تنهن ڪري هڪ شيءِ جي پيداوار ڪرڻ لاءِ ٻئي شيءِ تان هٿ ڪڍڻو پوي ٿو.

هيٺ ڏنل گراف ۾ پڙهڻ تي صرف ڪيل وقت ۽ تفريح ۾ گذاريل وقت وچ ۾ سمجهوتي ڪي ظاهر ڪيو ويو آهي.

جيڪڏهن توهان ٻہ ڪلاڪ تفريح لاءِ صرف ڪندا تہ ان جي موقعاتي قيمت پڙهڻ لاءِ ضايع ڪيل ٻہ ڪلاڪ ٿيندي.

گراف جيڪو پڙهائي ۽ تفريح ۾ گذاريل وقت جو سمجهوتو ڏيکاري ٿو.

## اختصار

چونڊ هڪ سودي بازي آهي. ماڻهو ڏاڍي هوشياريءَ سان سنو فيصلو تڏهن ڪن ٿا جڏهن اُهي فائدن ۽ قيمت جي پاڻ ۾ ڀيٽ ڪن ٿا. فائدو اهو نفعو آهي جيڪو توهان ڪنهن شيءِ يا خدمت مان حاصل ڪيو ٿا. قيمت وري اهو ناڻو آهي جيڪو توهان خرچ ڪري، اها شيءِ يا خدمت خريد ڪريو ٿا. اهڙا گهٽ موقعا ملن ٿا جڏهن ”سڀ يا ڪجهه بہ نہ“ جي چونڊ ڪرڻي پوي. گهڻو ڪري چونڊ ان مهل ڪبي آهي، جڏهن اهو فيصلو ڪرڻو پوي ٿو تہ انهن مان ”گهٽي ۾ گهڻو“ فائدو ڪهڙي چونڊ ذريعي ملندو. چونڊ ڪرڻ مهل ماڻهو قيمت جي ڀيٽ، ان شيءِ مان حاصل ٿيندڙ فائدي سان ڪندا آهن. اثرائتي فيصلي سازيءَ جي گهرج اها آهي تہ متبادل شين جي اضافي قيمتن جي ڀيٽ اضافي فائدن سان ڪجي.

### باب جي پڄاڻيءَ تي مشق

#### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهہ جو امتحان وٺو

**1. هيٺيان خال ڀريو**

(i) اسان سيني کي چونڊ ڪرڻ گهرجي ڇو جو اسان کي ______ سان مُنهن ڏيڻو آهي.

(ii) اهو عمل جنهن ۾ چونڊ ۽ محدود وسيلن (وقت ۽ ناڻو) جي صحيح ورڇ ڪجي تہ ان کي ______ چئبو آهي.

(iii) اهو گراف جيڪو ڪوٺ کي منهن ڏيڻ لاءِ فيصلي سازيءَ جي سمجهوتي کي ظاهر ڪري ان کي ______ چئبو آهي.

**2. هيٺين صورتحال کي چڱيءَ ريت پڙهو ۽ فيصلو ڪيو**

توهان کي پنهنجي جنم ڏينهن تي هڪ هزار روپيا مليا آهن. توهان اهي پيسا ڪهڙين شين خريد ڪرڻ ۾ خرچ ڪندا. هر متبادل شيءِ جي قيمت کي نظر ۾ رکو. (توهان سڀ پيسا هڪ ئي شيءِ وٺڻ تي ڪپائي ڇڏيو يا ڪجهه هڪ شيءِ تي ۽ ڪجهه ٻيءَ شيءِ تي خرچ ڪيو. توهان ڪوبہ خرچ نہ ڪيو ۽ سڀ پيسا بچائي رکو يا ٿورا ڪپائي، ٻيا بچائي ڇڏيو. توهان کي ائين ڪرڻ جو اختيار پڻ حاصل آهي).

| خرچ ڪرڻ جو اختيار | ڪپڙا يا جوتا خريد ڪيو | ڪاڏو ڪائو يا خريد ڪيو | فلم ڏسو | دوستن کي لنچ يا ڊنر ڪرايو | گهرجي ياتيءَ لاءِ تحفو يا سوکڙي خريد ڪيو | بچت |
|---|---|---|---|---|---|---|
| 1 | | | | | | |
| 2 | | | | | | |
| 3 | | | | | | |
| 4 | | | | | | |

### 3. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

(i) هيٺين اصطلاحن جي وصف لکو:

- ”سودي بازي“
- ”قيمت“
- ”فائدو“

(ii) اسين جيڪا چونڊ ڪيون ٿا ان تي ڪهڙيون ڳالهيون (ناٽي ڪانسواءِ) اثر انداز ٿين ٿيون؟

(iii) هيٺئين چونڊ جا حال ۽ مستقبل تي پوندڙ اثر بيان ڪريو.

- عابد ارڙهن سالن جي عمر ۾ سگريٽ ڇڪڻ شروع ڪري.
- زويا يارنهن سالن جي عمر ۾ پڙهڻ ڇڏي ڏئي.
- شاهد ڏهن سالن جي عمر ۾ اسڪول ڇڏي گيراج ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪري ڏي.

# باب ٽيون موقعاتي قيمت

### شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- واضح ڪرڻ تہ هر اقتصادي فيصلي جي موقعي جي مناسبت سان قيمت (لاڳت) هوندي آهي.
- سڃاڻڻ تہ چونڊ ۾ موقعاتي قيمتون انفرادي هونديون آهن.
- هڪ عام مسئلي جي حل ۾ فيصلي جي پيٽ ڪرڻ.
- هڪ اهڙي صورتحال پيش ڪرڻ، جنهن ۾ ”چونڊ“ ڪرڻي پئجي وڃي.
- فيصلي ۾ موقعاتي قيمت جي نشاندهي ڪرڻ.

### تعارف

اسان کي خبر آهي تہ سودي بازي (سمجهوتو) اصل ۾ مٽا سٽا آهي. هڪ شيءِ جو وڏيڪ حصو حاصل ڪرڻ لاءِ ڪنهن شيءِ جي ٻئي حصي تان هٿ ڪڻڻ هوندو آهي. اهو سڀ ان لاءِ ٿيندو آهي ڇو جو وقت ۾ ناڻي جي حوالي سان اسان وٽ محدود وسيلا هوندا آهن ۾ ان جي مناسبت سان چونڊ جي عمل مان گذرڻو پوي ٿو. اهو چئي سگهجي ٿو تہ اسان سمجهوتا (سودي بازي) ڪندا رهندا آهيون. سمجهوتو (سودي بازي) ان عمل جي نشاندهي ڪري ٿو تہ توهان ڪجهہ حاصل ڪرڻ لاءِ ڇا ڇڏي ڏنو (هٿ ڪنيو).

### موقعاتي قيمت (Opportunity Cost)

احمد وٽ خرچ ڪرڻ لاءِ فقط 20 روپيا آهن. هن کي اڄ ۾ بک لڳي آهي. لسيءَ جو گلاس 20 روپين ۾ ملي ٿو. فرينچ فرائيز بہ ويهن روپين ۾ ملي ٿي. ڇا هو ٻئي شيون خريد ڪري سگهي ٿو؟ هن کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟

مٿئين مثال ۾ جيڪڏهن احمد لسيءَ جو گلاس پيئڻ گهرندو تہ کيس فرينچ فرائيز خريد ڪرڻ جي موقعي کي ڇڏڻو پوندو. اها آهي هڪ شيءِ جي لاءِ ٻئي شيءِ جي قرباني ڏيڻ (هٿ کڻڻ).

ٻيو بهترين متبادل يا اختيار جيڪو چونڊ ڪرڻ وقت ڇڏي ڏبو آهي، ان کي موقعاتي قيمت (Opportunity Cost) چئبو آهي.

هڪ ٻيءَ صورتحال ۾، سرمد وٽ چونڊ لاءِ ٻه شيون آهن، جن مان هن کي ڪا هڪ شيءِ وٺڻ جيترا پيسا آهن. يا هو چانورن جي پليٽ وٺي يا سوپ جو پيالو. جيڪڏهن هو چانورن جي پليٽ خريد ڪرڻ جي چونڊ ڪري ٿو ته پوءِ هن جي موقعاتي قيمت ڇا ٿيندي؟

حقيقت ۾ چونڊ جي موقعاتي قيمت اها ئي آهي جيڪا شيءِ ڇڏي ڏني وئي ته جيئن چونڊ ڪيل شيءِ ملي سگهي.

جي، بلڪل صحيح! هن جي موقعاتي قيمت سوپ جو پيالو آهي، جنهن جي چونڊ هو ڪري پئي سگهيو پر هن نه ڪئي. هن ان موقعي کي ڇڏي ڏنو، جنهن تحت هو سوپ جو پيالو خريد ڪري پئي سگهيو ۽ هن فيصلو ڪيو ته هو چانورن جي پليٽ وٺندو.

ڪنهن عمل جي موقعاتي قيمت ٻئي نمبر جي بهترين متبادل جي قدر برابر آهي جنهن جي چونڊ ڪري سگهجي پئي. ان ۾ اهو پيسو، وقت ۽ ذريعا پڻ شامل آهن. دراصل اهو ان موقعي جو قدر آهي، جيڪو موقعو وڃايو ويو.

جڏهن ٻه ڪا چونڊ ڪجي ٿي ته ڪنهن نه ڪنهن شيءِ کي ڇڏڻو پوي ٿو. متبادل شين جي سجاڳپ ۽ ڀيٽ ڪري اسين سنا فيصلا ڪري سگهون ٿا ۽ اسان چونڊ ڪرڻ جي اهم نتيجن ۽ فائدن کي معلوم ڪري سگهون ٿا.

### سرگرمي

1- اهڙي صورتحال بيان ڪريو جڏهن توهان ٻه شيون خريد ڪرڻ پئي گهريون پر جيئن ته توهان وٽ پيسا محدود هئا، تنهن ڪري توهان کي انهن ٻن مان هڪ خريد ڪرڻ جي چونڊ ڪرڻي پئي. ٻنهي شين جون ڪارائيتون ڳالهيون ڄاڻايو.

2- اهو فيصلو ڪيو ته توهان ڪهڙي شيءِ خريد ڪندؤ. موقعاتي قيمت جو تخمينو لڳايو.

### پيداوار ڪندڙ (Producer) ۽ صارف (Consumer) جي حوالي سان موقعاتي قيمت

صارفين جو تصور

پيداوار ڪندڙ جو تصور

اهي ماڻهو جيڪي شين ۽ خدمتن کي استعمال ڪندي، پنهنجي ذاتي ضرورتن ۽ گُهرجن جو پورائو ڪن ٿا تن کي واپرائيندڙ (صارف) چئبو آهي. فرد ۽ ڪارخانا جيڪي وسيلن کي استعمال ڪري شيون ناهي، خدمتون آڇي، ماڻهن جي ضرورتن جو پورائو ڪرڻ جي ڪرت سان ٻڌل آهن تن کي پيداوار ڪندڙ سڏبو آهي. (اهي ماڻهو مزدورن جي پورهئي، ڪرائي جي زمين، مشينري ۽ ڪاروبار کي ڪم لائيندا آهن)

جڏهن پيداوار ڪندڙ ۽ صارف ڪي فيصلا ڪن ٿا ته اهي دراصل موقعاتي قيمت پاڻ تي ڪٽن ٿا. مثال طور هڪ ڪاروباري شخص ڪنهن دڪان کي ڪتابن ۽ اسٽيشنري جي ڏنڌي لاءِ استعمال ڪري ٿو، اهو ان ساڳئي دڪان کي ”سيلون“ ڪري هلائي نٿو سگهي. هڪ واپرائيندڙ جيڪو پنهنجي آمدني قميص (شرٽ) خريدڻ تي خرچ ڪري ٿو، اها ساڳي رقم هو ڪوٽ وٺڻ تي لڳائي نٿو سگهي. محدود ذريعن واري وٽ سدائين متبادل رستا موجود هجن ٿا، تنهن ڪري هر فيصلي جي موقعاتي قيمت آهي.

جيڪڏهن ڪنهن شيءِ کي استعمال ڪرڻ جي ڪابه موقعاتي قيمت ناهي ته پوءِ اسان ان کي ”مفت شيءِ“ (Free Good) چونداسين. مثال طور جڏهن اوهان ساهه کڻڻ لاءِ هوا اندر ڪڍو ته ان سان ٻين ماڻهن کي ملڻ واري هوا تي ڪو اثر نه ٿو پوي، تنهن ڪري ان جي موقعاتي قيمت ڪجهه به نه آهي.

فيصلو ڪرڻ وقت ان ڳالهه جي اهميت آهي ته موقعاتي قيمت کي جاچيو ۽ سڃاتو وڃي. واپرائيندڙ جي حيثيت سان اسان کي احساس ڪرڻ گهرجي ته موقعاتي قيمت اها رقم ناهي جيڪا اسان خريداريءَ تي خرچ ڪئي، پر اها ٻي بهترين شيءِ آهي جنهن کي اسان ڇڏي ڏنو (قرباني ڏني). پيداوار ڪندڙن لاءِ موقعاتي قيمت اها شيءِ آهي جيڪا ڪنهن ٻي شيءِ جي پيداوار جي ڪري تيار نه ڪئي وئي.

موقعاتي قيمت بچائڻ ۽ ڪپائڻ جي فيصلن سان لاڳاپيل هوندي آهي. اهو فيصلو ڪرڻ ته بچت ڪجي، معنيٰ ته ڪنهن شيءِ کي ڪائڻ، ماڻڻ ۽ ڇڏي ڏيڻ جو موقعو هٿان وڃائجي، اهو ان ڪري به ڪجي ٿو جو مستقبل ۾ وڌيڪ بهتر طور زندگيءَ جي شين ۽ خدمتن کي ماڻي سگهجي. ٻئي پاسي شين ۽ خدمتن کي واپرائڻ معنيٰ ته مستقبل ۾ وڌي ۽ گهٽي واڌپي جي موقعي کي هٿان وڃائڻ آهي.

ماڻهن کي چونڊ ڪرڻي آهي ۽ فيصلو ڪرڻو آهي ته شين، خدمتن ۽ ذريعن مان ڪهڙن کي استعمال ڪرڻ ضروري آهي ۽ ڪهڙن کي مستقبل لاءِ ڇڏي ڏيڻ بهتر ٿيندو. نه رڳو فرد، پر حڪومتون به چونڊ ڪن ٿيون خاص طور سان تڏهن، جڏهن اهي ملڪ لاءِ بجيٽ تيار ڪن ٿيون، انهن لاءِ به محدود وسيلن جو مسئلو آهي. ڇاڪاڻ ته ماڻهن کي چونڊ ڪرڻي آهي. تنهن ڪري سڀني موقعاتي قيمتن ۾ هيٺيون خاصيتون عام نظر اينديون آهن.

- سڀ قيمتون ڪنهن نه ڪنهن جون قيمتون آهن، قيمت رڳو ماڻهو ادا ڪن ٿا.
- قيمتون ذاتي آهن. فرد مختلف طريقن سان قيمتن جي قدر جو اندازو لڳائن ٿا.
- موقعاتي قيمت تڏهن پيدا ٿئي ٿي، جڏهن ڪا چونڊ ڪئي ويندي.

**سرگرمي**

چئن جي گروپ ۾ ورهائجي وڃو. هر ميمبر فيصلو ڪري ته ڪلاس ”اپياسي سفر“ (Tour) لاءِ ڪيڏانهن وڃي ۽ ڇو؟ گڏجي فيصلو ڪيو ته گهمڻ جي بي بهتر جاءِ ڪهڙي ٿيندي. جيڪڏهن ڪلاس پهرين بهتر هنڌ وڃي ٿو ته ان جي موقعاتي قيمت ڪهڙي ٿيندي؟

ڪي شاگرد اهو سمجهن ٿا ته انهن کي خاندان يا حڪومت کان شيون ۽ خدمتون ملنديون آهن جو ته اُهي سڀ مفت آهن، پر ائين ناهي!

ذريعن جو پڻ متبادل استعمال آهي، توڙي جو اهي ڪنهن خاندان يا حڪومت جا هجن. مثال طور جيڪڏهن ڪو خاندان گهر ناهڻ تي پئسا خرچ ڪري ٿو ته ٻارن جي اعليٰ تعليم تي خرچ ڪرڻ لاءِ ان وٽ رقم نه هوندي، تنهن ڪري پئسي جو ٻيو متبادل بهتر استعمال ڇڏڻو پوندو (يعني اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ پئسا نه هوندا) ساڳيءَ طرح جيڪڏهن حڪومت روڊن ۽ رستن تي پيسا خرچ ڪندي ته اسڪول ۽ استادن لاءِ گهٽ پئسا بچندا.

مختلف ماڻهن جيان، مختلف حڪومتون به قيمتن جو قدر مختلف نموني ڪن ٿيون. اهي جيڪا چونڊ يا فيصلو ڪن ٿيون، اهو مختلف هوندو ڇاڪاڻ ته اهو هنن جي موقعاتي قيمت تي مدار رکي ٿو. هڪ حڪومت وٽ روڊن جي اڏاوت وڌو قدر آهي ته ٻيءَ وٽ ماڻهن کي تعليم يافته بڻائڻ افضل قدر آهي.

چونڊ وقت متبادل موقعن جي قدرن جي پيٽ ڪبي تہ جن شين يا خدمتن جي قرباني ڏني وئي، ان مان ئي ماڻهو متبادل شين جي تڪ تور ڪن ٿا ۽ پوءِ بهتر معاشي ۽ اقتصادي فيصلا ڪن ٿا. ان چندچاڻ مان ماڻهن کي پنهنجي ڪنيل قدمن ۽ فيصلن جي آگاهي پڻ ملي ٿي. ان مان نہ رڳو هو پاڻ پر ٻيا بہ فائدو پرائن ٿا.

## اختصار

ماڻهن کي محدود ذريعن (وقت ۽ آمدني) جي ڪري چونڊ يا انتخاب ڪرڻو پوي ٿو ۽ انهن جي چونڊ جي موقعاتي قيمت هوندي آهي. جڏهن بہ ڪا چونڊ ڪرڻي پوي ٿي تہ اتي ٻيو بهتر متبادل ضرور موجود هجي ٿو جنهن جي چونڊ نہ ٿي ٿئي. ان ٻئي بهتر متبادل چونڊ مان جنهن قدر ۽ فائدي جي توقع آهي، اها موقعاتي قيمت ٿئي ٿي. (پروڊيوسر) توڙي واپرائيندڙ (ڪنزيومر) ٻنهي کي موقعاتي قيمت سهڻي ۽ ڪٺڻي پوي ٿي.

## باب جي پڇاڙيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهہ جو امتحان وٺو

1. هيٺيان خال ڀريو

(i) ________ ان ٻئي بهتر متبادل جي قيمت آهي، جنهن جي چونڊ ڪري ڇڏي سگهجي.

(ii) ڪنهن شيءِ کي استعمال ڪرڻ جي موقعاتي قيمت ناهي تہ پوءِ اسان ان کي ________شيءِ سڏيندا آهيون.

(iii) اهي ماڻهو جيڪي شين ۽ خدمتن کي پنهنجي ذاتي گهرجن ۽ ضرورتن لاءِ استعمال ڪن ٿا انهن کي ________چئبو آهي.

(iv) فرد ۽ ڪارخانا جيڪي ذريعن کي استعمال ڪري شيون ۽ خدمتون مهيا ڪن ٿا تن کي ________چئبو آهي.

.2 هيٺ ڏنل خاڪي جيان هڪ خاڪو ٺاهيو. مختلف صورتحال کي ڌيان ۾ رکي ان مطابق خانا ڀريو.

صورتحال

- سرمد پنهنجي آفيس لاءِ نئين فيڪس مشين نه ٿو خريد ڪري پر نئون ڪمپيوٽر خريد ڪري ٿو
- آصف ڪئنٽين مان چاڪليٽ نه ٿي وٺي پر خرچيءَ ۾ مليل 10 روپين جا بسڪيٽ خريد ڪري ٿي.
- وزير فيصلو ٿو ڪري ته هو بي روزگارن جي ڀلائي بدران نئين روڊ جي تعمير لاءِ 100 ملين روپيا مختص ڪندو.
- عابده نئون سُئيٽر خريد ڪري ٿي ۽ ان کي اهي بوٽ ڇڏڻا پون ٿا، جيڪي هن گذريل هفتي بوٽن جي دڪان تي ڏٺا هئا.
- هڪ ڪيٽرنگ ڪمپني نئين ڊليوري وين (مال پهچائڻ جي گاڏي) خريد ڪري ٿي، تنهن ڪري اها هاڻي نون ڪم ڪندڙن کي نوڪري ۾ نه رکندي.
- هڪ ڪٽنب سمنڊ جي ڪناري تي موڪلون گذارڻ کي ترڪ ڪري اهي پئسا گهر جي ڀڳل ڇت کي نهرائڻ تي خرچ ڪيا.
- هڪ ملڪ کي پنهنجي پاڙيسري ملڪ کان حملي جو خطرو هو، تنهن ڪري ان اسڪولن جي تعمير لاءِ رکيل رقم هٿيارن جي خريداريءَ تي خرچ ڪري ڇڏي.

| چونڊ ڪير ٿو ڪري؟ (واپاري، حڪومت يا ڪو فرد) | اهي ڇا ٿا چونڊ ڪن؟ | موقعي جي قيمت (انهن کي ڇا ملي ها) |
|---|---|---|
| | | |

.3 هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

(i) ”موقعي جي قيمت“ جي وصف لکو.

(ii) سمجهايو ته سيني معاشي فيصلن جو ڪو نه ڪو موقعو هوندو آهي.

(iii) حڪومتون، موقعي جي قيمتن کي ڪيئن مُنهن ڏين ٿيون.

### (ب) پنهنجي ڪلاس جي ساٿين ۽ دوستن کان معلوم ڪريو

1. پنهنجي ڪلاس، اسڪول يا پاڙيسري دوستن آڏو هيٺين صورتحال رکو ۽ کين چئو ته انهن حالتن مان هو ڪهڙي چونڊ جو فيصلو ڪندا ۽ ڇو؟

### صورتحال

(i) توهان وٽ کيسي ۾ باقي 25 روپيا بچيا آهن. توهان آڏو چونڊ لاءِ اهو آهي ته يا ڪٽمنڊڙا وٺو يا پيسن کي بچت واري پانڊاري ۾ وجهو.

(ii) توهان وٽ ڊنر کان اڳ 30 منٽن جو وقت آهي. توهان کي چونڊ ڪرڻي آهي ته ڪرڪيٽ راند کيڏو يا ٽي-وي ڏسو.

(iii) توهان جي والدين وٽ اوهان کي فقط هڪ قسم جي ڳالهه سيکارڻ لاءِ پئسا آهن. توهان کي چونڊ ڪرڻي آهي ته ڪرڪيٽ کيڏڻ جي ڪوچنگ وٺو يا ترڻ جا سبق وٺو.

(iv) توهان جا والدين توهان کي جنم ڏينهن جي پارٽي ڏئي رهيا آهن. توهان کي چونڊ ڪرڻي آهي ته توهان پنهنجي دوستن کي پيزا کارائڻ وٺي وڃو يا سئنيما ۾ فلم ڏيکاريو.

(v) توهان جي اسڪول طرفان توهان لاءِ نين راندين کيڏڻ جو انتظام ڪيو آهي، توهان کي ”ڪرڪيٽ“ يا ”والي بال“ مان ڪنهن هڪ جي چونڊ ڪرڻي آهي.

2. هر هڪ مٿئين صورتحال جي جيڪا به موٽ ملي، ان کي نوٽ بڪ ۾ لکو ۽ هيٺئين خاڪي کي استعمال ڪندي ٻڌايو ته هر هڪ صورتحال جي موقعي جي قيمت ڪهڙي هئي.

| شاگرد جو نالو | جيڪا چونڊ ڪيائين | ڇو ڪيائين؟ | موقعي جي قيمت |
|---|---|---|---|
| صورتحال (i) | | | |
| صورتحال (ii) | | | |
| صورتحال (iii) | | | |
| صورتحال (iv) | | | |
| صورتحال (v) | | | |

## يونٽ جي پڄاڻيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهه جو امتحان وٺو

1. ليڪ ذريعي ڪالم "الف" ۾ ڄاڻايل اصطلاح جي ڪالم "ب" ۾ ڏنل نهڪندڙ وصف سان ملايو.

| ڪالم "الف" | ڪالم "ب" |
|---|---|
| ضرورتون | شين ۽ خدمتن ڪي ماڻهو پنهنجي ذاتي ضرورتن ۽ گهرجن لاءِ استعمال ڪن ٿا. |
| خواهشون | اهڙيون تقاضائون جيڪي زندگيءَ کي برقرار رکڻ لاءِ ضروري آهن. |
| موقعاتي قيمت | ذريعن کي استعمال ڪري شيون ۽ خدمتون پيداڪجن ٿيون. |
| پروڊيوسر (پيدا ڪندڙ) | اهڙيون خواهشون جيڪي جياپي لاءِ ضروري ناهن پر زندگيءَ کي ڪيقدر آسوده بڻائن ٿيون. |
| ڪنزيومر (واپرائيندڙ) | جڏهن ڪا چونڊ ڪري چڏجي ٿي تہ ٻئي نمبر تي بهتر متبادل يا اختيار کي ڇڏڻو پوي ٿو. |

2. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

(i) هيٺ ڏنل شڪل ۾ "الف" نقطي کان "ب" نقطي تائين جي موقعي جي قيمت ڪهڙي ٿي؟

(الف) 20 يونٽ "و" جا

(ب) 50 يونٽ "و" جا

(ج) 25 يونٽ "و" جا

(ii) ڏينهن جي وقت توهان وٽ 12 ڪلاڪ وقت آهي، توهان ان وقت کي ڪم يا تفريح ۾ صرف ڪري سگهو ٿا. توهان پنهنجا ايندڙ 5 ڏينهن ڪيئن گذاريندا؟ اهي سمجهوتا (ڪم ۽ تفريح جو ميلاپ) گراف ۾ ظاهر ڪريو.

### (ب) پنهنجي تحقيقي مهارت کي استعمال ڪريو

1. سڄي ڪلاس تي مشتمل سروي ڪري فيصلو ڪيو تہ سال جي پڄاڻيءَ تي ڪهڙي پاسي گهمڻ وڃبو. هر بار کان پڇيو تہ اهو هيٺين مان ڪهڙي هنڌ گهمڻ جي چونڊ ڪندو.

- مقامي فارم
- ميوزيم
- ويجهڙائيءَ وارو پارڪ

2. انهن کي چئو ته هر فيصلي تي عمل ڪرڻ لاءِ اينڊڙ خرچ ۽ فائدي جو تخمينو لڳائن ۽ پنهنجي چونڊ جي حق ۾ ٽي جملا لکن.

### (ج) پين سان لھ وچڙ ۾ اچو

هينين رول-پلي جو عملي مظاهرو ڪري اهو پڌرو ڪيو ته سمجهوتا ڪيئن نهن ٿا.

- هڪ اسڪول بورڊ (انتظاميہ) ميٽنگ جو رول-پلي ڪريو، جنهن ۾ اهو فيصلو ڪيو ته بورڊ اوهان جي اسڪول تي پنج لک روپيا ڪيئن خرچ ڪري. خرچ جي استعمال جا مختلف اسم ڪهڙا آهن انهن کي چاٽائي پوءِ ڪو هڪ فيصلو ڪيو. سمجهوتن تي بہ نگاهہ رکو (توهان کي سڀ پيسا ڪنهن هڪ شيءِ تي خرچ ڪرڻا ناهن).
- ڪنهن تهوار يا وڏي ڏينهن (عيد، ڪرسمس يا ڏياري وغيره) کان اڳ فيملي گڏجاڻي جو رول-پلي ڪريو. گڏجاڻيءَ ۾ اهو فيصلو ڪريو ته ان موقعي تي پنج هزار روپيا خرچ ڪبا. چئن ڀاتين تي ٻڌل ڪٽنب کي نوان ڪپڙا بہ وٺڻا آهن، خاص کاڌا تيار ڪرڻا آهن، ڪي خاص مٺايون خريد ڪرڻيون يا ناهڻيون آهن ۽ دوستن ۽ مائٽن کي سوکڙيون پاڪڙيون بہ ڏيڻيون آهن. پر سڀ پيسا ڪنهن هڪ اسم تي خرچ ڪرڻا نہ آهن.

### (د) پين سان سهڪار ڪريو

پنهنجي امڙ جي مدد سان:

- پنهنجي ڪٽنب لاءِ هڪ هفتي جي ڀاڄين ۽ ميون جي فهرست تيار ڪريو.
- هفتي لاءِ اينڊڙ خرچ جو ڪاٿو لڳايو (مسواڙ، غذا، خرچ جا بل وغيره).
- اهو بہ سوچيو تہ ڪنهن غير متوقع ضرورت واسطي ڪجهہ پيسا بچائي بہ رکجن.
- پيسن جي ڏيتي ليتيءَ لاءِ ڊائري رکو تہ جيئن اوهان کي خبر پوي تہ پيسا ڪيترا ۽ ڪيئن خرچ ٿيا.

### (هہ) تخليقي ٻڻجو

پنهنجي پيسن جي حساب ڪتاب جي ڊائريءَ جو سر ورق (Title Cover) تيار ڪريو. ڊزائين مان اهو ظاهر ٿئي تہ اها ڊائري ڪهڙي ڪم جي استعمال لاءِ آهي.

### (و) فني طور هوشيار ٻڻجو

هينين مان ڪنهن هڪ جو خاڪو ناهڻ لاءِ Insert Function جو استعمال ڪريو.
باب جي پڄاڻيءَ تي ڏنل مشقن ۾ ڄاڻايل سرگرمين کي خاڪي ۾ ڏيکاريو.

**استاد لاءِ هدايت:** رول پلي ۾ سمجهوتي (سودي بازيءَ) کي ڌيان ۾ رکندي شاگردن جي همت افزائي ۽ مدد ڪريو تہ جيئن اهي خرچ ڪرڻ جي مختلف ۽ متبادل اسمن (ڪپڙا، کاڌا، مٺايون، تحفا ۽ خيرات وغيره) تي ڳالهہ ٻولهہ ڪن.

### (ل) عملي قدم کڻو

توهان لاءِ ڇا ضروري آهي، هيٺ ڏنل خاڪو مڪمل ڪريو. توهان هيٺئين صورتحال ۾ ڪهڙيءَ ريت عمل ڪندؤ.

| | صورتحال | توهان ڇا ڪندؤ؟ | ڇو ڪندؤ؟ قدر جو نالو ٻڌايو |
|---|---|---|---|
| 1 | توهان گهٽيءَ ۾ وڃو پيا. پرس مان ڪجهه ڪِرندي هڪ محترم جي اتفاق سان موبائيل فون ڪري پئي. | | |
| 2 | لائبرريءَ مان توهان ڪتاب ورتو. ٻن ڏينهن ڪانپوءِ توهان کي ڪتاب موٽائڻو آهي. (توهان کي ڪتاب جو مطالعو ڪرڻو آهي؛ ورق پيٽا ڪرڻا ناهن نه وري ڪتاب کي ڦاڙڻو ۽ خراب ڪرڻو آهي ۽ پوءِ واپسيءَ جي مقرر تاريخ تي ڪتاب لائبرري کي موٽائي ڏيڻو آهي). | | |
| 3 | توهان جو دوست بيمار آهي هو گذريل ٻن هفتن کان اسڪول نه پيو اچي. | | |
| 4 | توهان بس ۾ وينا آهيو. بس جون سڀ سيٽون پريل آهن، انهن تي ماڻهو وينا آهن. ائين هڪ ٻڍڙي عورت بس ۾ چڙهي ٿي. | | |
| 5 | توهان فوٽبال راند کيڏندا هئا، پر پڙهائيءَ ۽ دوستن سان گڏ دعوتون کائڻ جي ڪري اوهان راند کيڏڻ ڇڏي ڏني آهي. توهان هاڻي محسوس ڪريو ٿا ته توهان جو وزن وڌي ويو آهي ۽ هر وقت ٿڪل ٿڪل محسوس ڪريو ٿا. | | |
| 6 | رمضان جو مهينو آهي، توهان کي روزو آهي. توهان گهٽيءَ ۾ پنڌ وڃو پيا ته اوچتو هڪ ڇوڪرو سائيڪل هلائيندي، اوهان کي اچي لڳو. معافي وٺڻ بدران هو اوهان سان الجهي پئي ٿو ۽ چئي ٿو ته توهان هلڻ وقت ڌيان ۽ خبرداري سان هلندا ڪريو. | | |

# شين ۽ خدمتن جي پيداوار

## شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- مثال ڏيئي پيدا ڪندڙ،ناهيندڙ، شيون، خدمتون، سرڪاري شيون ۽ خدمتون، خانگي شيون ۽ خدمتون، ڪارخانو، صنعت ۽ هڪٻئي تي دارومدار رکڻ جي اصطلاحن جي وصف بيان ڪرڻ.
- اهي فرد ۽ گروهه جيڪي شين ۽ خدمتن جي پيداوار ۾ شريڪ آهن، تن ڪي نمايان طور ظاهر ڪرڻ.
- مختلف شين ۽ خدمتن جا مثال ڏيڻ.
- ڪارخاني ۽ صنعت وچ ۾ ڀيٽ ڪرڻ.
- اقتصاديات ۾ هڪٻئي تي دارومدار رکڻ جي نظريي کي سمجهڻ.
- پيداوار ڪندڙن جا تجارتي ۽ غير تجارتي مقصد ڪهڙا آهن؟
- توهان جنهن علائقي ۾ رهو ٿا اتي موجود پنجن خانگي شعبي وارن واپاري ادارن ۽ پنجن رضاڪارانہ طور هلندڙ تنظيمن جا نالا لکو.
- توهان کي مقامي سطح تي جيڪي شيون ۽ خدمتون مهيا ٿيل آهن، انهن کي سرڪاري ۽ خانگي شين ۽ خدمتن ۾ ورهايو ۽ ڌار ڌار ڪري ٻڌايو تہ ڪهڙيون سرڪاري ۽ ڪهڙيون خانگي شعبي وارا مهيا ڪن ٿا.
- ٻڌائڻ تہ ”گڏيل شيون“ ۽ ”ڳُڻائتيون شيون“ ڪهڙيون آهن؟
- اهو سمجهائڻ تہ حڪومت ڪي شيون ۽ خدمتون ڇو مهيا ڪري ٿي؟
- ٻڌائڻ تہ حڪومت جيڪي سرڪاري شيون ۽ خدمتون سرڪاري ادارن ۾ مهيا ڪري ٿي ان جو خرچ ڪٿان آڻي ٿي؟
- وضاحت ڪرڻ تہ رياستي ملڪيت جو ڪاروبار ڇا آهي؟
- انڪوائري ڪري پاڪستان ۾ سرڪاري ملڪيت تي هلندڙ پنجن ادارن جا نالا لکڻ.
- واهپي جي شين ۽ سرمايي وارين شين وچ ۾ ڀيٽ ڪرڻ.

## يونٽ جو تعارف

هيءُ يونٽ ٽن بابن ۾ ورهايل آهي، جن جو تعلق شين ۽ خدمتن جي پيداوارسان آهي. هنن نظرين جي سمجهہ توهان ۾ اهڙي اهليت پيدا ڪندي، جنهن سان توهان معلوم ڪري وٺندا تہ واپرائيندڙن وانگيان، شين کي پيدا ڪندڙ پڻ فيصلا ڪن ٿا. انهن جي فيصلن جو تعلق ان سان هوندو آهي تہ ڇا پيدا ڪجي؟ ڇو پيدا ڪجي؟ ۽ ڪيتري مقدار/ تعداد ۾ پيدا ڪجي؟ ان ذريعي اسان کي پيدا ڪندڙ (پروڊيوسرن) بابت خبر پوندي تہ هنن جي پيداوار جا مقصد ڪهڙا آهن۽ پيدا ڪندڙ (پروڊيوسرن)جا ڪهڙا قسم آهن؟ ڪٿ ۽ پيداوار جو پاڻ ۾ جيڪو گڏيل رابطو ۽ دارومدار آهي ان کي سمجهڻ سان معيشيت جي مختلف شعبن جي ڄاڻ پڻ حاصل ٿئي ٿي.

# باب پهريون کهڙيون شيون ۽ خدمتون تيار ڪجن ٿيون

**شاگردن جي سکيا جا نتيجا**

- هنن لفظن جي وصف ڄاڻڻ: ”پيداوار ڪندڙ“، ”شيون“ ۽ ”خدمتون“
- مختلف قسمن جي شين ۽ خدمتن کي بيان ڪرڻ.
- مختلف شين ۽ خدمتن جا مثال ڏيڻ.
- جيڪي شيون يا خدمتون اوهان کي مقامي طور مهيا ٿيل آهن، انهن جي ورهاست سرڪاري ۽ خانگي شين ۽ خدمتن ۾ ڪرڻ.
- ٻڌائڻ ته ”گڏيل شيون“ ۽ ”ڳُٽائتيون شيون“ ڪهڙيون آهن.
- ”واهپي جي شين“ ۽ ”سرمايي وارين شين “ ۾ تفاوت سمجهايو.

## تعارف

هن باب ۾ توهان کن اقتصادي نظرين جهڙوڪ: پيداوار ڪندڙ ۽ واپرائيندڙ (صارفين) ۽ خانگي ۽ سرڪاري شين ۽ خدمتن بابت اڀياس ڪندؤ.

**شيون ۽ خد متون** (Goods and Services)

شيون اهو سامان آهن جن کي خريد ڪري اسان پنهنجيضرورتن ۽ گهرجن جو پورائوڪريون ٿا.اهي اهڙيون شيون آهن، جن کي اسان ڏسي، محسوس ڪري ۽ ڇهي سگهون ٿا، جهڙوڪ: ڪاڏو، فرنيچر، بجليءَ جو سامان انهن کي جنسون يا پيداوار به چئبو آهي.

الیکٽرانک (بجليءَ جو) سامان

يوٽيليٽي اسٽور

چانهه جو سيٽ

اجرڪ

رلي

کٽ

شيون مادي سرمايو آهن، جن کي خريد ڪري اسان پنهنجون ضرورتون ۽ گهرجون پوريون ڪندا آهيون. خدمت وري اُها (ڪم، عمل، قدم وغيره) آهي جيڪا اسان لاءِ ڪئي وڃي ٿي، جنهن جي عيوض اسان پيسا ڏيون ٿا. مثال طور حجم اسان جي وارن کي ناهي ٿو، هڪ استاد پڙهائي ٿو، ڊاڪٽر طبي خدمتون ۽ انجنيئر عمارتن جا نقشا ناهڻ جون خدمتون سرانجام ڏئي ٿو. گيس، بجلي ۽ پاڻي پهچائيندڙ به ضروري ڪارج وارين خدمتون مهيا ڪرڻ ۾ مصروف آهن. آن لائين بينڪنگ، خريداري ۽ گهر تائين سامان ۽ شيون پهچائڻ جو انتظام به شهرن ۾ عام ٿي رهيو آهي.

مختلف ماڻهو، مختلف قسمن جو خدمتون سرانجام ڏين ٿا.

**سرگرمي**

- گذريل هفتي توهان جيڪي شيون خريد ڪيون انهن مان ڪن به ڏهن شين جا نالا لکو.
- گذريل مهيني توهان جن پنجن خدمتن کي پيسن عيوض حاصل ڪيو، انهن جا نالا لکو.

## پيدا ڪندڙ ۽ واپرائيندڙ (صارفين) (Producers and Consumers)

خدمتون ۽ شيون جادوءَ جي زور تي ظاهر نٿيون ٿين. انهن کي پيدا ڪيو وڃي ٿو. محدود پيدائشي ذريعن کي استعمال ڪندي انهن جي پيداوار ٿئي ٿي. انهن ذريعن کي ٽن قسمن جهڙوڪ: قدرتي، انساني ۽ سرمايي وارن ذريعن ۾ ورهائي سگهجي ٿو.

**پيدا ڪندڙ** (Producers) اهي ماڻهو جيڪي شيون پيدا ڪندا آهن ۽ خدمتون فراهم ڪندا آهن. پيداوار واري عمل ۾ اهي ٽن قسمن جي وسيلن کي ڪم آڻين ٿا. پيداوار ڪندڙ ذريعا محدود آهن، تنهن ڪري پيداوار ڪندڙ اها چونڊ ڪندا آهن ته ڪهڙيون شيون ۽ خدمتون پيدا ڪجن. اڪثر نوجوان پيداوار ڪندڙ جي حيثيت سان ڪم ڪن ٿا.ڪين ڪم جي عيوض اجورو ملي ٿو، جنهن کي آمدني چئجي ٿو (جنهن کي وري شين ۽ خدمتن تي خرچ ڪجي ٿو يا ڪجھ بچائي رکجي ٿو).

**واپرائيندڙ** (Consumers) اهي شخص آهن، جيڪي شين ۽ خدمتن کي خريد ڪندا آهن. واپرائيندڙ آڏو چونڊ ڪرڻ لاءِ ڪيترين ئي شيون آهن، جن مان جيڪي شيون اهي خريد ڪرڻ گهرن ٿا اهي سڀ وٺي نٿا سگهن، ڇاڪاڻ ته انهن جي آمدني محدود آهي، تنهن ڪري ماڻهو جن شين ۽ خدمتن جي چونڊ ڪن ٿا ان جو انحصار ان ڳالھ تي آهي، ته شيون ۽ خدمتون پيدا ڪندڙ ڇا پيدا ڪن. ان ڪان سواءِ اهو به ڏٺو ويندو ته پيدائشي ذريعا ڪهڙيءَ ريت استعمال ڪيا ويندا.

## خدمتن ۽ شين جا مختلف قسم (Different Types of Goods and Services)

شين ۽ خدمتن جا ڪيترائي قسم آهن. هيٺ هر هڪ قسم جي سمجهاڻي ڏجي ٿي:

**واپرائجندڙ شيون** اهڙيون آهن جيڪي مڪمل طور تيار ٿي وڪري لاءِ مارڪيٽ ۾ اچن ٿيون ۽ جن کي واهپو ڪندڙ روزاني جي ضرورتن پٽاندڙ استعمال ڪن ٿا. پينسلون، ڪتاب ۽ رانديڪا انهن جو مثال آهن.

سرمايي وارين شين کي استعمال ڪري بيون شيون ۽ خدمتون پيدا ڪجن ٿيون. زمين، عمارتون ۽ مشينري ان جو مثال آهن. سمجهو ته ڪو شخص پنهنجي ذاتي استعمال لاءِ ٽرڪ خريد ڪري ٿو ته ٽرڪ (Consumer good) واپرائيندڙ جي شيءِ ٿي، پر جڏهن هڪ پيداوار ڪندڙ ٽرڪ خريد ڪري ٿو ته جيئن پنهنجو مال بني ڪان فيڪٽري تائين پهچائي ته پوءِ ٽرڪ کي سرمايي واري شيءِ (Capital goods) چئبو.

## خانگي ۽ سرڪاري شيون ۽ خدمتون (Public and Private Goods and Services)

اهڙيون شيون يا مال جيڪو خانگي طور تيار ڪري واپرائيندڙن کي وڪرو ڪجي، ان کي خانگي شيون يا خانگي مال سڏبو. شيون يا خدمتون جيڪي سرڪار مهيا ڪري ڏئي ٿي، انهن کي سرڪاري شيون (Public goods) چئبو آهي. سرڪار اهي شيون ۽ خدمتون هر هڪ کي مهيا ڪري ڏئي ٿي.خدمتون ۽ شيون جيڪي سرڪار مهيا ڪري ٿي تن کي ”اجتماعي شيون“ (Collective goods) چئبو آهي، ڇاڪاڻ ته انهن کي اجتماعي

طور استعمال ڪجي ٿو، يعني انهن ڪي سڀ استعمال ڪن ٿا. جهڙوڪ روڊ، پارڪ، اسڪول، لائبرريون، پُليون، اسپتالون ۽ نقل و حمل جا ذريعا، رستن جي روشنائي، قومي دفاع ۽ پوليس.

علامہ دائودپوٽو لائبرري، حيدرآباد

گورنمينٽ ناز هاءِ اسڪول، خيرپور

سکر ڪي روهڙيءَ سان ملائيندڙ پل

لياري ايڪسپريس وي، ڪراچي

**سرگرمي**

- مختلف قسمن جي پنجن شين ۽ پنجن خدمتن ڪي پيدا ڪندڙن جا نالا لکو.
- توهان جي علائقي ۾ مهيا ٿيل ڏهه شيون ۽ پنج خدمتون ڪهڙيون آهن، انهن ڪي خانگي ۽ سرڪاري خانن ۾ ڌار ڌار ورهايو.

## اختصار

هن باب ۾ توهان پڙهيو تہ شيون مادي جنسون آهن جن ڪي اسان پنهنجي گهرجن ۽ ضرورتن جي پورائي لاءِ استعمال ڪريون ٿا. جڏهن تہ خدمتون، ورتيون ۽ ڏنيون وڃن ٿيون، جنهن لاءِ پيسا ڏنا ۽ ورتا وڃن ٿا. پيدا ڪندڙ (پروڊيوسر) اهي ماڻهو، تنظيمون يا ڪمپنيون آهن جيڪي ذريعن ڪي هڪ رٿيل عمل مان گذاري، شين ۽ خدمتن جي پيداوار ڪن ٿا. ڪنزيومر يا واپرائيندڙ اهي ماڻهو آهن جيڪي پيداواري شين ڪي خريد ۽ خدمتن ڪي حاصل ڪن ٿا، جن عيوض هنن ڪي پئسا ادا ڪرڻا پون ٿا. شيون ۽ خدمتون مختلف قسمن جون آهن، جيڪي واپرائيندڙ (ڪنزيومر) ۽ سرمايي (ڪيپٽل) کان وينديون خانگي ۽ سرڪاري نمونن جون آهن.

## باب جي پڇاڙيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجھ جو امتحان وٺو

**1. هيٺيان خال پريو**

(i) اهي بہ خصوصيتون جيڪي اسان کي ان فيصلي ڪرڻ ۾ مدد ڪن ٿيون تہ اهي شيون ۽ خدمتون سرڪاري آهن يا خانگي _____ ۽ _____ آهن.

(ii) سماج جي بهتريءَ لاءِ سرڪار طرفان مفت مهيا ڪيل شين ۽ خدمتن کي _____ شيون سڏبو آهي.

(iii) اهي شيون جيڪي ٻين شين ۽ خدمتن کي پيدا ڪرڻ لاءِ استعمال ڪجن ٿيون تن کي _____ شيون چئبو آهي.

**2. هيٺئين خاڪي کي مڪمل ڪريو**

ڪالم ”الف“ ۾ اصطلاح ڏناويا آهن. انهن اصطلاحن جي وصف ڪالم ”ب“ ۾ انهن جو مثال ڪالم ”ج“ ۾ لکو.

| | ڪالم ”الف“ اصطلاح | ڪالم ”ب“ وصف | ڪالم ”ج“ هڪ مثال |
|---|---|---|---|
| (i) | شيون | | |
| (ii) | خدمتون | | |
| (iii) | خانگي شيون ۽ خدمتون | | |
| (iv) | سرڪاري شيون ۽ خدمتون | | |
| (v) | گڏائيتون شيون | | |
| (vi) | پيداوار ڪندڙ (پروڊيوسر) | | |
| (vii) | واهپي جون شيون | | |

**3. هيٺين سوالن جا جواب لکو**

(i) سرمايي وارين شين ۽ واهپي وارين شين وچ ۾ فرق کي واضح ڪيو.

(ii) ماڻهن کي خطرناڪ بيمارين کان بچاءَ جا ٽڪا، سُيون ۽ ڦڙا پيارڻ جا فائدا ڪهڙا آهن؟

(iii) حڪومت عوامي ڀلائي وارين شين تي خرچ ڪيئن ۽ ڪٿان ڪري ٿي؟

(iv) اسان جڏهن چئون ٿا تہ خانگي شيون ”الڳ ۽ ڌار ڪيل“ آهن تہ اسان جو ان مان مطلب ڪهڙو هوندو آهي؟ مثال ڏيئي سمجهايو.

### (ب) وڌيڪ معلومات گڏ ڪريو

پنهنجي پاڙي ۾ چڪر لڳايو. ڏسو تہ سرڪاري طور ڪهڙيون شيون ۽ خدمتون مهّيا ڪيون ويون آهن. پنهنجي والدين ۽ ٻين وڏن سان ڳالهہ ٻولهہ ڪري حڪومت طرفان انهن گڏائتين شين جا تفصيل گڏ ڪريو.

### (ج) ٻين سان سهڪار ڪريو

”سرمايي واري شيءِ“ جون تصويرون ڪيو، جن کي استعمال ڪندي اسڪول يا ڪميونٽيءَ کي شيون ۽ خدمتون ملي رهيون آهن. تصويرن کي نوٽيس بورڊ تي لڳايو.

# شين ۽ خدمتن کي پيدا ڪندڙ

## شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- مثالن سان (ڪمپني) ”فرم“ ۽ ”صنعت“ جي لفظن جي وصف بيان ڪرڻ.
- انهن فردن يا گروهن بابت ڄاڻ ڏيڻ، جيڪي شين ۽ خدمتن جي پيداوار ۾ شريڪ آهن.
- (ڪمپني) فرم ۽ صنعت ۾ فرق واضح ڪرڻ.
- توهان جنهن علائقي ۾ رهو ٿا اتي جي پنجن خانگي شعبي ۾ ڪم ڪندڙ ۽ پنجن رضاڪارانہ طور ڪم ڪندڙ تنظيمن جي لسٽ ٺاهيو.
- اهو سمجهڻ تہ سرڪاري ملڪيت واري ڪاروباري سرگرمي ڇاڪي ٿو چئجي؟
- پاڪستان ۾ رياستي ملڪيت وارن پنجن ڪاروبارن جي نالن بابت معلومات گڏ ڪرڻ.

## تعارف

هن باب ۾ ڪمپني (Firm) ۽ صنعت (Industry) تي روشني وڌي وئي آهي، ان کان سواءِ شيون ۽ خدمتون پيدا ڪندڙ (Producer) جهڙوڪ: خانگي شعبي جا پيداواري طبقا ۽ سرڪاري شعبي جا پيداواري طبقا ڪيئن ۽ ڪهڙو ڪم ڪن ٿا ان متعلق بہ ڄاڻ ڏني وئي آهي.

## ڪمپني ۽ صنعت (Firm and Industry)

ڪمپني (ڪارخانو) اڪيلو واپار يا تجارت آهي مثال طور ”باٽا شوز“. ان جي سولي وصف اها آهي تہ ماڻهن جي اهڙي تنظيم يا گروهہ جيڪو پيداوار جي ذريعن ۽ عنصرن جهڙوڪ پورهئي، ناڻي ۽ ڪچي مال کي استعمال ڪندي شيون ۽ خدمتون پيدا ڪري ٿوءِ اهي واپرائيندڙن، حڪومتن يا ٻين ڪارخانن کي وڪرو ڪيون وڃن ٿيون. هڪ ڪارخانو ڪا فيڪٽري بہ ٿي سگهي ٿو تہ غذائي شيون ڪاڌو خوراڪ، ڪپڙا يا بوٽ وڪڻندڙ اسٽورن جو سلسلو بہ ٿي سگهي ٿو، جهڙوڪ: پيڪ فرينس بسڪوٽ (Peek Freans Biscuits) ٺاهيندڙ ڪارخانو يا ٻُندوخان جي ڪبابن جا دڪان.

ڪارخانا جوڙڻ جو مکيہ مقصد اهو هوندو آهي تہ گهٽي کان گهٽو نفعو ڪمائجي.

”صنعت“وري ڪيترن ئي ڪارخانن جو مجموعي نالو آهي، جنهن ذريعي ساڳئي قسم جون شيون ۽ خدمتون پيدا ڪيون وڃن ٿيون.

جئين (ٽيڪسٽائيل) صنعت، توانائي جي صنعت، ڪميونيڪيشن انڊسٽري يا سيرسياحت جي صنعت. مثال طور توانائيءَ واري صنعت ۾ اهي ڪارخانا اچي وڃن ٿا جيڪي تيل ۽ قدرتي گيس جي تلاش ڪن ٿا. هڪ ڪارخانو ، صنعت يا انڊسٽريءَ جو هڪ حصو ياڱو آهي. ان ڪي واحد يا اڪيلو واپار چئجي ٿو.

## پيدا ڪندڙ جا قسم (Types of Producers)

اقتصاديات ۾ شيون يا خدمتون پيدا ڪندڙن جا ڪيترائي قسم آهن. اسان گهڻو ڪري انهن ڪي ٻن قسمن يعني خانگي يا سرڪاري شعبن ۾ ورهائيندا آهيون.

## خانگي شعبي جا پيدا ڪندڙ (Private Sector Producers)

هيءُ واپار فردن يا گروهن جي ملڪيت هوندا آهن، جيڪي خاندانن جي شعبي سان تعلق رکن ٿا. خانگي شعبي جي پيداواري طبقن (پروڊيوسرن) جو مکيہ مقصد نفعو ڪمائڻ هوندو آهي. نفعو ان ناڻي کي چئبو آهي، جيڪو ڪارخاني جي ڪل آمدني مان خرچ کي ڪٽي باقي بچي.

**سرگرمي**

پنهنجي علائقي ۾ ڪن ٻہ پنجن خانگي شعبي جي واپارن جي لسٽ تيار ڪريو

## رضاڪارانہ يا غير-منافع بخش تنظيمون (Voluntary or Non-Profit Organizations)

خانگي شعبي جي واپاري سرگرمين ۾ ڪي اهڙيون سرگرميون ٻہ آهن جيڪي ڪميونٽيءَ جي ضرورتن کي محسوس ڪندي انهن جي پورائي لاءِ ڪم ڪن ٿيون. رضاڪارانہ تنظيمن کي غير- منافع بخش تجارت ڪندڙ ادارا پڻ سڏجي ٿو يا وري اهي اين-جي-اوز جي نالي سان مشهور آهن. انهن تنظيمن جو بنيادي مقصد نفعو ڪمائڻ کان سواءِ ماڻهن جي ضرورتن جو پورائو ڪرڻ آهي. مثال طور ايڌي فائونڊيشن.

**سرگرمي**

توهان جي علائقي ۾ ڪم ڪندڙ پنجن رضاڪار تنظيمن يا غير منافع بخش ادارن جا نالا لکو.

## سرڪاري شعبي جا پيدا ڪندڙ (Public Sector Producers)

سرڪاري شعبي ۾ هلندڙ تجارتي ادارا حڪومت جي ملڪيت آهن جيڪي عوام کي شيون ۽ خدمتون فراهم ڪن ٿا. اهي شيون ۽ خدمتون اهڙيون آهن، جيڪي خانگي شعبي وارا پيدا نہ ٿا ڪن، ڇاڪاڻ تہ کين ان مان نفعو حاصل نہ ٿيندو. مثال طور رستي تي ٻرندڙ روشني نهايت اهم آهي پر خانگي شعبي وارا ان جو بندوبست ڪري، انهن جي استعمال جو عيوضو يا قيمت ڪنهن ڪان وصول ڪندا؟ اهو ڏاڍو ڏکيو ڪم ٿي پوندو، تنهن ڪري سرڪار رستي تي روشنيءَ جو انتظام ڪري ٿي ۽ ٽيڪس مان ان جي ادائگي ڪري ٿي.

## اختصار

هڪ ڪارخانو رڳو هڪ قسم جي تجارت يا شين/خدمتن جي اُپت ڪري ٿو. صنعت، پيداوار ڪندڙن جو مجموعو آهي، جيڪو ساڳي شيءِ ۽ خدمت پيدا ڪري ٿو. خانگي شعبي ۾ هلندڙ سڀ تجارتي ادارا منافعي لاءِ ڪم ڪن ٿا.رضاڪاراڻي طور ڪم ڪندڙ ادارن کي ”غير منافع بخش“ ادارا يا غير سرڪاري تنظيمون سڏبو آهي، ڇاڪاڻ ته انهن جو مکيه مقصد، ماڻهن جي ڪنهن ضرورت جو پورائو، بغير نفعي يا فائدي حاصل ڪرڻ جي هوندو آهي. سرڪاري شعبي جي نگرانيءَ ۾ هلندڙ واپاري سرگرميون ۽ ادارا سرڪار جي ملڪيت هوندا آهن. اهي عوام کي شيون ۽ خدمتون مهيا ڪن ٿا، جيڪي خانگي طور تجارت ڪندڙ نه ٿا ڏئي سگهن، ڇاڪاڻ ته ڪين منافعو يا فائدو نه ملندو.

## باب جي پڄاڻيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهه جو امتحان وٺو

**1. هيٺيان خال پريو**

(i) فقط هڪ قسم جو واپار ڪندڙ اداري کي ______ سڏبو آهي.

(ii) ساڳيو ڪاروبار جڏهن مختلف گروهه گڏجي ڪن ۽ ساڳيون شيون ۽ خدمتون پيدا ڪن ته ان کي ______ چئبو آهي.

(iii) رضاڪارانه طور ڪم ڪندڙ ادارن کي ________ سڏبو آهي.

**2. هيٺين خاڪي کي مڪمل ڪريو**

ڪالم ”الف“ ۾ مختلف قسمن جي پيداوار ڪندڙن ”پروڊيوسرن“جي لسٽ ڏنل آهي. انهن مان هر هڪ جي مقصد کي ڪالم ”ب“ ۾، ۽ ان جي مثال کي ڪالم ”ج“ ۾ لکو.

| | ڪالم ”الف“ (پيداوار ڪندڙ جو قسم) | ڪالم ”ب“ (مقصد) | ڪالم ”ج“ (هڪ مثال) |
|---|---|---|---|
| (i) | خانگي شعبي جا پيداوار ڪندڙ | | |
| (ii) | سرڪاري شعبي جا پيداوار ڪندڙ | | |
| (iii) | رضاڪارانه يا غير منافع بخش ادارا | | |

3. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

(i) هيٺين اصطلاحن جي وصف بيان ڪريو ۽ هر هڪ جا ٻه مثال ڏيو:

(الف) ڪارخانو

(ب) صنعت

(ii) ڪارخاني ۽ صنعت جي ڀيٽ ڪريو.

(iii) سمجهايو ته رياستي ملڪيت جي ڪاروبار (Enterprise) ڇاڪي تو چئجي؟

(ب) وڌيڪ معلومات جي ڳولا ڪريو

توهان جاسوس آهيو جن کي شين ۽ خدمتن جي ڳولا آهي. پنهنجي پاڙي جو جائزو وٺو، اخبارون پڙهو، ريڊيو ۽ ٽيليويزن تي خبر چار ٻڌو ۽ ڏسو. هيٺ ڄاڻايل خاڪي جيان هڪ خاڪو تيار ڪيو، جنهن ۾ پنج شيون ۽ خدمتون خانگي شعبي مان ملندڙ هجن ۽ پنج شيون ۽ خدمتون سرڪاري شعبي طرفان مهيا ٿيندڙ هجن.
هر هڪ شيءِ يا خدمت سامهون ٻڌايو ته اهي توهان کي ڪتني مليون يا ڏسڻ ۾ آيون.

| اهي شيون ۽ خدمتون جيڪي خانگي شعبي وارا وڪرو ڪري رهيا آهن. | اهي شيون ۽ خدمتون جيڪي حڪومت طرفان مهيا ڪيل آهن | اها توهان کي ڪهڙي هنڌ (ڪٿي) ملي/ ڏسڻ ۾ آئي |
|---|---|---|
| | | |
| | | |
| | | |
| | | |

(ب) ٻين سان سهڪار ڪريو

پنهنجي اسڪول ۾ ٻين سان گڏجي هڪ رضاڪار تنظيم (Voluntary Organization) قائم ڪريو جنهن جو مقصد ڪنهن هڪ خاص ضرورت جو پورائو ڪرڻ هجي.

# باب ٽيون پيداواريت ۽ پيدا ڪندڙن جا مقصد
## (شيون ۽ خدمتون ڪيئن ۽ ڇو تيار ڪيون وينديون آهن)

### شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- (Circular Flow Diagram) جي ذريعي اقتصاديات ۾ هڪبئي تي انحصار ڪرڻ واري اصطلاح کي مثالن سان سمجهڻ.
- پيداوار جي جزن يا عنصرن کي واضح ڪرڻ.
- پيداوار ڪندڙن جي مختلف تجارتي ۽ غير تجارتي مقصدن کي نروار ڪرڻ.
- سمجهڻ تہ ڇو ڪي شيون ۽ خدمتون حڪومت کي مهيا ڪري ڏيڻيون آهن؟
- اهو سمجهائڻ تہ حڪومت جيڪي عوامي سهولت لاءِ شيون ۽ خدمتون ميسر ڪري ڏئي ٿي، انهن جي ادائگي ڪيئن ٿئي ٿي؟

### تعارف

هن باب ۾ توهان "هڪبئي تي انحصار ڪرڻ" جي اصطلاح کي سمجهڻ کان سواءِ پيداوار جي جزن، شين ۽ خدمتن جي پيداوار ۽ پيدا ڪندڙن جي مقصدن بابت معلومات حاصل ڪندا.

### پيداوار جا جزا

شين ۽ خدمتن کي ناهڻ ۽ مهيا ڪرڻ ۾ اسان پيداواري ذريعن جو استعمال ڪريون ٿا، جن کي پيداوار جا جزا چئبو آهي.

- زمين
- پورهيو
- ناڻو
- ڪاروبار

زمين

### زمين (Land)

زمين "قدرت" جو انمول ۽ قيمتي تحفو آهي. ان مان معدني وسيلا ملن ٿا، جن کي استعمال ڪري شين ۽ خدمتن کي پيدا ڪيو وڃي ٿو. اقتصاديات ۾ "زمين" جي اصطلاح ۾ ڪچا ڌاتو، تيل، گيس، پاڻي، ڪوئلو، هوا، مينهن، تيز هوائون ۽ اُس شامل آهن. زمين ڪيترن ئي اقتصادي ۽ سماجي سرگرمين ۽ مشغولين لاءِ استعمال ٿئي ٿي تہ جيئن انساني ضرورتن کي پورو ڪري سگهجي.

### پورهيو (Labour)

پورهيو

شين ۽ خدمتن کي پيدا ڪرڻ ۾ ڪيل انساني ڪوشش ۽ محنت کي پورهيو چئجي ٿو. اقتصاديات جي مختلف شعبن ۾ جسماني توڙي ذهني صلاحيتن کي استعمال ڪندڙ مزدور، پورهيي ۾ شامل آهن.

ناڻو

## ناڻو (Capital)

مالي وسيلا، اوزار، مشينون، فرنيچر ۽ عمارتون، جيڪي واپار ۽ تجارت ڪرڻ لاءِ استعمال ٿين ٿا تن کي ناڻي ۾ شمار ڪجي ٿو.

ڪاروباري

## ڪاروبار (Entrepreneur)

اهو شخص جيڪو پورهيي، زمين ۽ ناڻي جي تنظيم ڪري ان کي ڪاروباري چئجي ٿو.ڪاروباري نون خيالن ۽ سوچن سان اچن ٿا. هنن کي اهو ڄاڻ اچي ٿو ته ڇا ۽ ڪئين پيداوار ڪري سگهجي ٿي. هو تجارتي فيصلا ڪري ٿو ۽ نون واپارن سان لاڳاپيل جوکم جو پڻ جوڳو بندوبست ڪري ٿو.

## شين ۽ خدمتن جي پيداوار (Production of Goods and Services)

ڪمپنيون اهي فيصلا ڪيئن ڪن ٿيون ته پيداوار جي ڪهڙن جزن کي ڪيترو استعمال ڪجي جو شين ۽ خدمتن جي پيداوار ٿئي؟

صابڻ

واپارين جو سڀ کان وڏو مقصد اهو هوندو آهي ته گهٽي کان گهٽو نفعو ڪيئن ڪمائجي. منافعي کي وڌائڻ ۾ ڪمپنين کي ٻن قسمن جي ڏکاين کي منهن ڏيڻو پوي ٿو: شين جي طلب ۽ پيداواري لاڳت. هڪ ڪمپني جو مثال وٺو جيڪا صابڻ ناهي ٿي صابڻ ناهڻ ۾ ڪمپنيءَ جي وڏ ۾ وڏ ڪوشش اها هوندي آهي ته پيداوار تي ايندڙ خرچ کي ڪيئن به ڪري گهٽ کان گهٽ ڪيو وڃي، جنهن سان نه رڳو واپرائيندڙ جي ضرورت جو پورائو ٿئي ٿو پر ڪمپني به وڏو نفعو ڪمائي ٿي.

شين ۽ خدمتن جي واهپي جو دارومدار ماڻهن جي آمدني تي آهي. وڏي آمدني وارا گهڻين شين ۽ خدمتن جو فائدو ماڻين ٿا، پر گهٽ آمدني وارا پنهنجي گذران لاءِ پريشان آهن ۽ ٿورين شيون ۽ خدمتون خريد ڪن ٿا. آمدني هيٺين ذريعن سان ڪمائجي ٿي:

1. زمين جو ڀاڙو يا مسواڙ، مثال طور هڪ دڪاندار جنهن دڪان ۾ ڌنڌو ڪري ٿو، ان جي مسواڙ ادا ڪري ٿو.
2. پورهئي جي مزوري مثال طور هڪ مزور کي پنهنجي محنت عيوض اجورو ملي ٿو.
3. ناڻي تي نفعو ملي ٿو مثال طور هڪ بينڪ ڪنهن کي قرض ڏئي ٿي، ته ڪاروبار شروع ڪري ۽ ان قرض تي ڪانئس نفعو يا وياج وٺي ٿي.
4. ڪاروباري نفعو ڪمائي ٿو، مثال طور جڏهن پيدا ڪيل شين تي آيل خرچ کان وڌيڪ انهن جو وڪرو ٿئي ٿو ته ان مان نفعو حاصل ٿئي ٿو.

## پيدا ڪندڙن جا مقصد (Goals of Producers)

> سيلز ٽئڪس اها ٽئڪس آهي جيڪا شين ۽ خدمتن جي قيمتن ۾ شامل ڪجي ٿي.

معيشيت ۾ پيدا ڪندڙن جا مختلف قسم آهن، اسان انهن کي سرڪاري ۽ خانگي شعبن ۾ ورهايون ٿا. ٻنهي قسمن جي پيدا ڪندڙن جون شيون ۽ خدمتون پيدا ڪرڻ جا پنهنجا پنهنجا سبب آهن.
خانگي شعبي ۾ پيدا ڪندڙن جي هجڻ جا ڪيترائي ڪارڻ آهن. مثال طور:

- نفعو ڪمائڻ.
- پنهنجو مالڪ پاڻ ٿيڻ.
- اهي شيون ۽ خدمتون پيدا ڪرڻ جيڪي وڪرو ٿي سگهن.
- پنهنجي ڪاروبار هلائڻ سان اقتصادي حيثيت حاصل ڪرڻ.

خانگي شعبي جي پروڊيوسرن جو مول مقصد تجارتي يعني گهٽ کان گهٽ نفعو ڪمائڻ هوندو آهي. شايد ڪو اهڙو خانگي شعبي جو پيدا ڪندڙ بہ هجي، جنهن کي اهو احساس ٿئي تہ هو جيڪا شيءِ ناهي ٿو سا واقعي بہ ڪنهن انساني ضرورت جو پورائو ڪري ٿي، تنهن ڪري هن جو مقصد اهو آهي تہ انساني ضرورت پوري ٿيڻ گهرجي ۽ آيل خرچ نڪري اچي، فائدو پوي نہ پوي فڪر ناهي. اهڙن ڪاروبارن کي بنا منافعي يا رضاڪارانہ طور ڪم ڪندڙ تنظيمون چئبو آهي.

سرڪاري شعبي ۾ ڪم ڪندڙ ادارا سرڪار جي ملڪيت هوندا آهن. اهي پڻ شيون ۽ خدمتون مهّيا ڪن ٿا. انهن جا پيداواري مقصد ۽ ڪارڻ خانگي شعبي جي پروڊيوسرن کان مختلف هوندا آهن، پبلڪ سيڪٽر جا پروڊيوسر غير- تجارتي هوندا آهن. انهن جون هيٺيون خاصيتون آهن:

- اهڙيون شيون يا خدمتون مهّيا ڪرڻ، جيڪي خانگي شعبا نٿا ڏئي سگهن ڇو جو انهن ۾ منافعو ناهي.
- اهڙيون شيون يا خدمتون مهيا ڪرڻ جن جي عوام کي اشد ضرورت آهي، جيڪڏهن حڪومت اهي مهّيا نہ ڪري تہ ٻيو ڪوبہ انهن کي ڏيڻ لاءِ تيار ناهي.
- حڪومت لاءِ انهن شين ۽ خدمتن کي اهليت ۽ قابليت سان مهّيا ڪرڻ جي جوڙجڪ ۽ نظام واضع ٿيل آهي.
- انهن شين ۽ خدمتن مان انفرادي طور تي ماڻهن کي فائدو حاصل ٿئي ٿو، پر سماج کي مجموعي طور پڻ وڏو فائدو پوي ٿو. مثال طور تعليم ۽ صحت جون سهولتون.
- انهن شين ۽ خدمتن جو قدر، واپرائيندڙن جي سگهہ کان وڌيڪ آهي.
- سڀني ماڻهن لاءِ انهن شين يا خدمتن کي مهيا ڪري حڪومت سماج ۾ عدل انصاف، مساوات ۽ برابري قائم ڪري ٿي، عوامي شين ۽ خدمتن کي ”گڏيل شيون“ بہ چوندا آهن. جيڪڏهن انهن شين ۽ خدمتن کي پرائيويٽ يا خانگي شعبي ۾ پيدا ڪيو وڃي ها تہ پوءِ اهي سڀني ماڻهن جي پهچ کان مٿي هجن ها.

### حڪومت انهن خدمتن ۽ شين جي قيمت ڪيئن تي ادا ڪري؟

سرڪاري شين ۽ خدمتن جي پيداوار تي جيڪو خرچ اچي ٿو اهو ٽئڪسن ۾ فين مان حاصل ٿيندڙ پيسن مان پريو وجي ٿو. حڪومت ماڻهن ۽ واپارين کان ٽئڪس اُگاڙي ٿي جيڪو وري عوامي شين ۽ خدمتن تي خرچ ڪيو وجي ٿو.

**انڪم ٽئڪس:** ڪنهن فرد يا واپاريءَ کي جيڪا آمدني حاصل ٿئي ٿي ان تي مقرر شرح سان ٽئڪس وصول ڪيو وجي ٿو، جنهن کي انڪم يا آمدني ٽئڪس چئجي ٿو.

ٽئڪس اهي پئسا آهن جيڪي ماڻهو حڪومت کي ٽئڪس جي مد ۾ ادا ڪن ٿا، مثال طور انڪم ٽئڪس ۽ سيلس ٽئڪس. حڪومت گڏ ڪيل ٽئڪسن مان عوامي ڀلي جي شين ۽ خدمتن تي خرچ ڪري ٿي. ڪڏهن انهن سهولتن عيوض معمولي في به ورتي وجي ٿي، جيئن هاءِ وي تي سفر ڪرڻ لاءِ ٽول ڀرڻو پوي ٿو يا ڪنهن عوامي جاءِ تي گاڏي بيهارڻ تي في ڀيارڻي پوي ٿي.

## اختصار

شين ۽ خدمتن کي انهن جي پيداواري عنصرن کي استعمال ڪندي تيار ڪيو وجي ٿو، جن کي پيداوار جا ذريعا چئجي ٿو، جيڪي زمين، پورهيو، ناڻو ۽ ڪاروبار آهن. زمين جي مسواڙ يا ڀاڙو ملي ٿو. پورهيت کي اجورو ملي ٿو. ناڻو نفعو ڪمائي ٿو ته ڪاروباري فائدو ڪٽي ٿو. ڪنهن به معيشت ۾ پيدا ڪندڙ ۽ واپرائيندڙ هڪٻئي تي دارومدار رکن ٿا، ان کي هڪٻئي تي انحصار ڪرڻ چئجي ٿو. مختلف پيدا ڪندڙ به هڪ ٻئي تي انحصار ڪن ٿا. جڏهن پيدا ڪندڙ هڪ ئي قسم جي مخصوص شين ۽ خدمتن کي پيدا ڪرڻ تي ڌيان ڏين ٿا ته مخصوص مهارت ۽ قابليت اچي ٿي. جيئن جيئن مهارت وڌندي تيئن تيئن هڪٻئي تي انحصار ڪرڻ ۾ به اضافو ٿيندو. ان جي معنيٰ اها ٿي ته جيترو ماڻهو وڌيڪ ماهر ٿيندا، اوترو وڌيڪ هڪ ٻئي تي دارومدار رکندا. پيدا ڪندڙن وٽ ڪي خاص شيون ۽ خدمتون پيدا ڪرڻ جا مختلف سبب آهن. خانگي شعبي جي پيدا ڪندڙن جا عمومي مقصد تجارتي هوندا آهن، يعني وڌ کان وڌ نفعو ڪمائڻ. سرڪاري شعبي جي پيدا ڪندڙن جو مقصد غير- تجارتي هوندو آهي. رضاڪارانه تنظيمون جن کي غير منافعي بخش ته ڪڏهن رضاڪار تنظيمون به چوندا آهن اهي عوام جي ڪنهن بنيادي ضرورت کي نفعي کان سواءِ (فقط آيل خرچ ڪڍڻ لاءِ مقرر گهٽ قيمت) پورو ڪن ٿيون.

## باب جي پڄاڻيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجھ جو امتحان وٺو

**1. هيٺيان خال پريو**

(i) ڪنهن شخص يا واپاريءَ کي ڏيندڙ آمدنيءَ تي ادا ڪيل ٽئڪس کي ______ ٽئڪس چئبو آهي.

(ii) اهو ٽئڪس جيڪو شين ۽ خدمتن تي اضافي صورت ۾ ادا ڪجي ٿو ان کي ______ ٽئڪس چوندا آهن.

(iii) اقتصاديات ۾ پيداواري ذريعن کي ______ جا عنصر سڏيندا آهن.

(iv) هڪ شخص جيڪو نوان خيال ۽ نيون واٽون ڏسي ٿو ته اُپت ڪهڙي ۽ ڪيئن ڪجي ۽ ايئن ڪندي خطرو ۽ نقصان سهڻ لاءِ به تيار آهي ته ان کي ____________ سڏبو آهي.

**2. خاڪو ٺاهيو**

ڪي به ٽي اهڙا ماڻهو جيڪي شيون ۽ خدمتون مهّيا ڪن ٿا تن کان انٽرويو وٺو. اهو معلوم ڪريو ته هر هفتي هو ڪيترا ڪلاڪ ڪم ڪن ٿا، هنن ڪهڙي تربيت حاصل ڪئي آهي، هر مهيني ڪيتري پگھار ڪٽن ٿا، سندن ڪمن ۾ ڪچايون پڪايون ڪهڙيون آهن. هيٺ ڏنل خاڪي جهڙو خاڪو ٺاهيو ۽ خانن ۾ ٻڌايل موضوعن بابت حاصل ڪيل معلومات انهن ۾ درج ڪريو.

| شخص جونالو | شيون يا خدمتون جيڪي پيدا ڪري ٿو | هر هفتي ڪندڙ ڪم جي ڪلاڪن جو تعداد | ڪهڙي تربيت مليل اٿن | ڪم مان حاصل ٿيندڙ آمدني | ڪم بابت سٺيون يا پڪيون ڳالهيون | ڪم بابت خراب يا ڪچيون ڳالهيون |
|---|---|---|---|---|---|---|
| | | | | | | |
| | | | | | | |
| | | | | | | |

**2. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو**

(i) هيٺين جي وصف لکو ۽ هر هڪ جا به مثال ڏيو:
(الف) هڪٻئي تي دارومدار رکڻ (ب) مهارت- خاص ڄاڻ
(ج) زمين (د) پورهيو
(هـ) ناڻو (و) ڪاروبار

(ii) خانگي شعبي ۾ پيداوار ڪندڙن جا مختلف تجارتي مقصد ڪهڙا آهن؟ ڇا ڪن خانگي شعبن جا غير تجارتي مقصد به ٿي سگھن ٿا؟ سمجھاڻي ڏيو.

(iii) حڪومت ڪن شين ۽ خدمتن کي مهّيا ڇو ٿي ڪري؟ جيڪڏهن واپرائيندڙن کي انهن شين ۽ خدمتن جي گھرج آهي ته پوءِ خانگي تجارت ڪندڙ اهي ڇو نه ٿا مهّيا ڪن؟

(iv) حڪومت جيڪي شيون ۽ خدمتون مهيا ڪري ڏئي ٿي انهن جي قيمت جي ادائگي ڪيئن ڪري ٿي؟

### (ب) وڌيڪ معلومات حاصل ڪريو

پنهنجي پاڙي ۾ ڪنهن دڪان تي وڃو. دڪاندار کي چئو ته اوهان کي دڪان ۾ موجود ڪي شيون ڏيکاري. ڪن به ڏهن شين جا نالا، انهن جي قيمت ۽ انهن تي لاڳو سيلز ٽئڪس نوٽ ڪريو.

### (ج) ٻين سان سهڪار ڪريو

جوڙن ۾ گڏجي (Circular Flow Diagram) جي شڪل ڪيو. اقتصاديات ۾ گهريلو شين جي واهپي ۽ واپار جو پاڻ ۾ گڏيل واسطو ڪهڙو آهي؟

## يونٽ جي پڄاڻيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهه جو امتحان وٺو

معلومات کي ترتيب ڏيندي هيٺ ڏنل سرڪاري ۽ خانگي شين ۽ خدمتن جي فهرست کي پڙهو. فيصلو ڪيو ته انهن ۾ ڪهڙي سرڪاري ۽ خانگي آهي. هر هڪ جي سامهون لکو، مقابلي ۽ خراجيت کي نظر ۾ رکندي پنهنجي جوابن جي وضاحت ڪيو.

- پٽاٽن جو ٿيلهو ____________________
- ٿائير جي دڪان تان ٿائير مٽائڻ ____________________
- رستي جي روشني (لائيٽ) ____________________
- روڊ جي مرمت ____________________
- ڪار ____________________
- پوسٽ جون ٽڪليون جاري ڪرڻ ____________________
- پوليس طرفان ڏنل تحفظ ____________________
- ڪتاب ____________________
- پوليو جي ويڪسينيشن ____________________
- قميص يا شرٽ ____________________

### (ب) پنهنجي تحقيقي مهارت کي استعمال ڪريو

تحقيق ڪري پاڪستان ۾ ڪم ڪندڙ پنجن خانگي تجارتي ادارن، پنجن رضاڪارانه ۽ پنجن رياستي ملڪيت وارن مرڪزن جا نالا معلوم ڪريو. هر هڪ جي مقصد جي تفاوت بابت سمجهاڻي ڏيو.

### (ج) ٻين سان لهه وچڙ ۾ اچو

رول- پلي وسيلي هيٺئين صورتحال جي ترجماني ڪريو.
پهريان مسئلي کي اجاگر ڪيو پوءِ ان جو حل ٻڌايو.

- هڪ ڪٽنب پنهنجي ٻارن کي اسڪول نٿو موڪلي، ڇاڪاڻ تہ ان وٽ اسڪول جي فِي ڀيارڻ جي مالي طاقت ناهي.
- ڪنهن ڪٽنب جي ٻارن کي بچاءَ جا ٽُڪا ۽ سُيون لڳل ناهن، ڇاڪاڻ تہ اهو ڪٽنب ان تي اينڊڙ خرچ پري نٿو سگهي.

### (د) ٻين سان سهڪار ڪريو

ٽن قسمن جي پيداوار ڪندڙن جهڙوڪ: خانگي شعبي، سرڪاري شعبي ۽ غير-منافع بخش شعبي جي وچ ۾ بحث مباحثي جي ناٽڪ جو ڏيک ڪريو. اهي پيداوار ڪندڙ جيڪي شيون يا خدمتون اقتصاديات ۾ مهيا ڪن ٿا، ان باري ۾ مختلف سببن ۽ ڪارڻن تي روشني وجهو.

### (هہ) تخليقي ٻڌجو

1. آڪاٽي، هڪ خيالي ڪهاڻي آهي جنهن ۾ جانور ڳالهائيندا آهن ۽ ان مان سبق پرائبو آهي. اهڙي هڪ آڪاٽي لکو، جنهن مان اهو سبق ملي تہ حڪومت طرفان مهيا ڪيندڙ شين ۽ خدمتن مان ڪميونٽيءَ کي ڪيترو فائدو ٿئي ٿو.
2. هڪ ڪهاڻي لکو جنهن ۾ جيڪي شيون ۽ خدمتون سرڪاري توڙي خانگي ادارا مهيا ڪن ٿا، انهن بابت احوال ڏيو. ڪوشش ڪري گهٽي ڪان گهٽا مثال جمع ڪريو.

### (و) فني طور چالاڪ ٿيو

1. انٽرنيٽ تي اهڙين ٿي تصويرون تلاش ڪريو جتي ماڻهو شيون يا خدمتون پيدا ڪري رهيا هجن.
2. هڪ پيراگراف لکو، جنهن جو عنوان ”وڏو تي مان ڪهڙي شيءِ يا خدمت پيدا ڪندس“ هجي.

### (ز) عام پلي لاءِ قدم کڻو

توهان جي پاڙي ۾ ڪيترائي وڏيءَ ڄمار وارا شخص رهندا آهن. سوچيو تہ توهان انهن جي ڪهڙي خدمت ڪري سگهو ٿا (انهن کي وندرائڻ لاءِ انهن سان گڏ راند ڪيڏڻ؛ ڀاڄي ۽ ميوي واري ڪان هنن جي ضرورت جي شيءِ هنن کي خريد ڪري ڏيڻ؛ انهن کي ڪا ڳالهہ يا آڪاٽي ٻڌائڻ). سندن اهڙي خدمت باقاعدگيءَ سان ڪندا رهو.

**استاد لاءِ هدايت:** توهان ڪلاس کي ٽولين ۾ ورهايو ۽ هر هڪ ٽوليءَ کي هڪ پيداوار ڪندڙ وارو ڪردار سونپيو تہ ان متعلق ڪم ڪري.

# ڏکڻ ايشيا جا فرد، ڪميونٽي ۽ گروھ

## شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- ڏکڻ ايشيا جي منتخب ڪيل ملڪن ۾ ماڻھن جي مخصوص ۽ نرالين خاصيتن کي انسانذات جي گڏيل خاصيتن سان ڀيٽڻ ۽ پرکڻ.
- انهن اثرن جي وضاحت ڪرڻ جيڪي شخصيت کي سڃاڻپ ڏين ٿا.
- انهن عنصرن جي ڳولا ڪرڻ جيڪي ماڻھن جي تصورن، روش، قدرن ۽ عقيدن کي متاثر ڪن ٿا.
- جن مختلف ڪميونٽين سان مردن توڙي عورتن جو تعلق آهي انهن جي رواجن کي جاچڻ.
- جن ڪميونٽين سان عورت توڙي مرد جو تعلق آهي انهن کي جاچڻ (مثال طور جن گروھن سان انهن جو تعلق آهي انهن جون شڪليون ڪهڙيون ناهي، انهن کي بيان ڪرڻ).
- اهو سمجهڻ تہ گروپ يا گروھ ڇاکي ٿو چئجي.
- اهڙن مختلف گروھن کي ٻڌائڻ جن سان ماڻھن جو تعلق آهي.
- گروھن جا ڪم ڪهڙا آهن؟
- انهن طريقن کي سمجهڻ جن سان ماڻھو ڪن گروھن ۽ ڪميونٽين جو حصو بڻجن ٿا.
- ڪنهن گروھ مان هجڻ جا ڪهڙا فائدا آهن.
- ڪنهن گروھ ۾ هڪ فرد ڪهڙو ڪردار ادا ڪري سگهي ٿو يا مختلف گروھن سان رابطي ۾ رهي، هو ڪهڙا ڪم ڪري سگهي ٿو.
- مثال سان سمجهڻ تہ ماڻھو ڪو ڪردار ڪيئن ادا ڪري سگهن ٿا.
- جڏهن ماڻھو ڪو خاص ڪردار ادا ڪن ٿا تہ پوءِ اهي ڇا ٿا ڪن؟
- هڪ گروھ ۾ رهندي فردن کي ڪهڙا حق حاصل آهن ۽ انهن تي ڪهڙيون ذميواريون عائد ٿين ٿيون.
- اهو سمجهڻ تہ مختلف گروھن ۾ اهي حق ۽ ذميواريون ڪهڙيءَ ريت مختلف ٿي سگهن ٿا.

## يونٽ جو تعارف

ڇا توهان ڪڏهن ان ڳالھ تي ويچار ڪيو آهي تہ فرد ۽ سماج هڪٻئي کان ايترو مختلف ڇو آهن؟ ڇا توهان ڪڏهن اهو پڇيو آهي تہ مختلف وجودن کي اهو روپ ڪهڙن سماجي قوتن جي ڪري مليو آهي؟ سماج کي سمجهڻ جي جستجو اهم بہ آهي ۽ نهايت ضروري بہ، ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن اسان سماجي دنيا کي نہ سمجهنداسين تہ پوءِ وڏو امڪان آهي تہ اسان ان ۾ وڪوڙجي نہ وڃون. اسان کي سماجي طريقهءِ عمل کي سمجهڻ جي بہ ضرورت آهي. سوشيالاجي يا عمرانيات جو اڀياس اسان جي ان ڏس ۾ مدد ڪري ٿو تہ اسان پنهنجي پاڻ کي بهتر طور سمجهي سگهون، ان ذريعي ان ڳالھ جو جائزو بہ وٺجي ٿو تہ ڪهڙيءَ ريت سماجي دنيا اسان جي سوچ، احساس ۽ عمل کي متاثر ڪري ٿي. اها ڳالھ نہ رڳو اسان جي پنهنجي ذاتي ۽ انفرادي حيثيت ۾ بلڪ تنظيمي ۽ اجتماعي معاملن ۽ فيصلي سازيءَ ۾ بہ اسان جي مدد ڪري ٿي. عمرانيات جا ماهر، ترتيبوار معلومات گڏ ڪن ٿا، ان بعد فيصلو ڪن ٿا تہ جنهن صورتحال ۾ جيڪو ڪجھ ٿي رهيو آهي اهو ڇو ٿي رهيو آهي؟ هن يونٽ ۾ اوهان ڏکڻ ايشيا جي فردن، ڪميونٽي ۽ گروھن جو اڀياس ڪندا.

# ڏکڻ ايشيا جي سماجن جا فَردَ

## شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- ڏکڻ ايشيا جي منتخب ڪيل ملڪن ۾ ماڻهن جي مخصوص ۽ نرالين خاصيتن ڪي انسانذات جي گڏيل خاصيتن سان ڀيٽڻ ۽ پرکڻ.
- انهن اثرن جي وضاحت ڪرڻ جيڪي شخصيت کي سجاڳ ڏين ٿا.
- انهن عنصرن جي ڳولا ڪرڻ جيڪي ماڻهن جي تصورن، روش، قدرن ۽ عقيدن کي متاثر ڪن ٿا.
- جن ڪميونٽين سان عورت توڙي مرد جو لاڳاپو آهي، انهن کي جاڻڻ (مثال طور جن گروهن سان انهن جو تعلق آهي، انهن جون شڪليون ناهي بيان ڪرڻ).
- جن مختلف ڪميونٽين سان انهن مردن توڙي عورتن جو تعلق آهي، انهن جي رواجن کي بيان ڪرڻ.

## تعارف

هن باب ۾ اسين ڏکڻ ايشيا جي ماڻهن بابت ڪجهه ڳالهيون ڪنداسين. ان ۾ اسين ڏکڻ ايشيا جي ماڻهن جي نرالين خاصيتن بابت معلومات پڻ حاصل ڪنداسين. ان سان گڏ انهن اهڃاڻن ۽ عنصرن کي معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪنداسين، جيڪي سندن ذاتي ۽ انفرادي سجاڳ آهن. ڏکڻ ايشيا جا ملڪ دنيا جي قديم ترين تهذيبن جا مرڪز رهيا آهن، جيڪي تهذيبون هزارين سال پراڻيون آهن. پندرهين صدي عيسوي تائين ايشيا ثقافت ۽ ٽيڪنالاجي ۾ ترقيءَ جي عروج تي هئي. انهن وڏا ۽ سهڻا شهر آباد ڪيا، رياستون قائم ڪيون ۽ واپاري رستا ڳولي ڪڍيا.

اڳين بابن ۾ توهان کي اها ڄاڻ ڏني وئي آهي ته ڏکڻ ايشيا ۾ 8 ملڪ آهن جن جا نالا هي آهن: افغانستان، هندستان، پاڪستان، بنگلاديش، نيپال، ڀوٽان، سري لنڪا ۽ مالديپ. انهن ملڪن جي ثقافت هڪ جهڙي ناهي. انهن جون ٻوليون، مذهب ۽ سماجي نظام جدا جدا آهن.

## ڏکڻ ايشيا جون منفرد خاصيتون

ڏکڻ ايشيا جي ماڻهن جون ڪيترين ئي نراليون خاصيتون آهن، انهن جون ٻوليون، مذهب، رسم رواج، روايتون ۽ نسلي خاصيتون مختلف آهن، جنهن ڪري اُهي دنيا جي ٻين ملڪن کان الڳ ۽ نرالا آهن.

| ڏکڻ ايشيا جا ملڪ | ٻوليون | مذهب | مذهبي وڏا ڏينهن ۽ ثقافتي ڏينهن | رسمون ۽ رواج | نسلي خاصيتون |
|---|---|---|---|---|---|
| افغانستان | پشتو ۽ داري | اسلام، سک، هندو ڌرم ۽ يهوديت | عيدالفطر، عيدالاضحيٰ، نؤروز (جشنِ افغان) | ڏکڻ ايشيا جي ملڪن جي ماڻهن جا هڪجهڙا رواج ۽ رسمون آهن. وڏن جو ادب ڪرڻ لازمي آهي. ماڻهو گڏيل خاندانن ۾ رهن ٿا، مهمانن جي آجيان ڪن ٿا.ماڻهومصالحيدار کاڌو پسند ڪن ٿا، رانديون کيڏڻ سندن دلپسند تفريح آهي. سڀ بدن کي سهڻي لباس سان ڍڪين ٿا. مذهبي جاين جي زيارت کي اهميت حاصل آهي. کاٻي هٿ سان ڏيڻ وٺڻ کي بي عزتي سمجهندا آهن، عبادت گاهه ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ بوٽ لاهيندا آهن. عورتون پنهنجو مٿو ڍڪينديون آهن. مرد ٻين مردن سان هٿ ملائيندا آهن. عورتون هٿ نہ ملائينديون آهن اهي رڳو ڪنڌ ڌوڻين. کاڌو هميشہ ساڄي هٿ سان کائيندا آهن. | ڏکڻ ايشيا جي ماڻهن ۾ ڪيترين ئي نسلي خاصيتون موجود آهن. دراوڙي نسل جا ڪيترا ئي ماڻهو هندستان سري لنڪا، پاڪستان ۽ افغانستان ۾ رهن ٿا انهن جي سڃاڻپ سندن دراوڙي ٻوليون آهن جيڪي سندن ابا ڏاڏا ڳالهائيندا هئا. بنگالين جو نسل جدا آهي جنهن جو تعلق بنگالي تهذيب ۽ ثقافت سان آهي اهي هندستان ۽ بنگلاديش جي ملڪن ۾ ورهايل آهن. ڀوٽان جا ماڻهو مختلف نسلي بنياد مان آهن اهي تبتي ٻڌ ڌرم جا پيروڪار آهن. |
| هندستان | هندي- انگريزي، علاقائي ٻوليون | هندو ڌرم، اسلام، عيسائيت، سک مذهب | هولي، ڏياري، دسهڙو، عيدون، ڪرسمس | | |
| پاڪستان | اردو، سنڌي، پنجابي، بلوچي، پشتو، سرائڪي | اسلام، هندو ۽ عيسائي ٿورائيءَ ۾ آهن | عيدالفطر، عيدالاضحيٰ، ڪرسمس، ايسٽر، ڏياري | | |
| بنگلاديش | بنگالي | اسلام، هندو ڌرم | عيدالفطر، عيدالاضحيٰ | | |
| نيپال | نيپالي | هندو ڌرم، ٻڌ ڌرم، اسلام، ڪرانٽ ازم ۽ عيسائيت | دَاشين | | |
| ڀوٽان | شرچو پڪا، زونڪا، لاٽشمخا | ٻڌ ڌرم، هندو ڌرم | شِي چُو | | |
| سري لنڪا | سنهالي، تامل، انگريزي | ٻڌ ڌرم، اسلام، هندو ڌرم، عيسائيت | ڏياري، عيدون، ڪرسمس | | |
| مالديپ | ڌيويهي، انگريزي | اسلام | عيدالفطر، عيدلاضحيٰ | | |

### سرگرمي

سمجهو تہ توهان ڏکڻ ايشيا جي نوجوان قيادت ڪانفرنس ۾ شرڪت لاءِ آيا آهيو. ڏکڻ ايشيا جي سڀني ملڪن مان نمائنده آيا آهن، هڪ ٻئي سان پنهنجي پنهنجي ملڪن جي خاصيتن بابت ڳالهہ ٻولهہ ڪريو.

| ڏکڻ ايشيا جي ملڪ جو نالو | رانديون | لباس | موسيقي | ناچ ۽ رقص | ٻوليون | رسم و رواج | نسلي خاصيتون |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| افغانستان | | | | | | | |
| هندستان | | | | | | | |
| پاڪستان | | | | | | | |
| بنگلاديش | | | | | | | |
| سري لنڪا | | | | | | | |
| نيپال | | | | | | | |
| ڀوٽان | | | | | | | |
| مالديپ | | | | | | | |

### ڏکڻ ايشيا جي ماڻهن جي شخصي يا ذاتي سڃاڻپ

ڏکڻ ايشيا جي ماڻهن جي انفرادي سڃاڻپ تي ڪيترين ئي ڳالهين جو اثر آهي جهڙوڪ: خاندان، ثقافت، دوست، ذاتي مفاد ۽ آسپاس جو ماحول انهن مان ڪن جو گهٽ تہ ڪن جو گهڻ اثر نظر اچي ٿو. جيئن تہ هڪ فرد جي اوسر ڪٽنب ۾ ٿئي ٿي، تنهن ڪري ان جو اثر سندس زندگيءَ تي ڪيترن ئي رخن سان پوي ٿو. خاندان ۽ ثقافت جي فرد جي ذميواريءَ واري احساس، اخلاقيات، قدرن، راندين ۽ ٻين پهلوئن تي وڏو اثر آهي. ڌيرج ۽ آهستگيءَ سان ڳالهائڻ ماڻهو خاندان ۾ سکي ٿو. ڪرڪيٽ راند ۾ گهري دلچسپي ۽ شوق بہ هتان جي ماڻهن جي روايت ۾ شامل ٿي ويو آهي. سئنيما ڏسڻ ۽ ٽي-وي جي پروگرام مان لطف اندوز ٿيڻ بہ انهن جي تفريحي وندر ۾ شامل آهي. ٽريفڪ جي قانون جي ڀڃڪڙي ڪرڻ انهن جو پسنديده مشغلو آهي، ان مان قانون ڏانهن عدم توجهي ظاهر ٿئي ٿي.

### سرگرمي

هيٺ ڏنل شڪل ڪي چڱيءَ طرح ڏسو. ڪابي هٿ وارو ڪالم، انهن جي انفرادي سڃاڻپ ظاهر ڪري ٿو. پنهنجي دوستن سان بحث مباحثو ڪري ٻڌايو تہ انهن پهلوئن، ڏکڻ ايشيا جي ماڻهن جي انفرادي سڃاڻپ ڪي ڪيئن متاثر ڪيو آهي، اهو بہ ٻڌايو تہ ان سان هڪ ملڪ جا ماڻهو ٻئي ملڪ جي ماڻهن سان ڪيئن ڳنڍجي سگهن ٿا.

| اهي رخ جن سان سڃاڻپ جي تشڪيل ٿئي ٿي | ڏکڻ ايشيا جي حوالي سان |
| --- | --- |
| خاندان يا ڪٽنب | |
| ثقافت | |
| کاڌو يا غذا | |
| وڏا ڏينهن (ڏڻ) | |

طرزِ زندگي

راندیون

ميڊيا

### ڏکڻ ايشيا جي ماڻهن جي روش ۽ قدرن تي اثرانداز ٿيندڙ عنصر

ڏکڻ ايشيا جي ماڻهن تي سندن عقيدن، سرشتن، قدرن، سماج جي طور طريقن ۽ سماجي ڪردارن جو وڏو اثر آهي. مثال طور: سندن اهو عقيدو آهي ته سندن سڀ مرادون الله تعاليٰ پُڄائي ٿو ۽ عبادت گاهن ڏانهن وڃڻ لازمي آهي.

**قدر:** وڏن جو احترام ڪرڻ، انهن سان نرم رويو رکڻ ۽ انهن جي سار سنڀال لهڻ، ڏکڻ ايشيا جي سماجن جو اهم اهڃاڻ آهي.

**طور طريقو:** ڇوڪرين کي رات جو آزاديءَ سان گهمڻ ڦرڻ نٿو ڏنو وڃي. جڏهن ته ڇوڪرا جتي ڪٿي هر وقت وڃي سگهن ٿا.

**سماجياتي ڪردار:** ڏاڏا، نانا، ڪٽنب جا وڏا آهن. اهي پنهنجي ٻارن ۽ انهن جي اولاد جي باري ۾ اهم فيصلا ڪن ٿا.

**سرگرمي**

چئن يا ڇهن جي گروپن ۾ ورهائجي وڃو ۽ ڏکڻ ايشيا جي ڪنهن هڪ ملڪ جي چونڊ ڪريو. جنهن ملڪ کي اوهان منتخب ڪيو آهي، ان جي باري ۾ هيٺين موضوعن تي معلومات گڏ ڪري ڄاڻايل خانن ۾ لکو.

| عنصر | مثالن سان تفصيل |
|---|---|
| عقيدا | |
| قدر | |
| طور طريقا | |
| سماجياتي ڪردار | |

**سرگرمي**

**ڏکڻ ايشيا جون ڪميونٽيون**

ڪميونٽي، سماجي ايڪو آهي، جيڪو ننڍو وڏو ٿي سگهي ٿو، ان ۾ ماڻهن جا قدر ساڳيا آهن، جيڪي هڪ مخصوص جاگرافيائي ايراضيءَ ۾ رهن ٿا (مثال طور ڳوٺ يا شهر). سماج جو هر هڪ فرد ڪميونٽيءَ جو ميمبر آهي.

اهڙيون ڪيتريون ئي ڪميونٽيون آهن، جن جا ٻار ڏاڍا سرگرم ميمبر آهن جهڙوڪ صحت لاءِ سجاڳي آڻڻ، صفائي مهم هلائڻ، لکڻ پڙهڻ ۽ تحرير جي مهارت. ڏکڻ ايشيا ثقافتي رنگ برنگين ۾ ڏاڍي شاهوڪار آهي، ڪميونٽين جي مختلف گروهن جا پنهنجا مقرر ڪيل قاعده قانون، طريقا، حيثيتون، قدر، روايتون ۽ رواج آهن.

انٽرنيٽ تي يا ڪنهن لائبرري ۾ ڳولها ڪريو. ڏکڻ ايشيا جي مختلف ڪميونٽين بابت معلومات گڏ ڪريو. هيٺ ڄاڻايل خاڪن ۾ انهن جا نالاءِ خاصيتون ڄاڻايو.

اھو ڪٽي چئجي تہ ڏکڻ ايشيا جا ملڪ ڪيترين ئي ڪميونٽين تي مشتمل آھن، جن جا پنھنجا خاص اھڃاڻ، خاصيتون، مقرر ڪيل پيمانا ۽ روشون آھن. ڏکڻ ايشيا جي ملڪن ۾ ماڻھن جا ڪردار، ذميواري ۽ حيثيت سماج طرفان مقرر ڪيل آھن. ڏکڻ ايشيا جا ملڪ پنھنجي ٻولين، ريتن رسمن، رواجن قدرن ۽ عقيدن جي سرشتن جي لحاظ سان ڏاڍا شاھوڪار آھن. توڙي جو ڏکڻ ايشيا جي ملڪن جي ماڻھن جي قدرن ۽ عقيدن ۾ ڪافي فرق آھي، تڏھن بہ اھي پاڻ ۾ خطي جي رشتي ناتي سان، ھڪ ٻئي سان مضبوط ڳانڍاپي ۾ آھن.

## اختصار

ڏکڻ ايشيائي ماڻھن جون نراليون خاصيتون، سندن ٻولي، مذھب، رسمن رواجن، ريتن، وڏن ڏينھن ۽ نسلي گھڻائي ۾ مختلف ھجڻ تي ٻڌل آھن. ڏکڻ ايشيا ۾ فردن جي سڃاڻپ ھنن ڳالھين ڪان متاثر ٿيل آھي: ڪٽنب يا خاندان، ثقافت، رھڻي ڪھڻي جو نمونو، کاڌو خوراڪ ۽ غذا، ميڊيا، ٽيڪنالاجي ۽ وڏن ڏينھن تي تقريبون. ڏکڻ ايشيا ۾ مختلف قسمن جون ڪميونٽيون گڏ رھن ٿيون. ڪميونٽي ماڻھن جي انھيءَ ميڙ کي چئجي ٿو، جن جا ساڳيا قدر، مقرر ڪيل پيمانا ۽ عقيدا ساڳيا آھن.

## باب جي پڄاڻيءَ تي مشق

### (الف) پنھنجي معلومات ۽ سمجھ جو امتحان وٺو

1. **ھيٺيان خال ڀريو**

   i. ڀوٽان ۾ __________ ٻولي ڳالھائي وڃي ٿي.

   ii. نيپال جو وڏو ڏينھن ______________ آھي.

   iii. ڏکڻ ايشيا جا مکيہ مذھب ________، ________ ۽ ________ آھن.

2. **ھيٺين اصطلاحن جي وصف لکو**

   - ڪميونٽي
   - سڃاڻپ
   - ثقافت

3. **ھڪ پوسٽر ٺاھيو جنھن ۾ ٻڌايو تہ ڏکڻ ايشيا جا ملڪ ڪھڙين ڳالھين ۾ ھڪ ٻئي ڪان مختلف آھن.**

4. **ڏکڻ ايشيا ۾ مشھور ملھائجندڙ وڏن ڏينھن جو ڪُليج (Collage) تيار ڪريو ۽ ڪلاس ۾ ان جي نمائش ڪريو.**

### (ب) پنهنجي تحقيقي مهارت کي استعمال ڪريو

1. گروهن ۾ ورهائجي وڃو ۽ ڏکڻ ايشيا جي ملڪن جي ماڻهن جي ساڳين قدرن ۽ عقيدن بابت ويچار ڪري ڳالهه ٻولهه ڪريو. پنهنجي خيالن کي ڪلاس جي ساٿين سان ونڊيو.
2. توهان جو جن ڪميونٽين سان تعلق آهي، انهن بابت ڪجهه ٻڌايو.
3. جنهن ڪميونٽيءَ سان اوهان جو تعلق آهي، ان ۾ اوهان جي ڪٽنب کي ڪهڙي حيثيت حاصل آهي ۽ اوهان جو ڪٽنب ان ڪميونٽيءَ لاءِ ڪهڙو ڪردار ادا ڪري ٿو.

### (ج) ٻين سان سهڪار ڪريو

1. ڏکڻ ايشيا جي ملڪ گهمندڙن لاءِ هڪ سياحتي گائيڊ ناهيو، جنهن ۾ انهن ملڪن جي ڪلچر ۽ وڏن ڏينهن بابت معلومات ڏنل هجي.
2. ڪنهن سياحتي گائيڊ جو مطالعو ڪريو. ڏکڻ ايشيا ۾ رهندڙ ڪميونٽين جي مکيه ثقافتن ۽ رسمن رواجن ۽ روايتن کي اجاگر ڪريو.
3. ڏکڻ ايشيا جديد علائقو ٿيندو پيو وڃي، پر تنهن هوندي به زندگي گذارڻ جا ڪيترائي روايتي طريقا ماڻهن ۾ اڃا به موجود آهن. هڪ چارٽ ناهيو، جنهن ۾ ڊار ڊار ڏيکاريو ته ڏکڻ ايشيا جي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي جي نموني جو جديد طريقو ڪهڙو آهي ۽ روايتي طريقو ڪهڙو آهي.

## باب ڇهون ڏکڻ ايشيا جي ملڪن جي ماڻهن جون گروهي وابستگيون

### شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- سمجهڻ ته ”گروهه“ ڇاکي ٿوچئجي.
- انهن گروهن بابت ٻڌائڻ جن ۾ ماڻهو ورهايل آهن.
- انهن گروهن جا ڪم ڪهڙا آهن.
- سمجهڻ ته ڪهڙن طريقن ۽ رستن سان ماڻهو مختلف ڪميونٽين جو حصو بڻجن ٿا.
- گروهي وابستگي يا ڳانڍاپي جا ڪهڙا فائدا آهن.
- ڪنهن هڪ گروهه ۽ مختلف گروهن ۾ رهندي، ڪو شخص ڪهڙو ڪردار ادا ڪري ٿو.
- مثالن سان سمجهڻ ته ماڻهو اهي ڪردار ڪيئن حاصل ڪري ٿو.
- سمجهڻ ته ماڻهو ڪن ڪردارن جي فرضن جي بجا آوري ۾ ڇا ٿا ڪن.
- انهن حقن ۽ ذميوارين بابت ٻڌائڻ جيڪي فردن کي گروهه ۾ حاصل آهن.
- سمجهڻ ته ڪهڙيءَ ريت مختلف گروهن ۾ حق ۽ ذميواريون مختلف ٿين ٿيون.

### تعارف

هن باب ۾ توهان گروهن جي مختلف قسمن بابت معلومات حاصل ڪندا، ساڳئي وقت اوهان کي اها به خبر پوندي ته ڪنهن گروهه جو حصو بڻجڻ جي معنيٰ، مقصد ۽ فائدو ڪهڙو آهي. توهان ڪميونٽي اندر گروهن ۽ انهن جي ميمبرن جو جائزو وٺندا ۽ تنظيمن جي مختلف قسمن، انهن جي جوڙجڪ ۽ ميمبرن کي سوچيل سمجهيل ۽ تصور ڪيل فائدا ڪهڙا ملندا؟

### گروهه

ٻن يا ٻن کان وڌيڪ ماڻهن جي ميڙ کي گروهه سڏبو آهي ۽ جنهن جون اهم خاصيتون هجن انهن ماڻهن سان اسان ڪيترائي طور طريقا قدر ونڊيون ٿا. گروهه ننڍا به ٿين ٿا ته وڏا به. رسمي به آهن ته غير رسمي به. شاگردن جي گروهن کان وٺي، اهي ڪنهن مقامي بستيءَ جي رهواسين جا به ٿي سگهن ٿا. ان جا ڪي مثال هي آهن: ڪٽنب هڪ اهڙو گروهه آهي، جتي هڪجهڙين خاصيتن تي عمل ڪيو وڃي ٿو. شاگردن جو ڪلاس ۽ ڪرڪيٽ ٽيم ساڳين اهڃاڻ وارا گروهه آهن.

## گروهہ جا قسم

سماج ۾ گروهن جا ٻہ مکيہ قسم آهن: هڪ بنيادي گروهہ ۽ ٻيا ثانوي گروهہ.

| گروهہ جو قسم | بنيادي گروهہ | ثانوي گروهہ |
|---|---|---|
| وصف | بنيادي گروهہ اُهي آهن، جيڪي ٻنهہ ويجها ڳنڍيل آهن. اهي خاص طور سان ننڍا گروهہ آهن، جنهن ۾ ويجها مائٽ مٽ شامل آهن ۽ جٿادار تعلق رهي ٿو. بنيادي گروهن جي ميمبرن جو گهاٽو شخصي تعلق ۽ شناخت قائم رهي ٿي. | ثانوي گروهہ، سماجي گروهہ جو ٻيو قسم آهي. اهي گروهہ ٻہ ننڍا وڏا ٿي سگهن ٿا، جيڪي گهٽي ڀاڳي اڻ ڌُريا ۽ ٿوري وقت لاءِ ٿين ٿا. اهي ڪم يا ڏنڌي ۽ اسڪولن ۾ جُڙندا آهن. |
| مثال | توهان جو ڪٽنب جنهن ۾ توهان جا والدين، ڀائر ۽ ڀينر شامل آهن، بنيادي گروهہ جو مثال آهي. ويجهن ۽ گهاٽن دوستن جو گروهہ پڻ بنيادي گروهہ آهي. | توهان جو ڪلاس، جسماني رانديون ڪندڙن جي ٽيم، آفيس ۾ ڪم ڪندڙ وغيره ثانوي گروهن جا مثال آهن. |

### سرگرمي

پنهنجي آسپاس جو جائزو وٺو ۽ اتي توهان کي جيڪي گروهہ معلوم ٿين، تن جي لسٽ ٺاهيو. توهان جي علائقي يا پاڙي ۾ ماڻهو جن گروهن سان لاڳاپيل آهن، انهن بابت احوال لکو.

### سرگرمي

پنهنجي دوستن سان ڳالهہ ٻولهہ ڪري، هيٺ ڏنل خاڪي کي پري ٻڌايو تہ گروهي ڳانڍاپي ۽ وابستگي جي احساس کي وڌائڻ ۾ هيٺين اوهان جي ڪهڙي مدد ڪئي آهي.

ڪٽنب يا خاندان ⟸ ____________________

دوست ⟸ ____________________

اسڪول ⟸ ____________________

## سماجي گروهن اندر ڳانڍاپي، تعلق ۽ وابستگيءَ جو احساس

سيني تهذيبن ۾ هڪ ڳالهه سيني انسانن لاءِ هڪجهڙي لاڳو ٿئي ٿي. اُها وابستگيءَ جو احساس آهي. ماڻهو ڪنهن گروهه سان سلهاڙيل آهي ۽ اهو گروهه به هن کي پنهنجو سمجهڻ قبولي ٿو. اهو ئي سبب آهي جو ماڻهو گهڻو وقت، ڪٽنب، دوستن، ساٿين، راند جي شوقينن ۽ مذهبي گروهن سان گذارين ٿا. ماڻهن لاءِ ڳنڍيل رهڻ ۽ لاڳاپيل هجڻ جو احساس ڇو اهم آهي، ان جا ڪيترائي ڪارڻ آهن، انهن مان ڪجهه هيٺ ڏجن ٿا:

**سرگرمي**

سماجي گروهن ۾ رهڻ سان جيڪي فائدا حاصل ٿين ٿا تن کي مٿي ڄاڻايو ويو آهي ۽ ان مان توهان ڳنڍيل هجڻ جي اهميت جو اندازو لڳائي سگهو ٿا. ان باري ۾ پنهنجي دوست سان ڳالهه ٻولهه ڪري 'وابسته رهڻ' جي فائدن جي لسٽ ٺاهيو. پنهنجي ڪلاس سان اهي فائدا ونڊيو.

## سماجي گروهن جي ميمبرن جو ڪردار ۽ ذميواريون

اسان جو ڪهڙي به سماجي گروهه سان تعلق هجي، ان ۾ رهندي اسان جي ڪانه ڪا حيثيت آهي ۽ ڪانه ڪا ذميواري سونپيل آهي، جنهن کي هر حال ۾ نڀائڻو آهي. عهدو، اسان جي سماجي حيثيت آهي جيڪو اسان کي گروهه ۾ مليل آهي ۽ ڪردار اسان جو اهو عمل آهي، جيڪو سماج چاهي ٿو ته اسان پورو ڪريون. مثال طور ڪٽنب ۾ والدين کي ماءُ ۽ پيءُ واري حيثيت حاصل آهي. ان حيثيت سان، اها توقع ڪئي وڃي ٿي ته اُهي پنهنجي ٻارن لاءِ ذميوارين کي پورو ڪندا. اڪثر سماجن ۾ مائٽن يعني ماءُ ۽ پيءُ ۾ اها

اميد رکجي ٿي تہ اهي پنهنجي ٻارن جي سار سنڀال لهندا، انهن کي تعليم ڏياريندا ۽ انهن جي رهنمائي سان گڏ انهن جو تحفظ ڪندا. ٻيو مثال ٻارن جو آهي. انهن مان اها توقع ڪجي ٿي تہ اهي اسڪول باقاعدگيءَ سان ويندا، سيني سان نرمي ۽ عزت سان پيش ايندا، گهر توڙي اسڪول ۾ سني اخلاق جو مظاهرو ڪندا ۽ پنهنجي ڪلاس جي ساٿين سان دوستي وڌائيندا.

**سرگرمي**

پنهنجي ڪٽنب جو تصور ڪريو

- گهر جي هر فرد جي ڪردار جو جائزو وٺو ۽ ٻڌايو تہ اهي پنهنجي ڪردار ڪي ڪيئن نڀائن ٿا.
- مثال ڏيئي سمجهايو تہ توهان جي ڪٽنب ۾ انهن اهي ڪردار ڪيئن حاصل ڪيا؟
- اهو ٻڌايو تہ جڏهن ماڻهو پنهنجو مخصوص ڪردار ادا ڪن ٿا تہ پوءِ هو ڪهڙيون ذميواريون کڻن ٿا.

سماجي گروهن ۾ ميمبرن کي انفرادي توڙي گروهي حق حاصل آهن. گروهي حقن کي گڏيل حق پڻ چئجي ٿو، جيڪي گروهہ کي گڏيل طور مليل آهن، انهن جي انفرادي حيثيت ناهي. انفرادي حق فردن کي سندن ذاتي حيثيت سان حاصل آهن. ليبر يونين کي ”سوچ ۽ فهم جي دستاويز“ تحت گروهي حق مليل ٿئي ٿو. ان دستاويز جي مجيل اصولن ۽ قاعدن هيٺ هو ڪم ڪن ٿا. جڏهن تہ انفرادي حقن ۾ زندگي گذارڻ جو حق، پڙهڻ ۽ مطالعو ڪرڻ جو حق ۽ خوشيءَ لاءِ جاکوڙ ڪرڻ جو حق شامل آهي.

ايئن ڪٺي سمجهجي تہ توهان گروهہ جي معنيٰ ۽ مفهوم سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي، ٻن يا ٻن کان وڌيڪ ماڻهن جو ميڙ جيڪو هڪ ٻئي سان لهہ وچڙ ۾ اچي ٿو، ساڳيون خاصيتون رکي ٿو ۽ انهن ۾ اتحاد پيدا ڪرڻ جو احساس موجود آهي، اهي سماجي گروهہ سڏجن ٿا. ڪي بہ ٻہ گروهہ بنهہ هڪجهڙا ۽ ساڳيا نہ هوندا آهن، پر وصف جي لحاظ سان گروهہ اهو آهي جيڪو ٻن يا ٻن کان وڌيڪ فردن تي مشتمل آهي ۽ سماجي تعلق جي ڪري هڪٻئي سان ڳنڍيل آهي. توهان بنيادي ۽ ثانوي گروهن بابت ڄاڻ پڻ حاصل ڪئي. بنيادي گروهہ، ثانوي گروهن کان ننڍا هوندا آهن.

## اختصار

ڏکڻ ايشيا جي ملڪن ۾ ماڻهن جي گروهي وابستگيءَ کي جاچڻ جي ڪوشش ڪئي وئي جهڙوڪ: گروهن جا ڪهڙا قسم آهن، سماجي گروهن اندر وابستگي يا ڳانڍاپي جو احساس، سندن ڪردار ۽ ذميوارين جي اپٽار وغيره.

## باب جي پڇاڙيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجھ جو امتحان وٺو

1. هيٺيان خال ڀريو

i. هڪ سماجي گروهه __________ ماڻھن تي مشتمل هوندو آهي.
ii. بنيادي گروهن جا مثال __________ ۽ __________ آهن.
iii. ثانوي گروهن جا مثال __________ ۽ __________ آهن.
iv. هيٺين اصطلاحن جي وصف لکو:
(الف) بنيادي گروهه
(ب) ثانوي گروهه
(ج) سماجي گروهه

2. ڏکڻ ايشيا جي مشهور سماجي گروهن جي فهرست ترتيب ڏيو ۽ ڪلاس ۾ ان جي نمائش ڪريو.

### (ب) پنهنجي تحقيقي مهارت کي استعمال ڪريو

1. انٽرنيٽ تي ۽ نصابي ڪتابن جي ڳولا ڪري هڪ چارٽ ناهيو، جنهن ۾ ٻڌايو تہ ڏکڻ ايشيا جي سماجن ۾ سماجي گروهن جي ميمبرن کي ڪهڙا ڪردار نڀائڻا پون ٿا.
2. ڏکڻ ايشيا ۾ مختلف قسمن جي سماجي گروهن جي ڪوجنا ڪريو، حاصل ڪيل معلومات پنهنجي دوستن سان ونڊيو.
3. پنهنجي دوستن جي گروهه جو جائزو وٺو. اهي جيڪو ڪردار ادا ڪن ٿا ۽ ڪين جيڪي ذميواريون سونپيل آهن، انهن کي اجاگر ڪريو.

### (ج) ٻين سان سهڪار ڪريو

گروهن ۾ ورهائجي وڃو. جن سماجي گروهن سان اوهان جو تعلق آهي، انهن جي لسٽ ناهيو. انهن ۾ بنيادي گروهن ۽ ثانوي گروهن سان گڏ توهان پنهنجي سوشل نيٽ ورڪ جوڳو احوال ڏيو. پنهنجي گروهه جي ترجمان جي چونڊ ڪريو، ڪيس چئو تہ ڪلاس جي ساٿين کي خطاب ڪري.

## يونٽ جي پڇاڙيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجھ جو امتحان وٺو

(1) هيٺيان خال ڀريو

(i) داشين (Dashain) __________ ملڪ جو وڏو ڏينهن آهي.
(ii) افغانستان ۾ __________ ۽ __________ ٻوليون ڳالهيون وڃن ٿيون.
(iii) هڪ فرد، گروهه ۾ جيڪا سماجي حيثيت حاصل ڪري ٿو تنهن کي ______ چئبو آهي.
(iv) گروهن ۾ ميمبرن کي __________ ۽ ________ حق حاصل آهن.

(2) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

(i) ڏکڻ ايشيا جي ماڻھن جي سڃاڻپ جي مختلف رخن کي بيان ڪريو.
(ii) سماجي گروهن جي ميمبرن کي حاصل ڪيل ڪردار ۽ ذميوارين کي پنهنجي لفظن ۾ بيان ڪريو.
(iii) سبب ڄاڻايو تہ ماڻهو سماجي گروهن ۾ شامل ڇو ٿا ٿين؟

### (ب) تخليقي ٻڌجو

پاڪستان جي صوبن ۾ بنيادي ۽ ثانوي گروهن جي هڪ جهڙين ۽ مختلف ڳالهين کي بيان ڪريو.

### (ج) فني لحاظ کان چالاڪ ٻڌجو

انٽرنيٽ تي ڏکڻ ايشيا جي ملڪن جي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻيءَ جون تصويرون تلاش ڪريو.

### (د) عام پلي لاءِ قدم کڻو

پنهنجي علائقي جي عام مسئلن جي لسٽ ٺاهيو، انهن جي حل لاءِ مناسب اُپاءُ تجويز ڪريو. هاڻي انهن کي واسطيدار اختيار ڌڻين ڏانهن موڪليو ته جيئن مسئلن جو خاتمو ٿئي.

### (ه) پين سان سهڪار ڪريو

پنهنجي ڪلاس ۾ چار چار شاگردن جا گروهه ٺاهيو. ڏکڻ ايشيائي ملڪن ۾ هڪجهڙن رواجن، رسمن ريتن ۽ وڏن ڏينهن بابت ڳالهه ٻولهه ۽ تجزيا ڪريو.

### (و) ڪرڻ وارا ڪم

1. ڏکڻ ايشيا جي ملڪن جي اپياس تي ٻڌل هڪ ڊايوراما (diorama) تيار ڪريو، جيڪو (SAARC) سائوٿ ايشين ايسوسيئيشن آف ريجنل ڪو آپريشن جي تنظيم جي مقصدن، سرگرمين، اثرن، ڪارروائين ۽ ڪارگذارين کي واضح ڪري. هن موضوع تي تحقيق ڪندي ٽه- رخي (ڊايو راما) نظربين ٺاهيو. هن ڪم لاءِ توهان بوٽ جو ڪوڪو (Box) يا ڪير جو ڪارٽن استعمال ڪريو. مليل موضوع جي مختلف پهلوئن کي ڊايو راما ذريعي پين سان ونڊيو. پنهنجي ٺاهيل ڊايوراما کي ڪلاس آڏو پيش ڪريو.
2. ڏکڻ ايشيا جي ڪنهن ملڪ ۾ پنهنجو قلمي دوست ٺاهيو. ڪيس ٻڌايو ته سارڪ تنظيم ڪهڙيءَ ريت هڪجهڙن مقصدن، رهڻي ڪهڻي، وڏن ڏينهن ملهائڻ، راندين، تعليم، صحت ۽ اقتصادي ترقيءَ جي ميدانن ۾ مددگار ۽ سازگار ثابت ٿي آهي.
3. سمجهو ته توهان سارڪ ڪانفرس جو حصو آهيو، پنهنجي دوستن سان صلاح مشورو ڪري، لکت ۾ اصولن ۽ قاعدن جي لسٽ جو چارٽر ٺاهيو، جنهن تي عمل ڪري سارڪ وڌيڪ ترقي ڪري سگهي ٿي.

# مهارت وڌائڻ

## شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- معلومات حاصل ڪرڻ جي مختلف ذريعن کي بيان ڪريو.
- هر هڪ ذريعي سان حاصل ڪيل معلومات جي قسم جي پرک ڪريو.
- مختلف ذريعن جهڙوڪ: زباني (ڳالهايل) ڏسڻ (بصري)، مادي، پرنٽ يا اليڪٽرانڪ ذريعن وسيلي حاصل ڪيل معلومات کي گڏ ڪريو (مثال طور نقشا، فن يا آرٽ، آرٽي فيڪٽس تاريخي شيون، قصا داستان ۽ ڪهاڻيون، حال احوال، ڏند ڪٿائون، آتم ڪهاڻيون، تاريخي آکاڻيون، ناول وغيره).
- معلومات جي ابتدائي ۽ ثانوي ذريعن جي پاڻ ۾ ڀيٽ ڪريو.
- معلومات کي حاصل ڪرڻ ۽ ان جاءِ کي ڳولي لهڻ لاءِ مناسب ۽ نهڪندڙ اوزارن ۽ ٽيڪنالاجي (فني مهارت) جي چونڊ ڪريو.
- معلومات جي مختلف قسمن ۽ حوالن جي ذريعن کي ترتيب ڏئي رڪارڊ ڪريو (جهڙوڪ: نقشا، چارٽ ۽ خاڪا).
- معلومات گڏ ڪندي مختلف رايا جيڪي اوهان آڏو اچن انهن کي ظاهر ڪريو.
- حقيقت کي رايي ۽ وضاحت کان ڌار ڪري بيان ڪريو.
- معلومات جي ذريعن کي ڀروسي جوڳي هئڻ جي تصديق ڪريو.
- معلومات جي ذريعن، ميڊيا سميت، ۾ تعصب جي نشاندهي ڪريو.
- گڏ ڪيل معلومات جي بنياد تي نتيجا ڪڍو.
- ٻين جي راين کي سمجهڻ لاءِ ٻين جي ڳالهه ٻڌو.
- اهڙي ٻولي استعمال ڪريو جيڪا مختلف خيال رکندڙ ماڻهن لاءِ به شائستگي ۽ عزت واري ٻولي هجي.
- ڪنهن معاملي يا مسئلي بابت اختلافي راءِ رکندڙ کي قائل ڪرڻ واري انداز بابت ڳالهه ٻولهه ڪريو.
- پنهنجي اخذ ڪيل نتيجن ۽ معلومات کي زباني، بصري، مادي يا اليڪٽرانڪ ذريعي سان پيش ڪيو.
- ڪوشش ڪيو ته سوالن ۽ خيالن جي وضاحت، بحث مباحثي دوران ئي ٿي وڃي.
- معاملن ۽ مسئلن تي پنهنجي راءِ يا يقين کي هنرمندي ۽ عقل سان پيش ڪيو.
- پنهنجي راين ۽ خيالن جي تائيد ۾ لاڳاپيل معلومات فراهم ڪيو.
- اهڙن پراجيڪٽس ۽ رٿائن ۾ شريڪ ٿيو جن جو مقصد ڪنهن مسئلي جو حل ڳولي لهڻ آهي.
- اخبار لاءِ ڪنهن تازي سماجي يا ماحولياتي مسئلي تي سماجي خدمت جو پيغام تخليق ڪيو.
- اهڙي ضروري معلومات پيش ڪيو جنهن جو مقصد عوام کي ڪنهن تازي صحت جي مسئلي تي خبردار بڻائڻ هجي.
- تاريخي شاهدين جا ذريعا ڪهڙا آهن.
- بنيادي ۽ ثانوي معلومات جي ذريعن جي اپٽار ڪريو ۽ انهيءَ معلومات کي بيان ڪريو جيڪا هر هڪ ذريعي وسيلي حاصل ٿئي ٿي.

- ماضيءَ کي سمجهڻ لاءِ بنيادي ۽ ثانوي ذريعن جي وضاحت ڪريو.
- ماضيءَ جي اڏاوت ۽ جوڙجڪ لاءِ، تاريخ جي مختلف ذريعن کي استعمال ڪريو.
- انهن ٻن دؤرن جي نشاندهي ڪريو جن ۾ تاريخدانن تاريخ کي ورهائي رکيو آهي.
- وقت- پٽي يا ٽائيم لائين تي انساني تاريخ جي چئن وڏن دؤرن کي ظاهر ڪريو. هر هڪ دؤر جي ابتدا ۽ انتها جو سن ٻڌايو. (تاريخ کان آڳاٽو دؤر، قديم تاريخ، وسطي يا وچ واري تاريخ ۽ جديد يا هاڻوڪي تاريخ).
- ڏهه سالو (Decade)، صدي (Century)، هزار سالو (Millenia) ۽ دؤر جي اصطلاحن جي وضاحت ڪريو.
- نقشو ڇا کي ٿو چئجي؟ نقشن جا فائدا بيان ڪريو.
- نقشي جا اهم جزا يا عنصر ڪهڙا آهن؟ انهن وسيلي نقشن کي پڙهڻ ۽ سمجهڻ ۾ ڪهڙي سولائي ۽ سهولت ٿئي ٿي.
- نقشي جا مختلف قسم ٻڌايو (طبعي، وِرچيل، مقام نگاري) هر هڪ نقشي جون خاصيتون بيان ڪريو.
- نقشن تي طبعي ۽ ثقافتي خاصيتون ڏيکاريو، سمجهايو ۽ نروار ڪريو.
- نقشن جو اڀياس ڪري معلومات حاصل ڪريو ۽ پوءِ سوالن جا جواب ڏيو.

## يونٽ جو تعارف

ايڪيهين صديءَ ۾ شاگردن لاءِ لازمي ٿي پيو آهي ته اُهي اسڪول ۾ پڙهايا ويندڙ مضمونن ۾ ڄاڻ حاصل ڪرڻ کان سواءِ مهارتون به سکن جيڪي اڄ جي دنيا ۾ ڪاميابيءَ لاءِ نهايت ضروري آهن. جهڙوڪ: جاچ، تحقيق، کوجنا ۽ تلاش ڪرڻ جي مهارت، تنقيدي سوچ ۽ فڪر، هڪٻئي سان لهه وچڙ ۾ اچڻ ۽ هڪٻئي سان سهڪار ۽ ساٿ ڏيڻ. هنن مهارتن جي سکڻ ۽ وڌائڻ سان شاگرد تيزيءَ سان تبديل ٿيندڙ دنيا ۾ ڪامياب زندگي گذارڻ ۽ ڪم ڪار ڪرڻ جي قابل ٿيندا. هن يونٽ ۾ سڄو زور ان ڳالهه تي لڳايو ويو آهي ته شاگردن جي انهن مهارتن کي حاصل ڪرڻ ۾ مدد ۽ معاونت ڪئي وڃي.

### شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- معلومات حاصل ڪرڻ جي مختلف ذريعن کي بيان ڪريو.
- هر هڪ ذريعي سان حاصل ڪيل معلومات جي قسم جي پرک ڪريو.
- مختلف ذريعن جهڙوڪ: زباني (ڳالهايل) ڏسڻ (بصري)، مادي، پرنٽ يا اليڪٽرانڪ ذريعن وسيلي حاصل ڪيل معلومات کي گڏ ڪريو (مثال طور نقشا، فن يا آرٽ، آرٽي فيڪٽس تاريخي شيون، قصا داستان ۽ ڪهاڻيون، حال احوال، ڏند ڪٿائون، آتم ڪهاڻيون، تاريخي آکاڻيون، ناول وغيره).
- معلومات جي ابتدائي ۽ ثانوي ذريعن جي پاڻ ۾ ڀيٽ ڪريو.
- معلومات کي حاصل ڪرڻ ۽ ان جاءِ کي ڳولي لهڻ لاءِ مناسب ۽ ٺهڪندڙ اوزارن ۽ ٽيڪنالاجي (فني مهارت) جي چونڊ ڪريو.
- معلومات جي مختلف قسمن ۽ حوالن جي ذريعن کي ترتيب ڏئي رڪارڊ ڪريو (جهڙوڪ: نقشا، چارٽ ۽ خاڪا).
- معلومات گڏ ڪندي مختلف رايا جيڪي اوهان آڏو اچن انهن کي ظاهر ڪريو.
- حقيقت کي رايي ۽ وضاحت کان ڌار ڪري بيان ڪريو.
- معلومات جي ذريعن کي ڀروسي جوڳي هئڻ جي تصديق ڪريو.
- معلومات جي ذريعن، ميڊيا سميت، ۾ تعصب جي نشاندهي ڪريو.
- گڏ ڪيل معلومات جي بنياد تي نتيجا ڪڍو.
- ٻين جي راين کي سمجهڻ لاءِ ٻين جي ڳالهه ٻڌو.
- اهڙي ٻولي استعمال ڪريو جيڪا مختلف خيال رکندڙ ماڻهن لاءِ به شائستگي ۽ عزت واري ٻولي هجي.
- ڪنهن معاملي يا مسئلي بابت اختلافي راءِ رکندڙ کي قائل ڪرڻ واري انداز بابت ڳالهه ٻولهه ڪريو.
- پنهنجي اخذ ڪيل نتيجن ۽ معلومات کي زباني، بصري، مادي يا اليڪٽرانڪ ذريعي سان پيش ڪيو.
- ڪوشش ڪيو ته سوالن ۽ خيالن جي وضاحت، بحث مباحثي دوران ئي ٿي وڃي.
- معاملن ۽ مسئلن تي پنهنجي راءِ يا يقين کي هنرمندي ۽ عقل سان پيش ڪيو.
- پنهنجي راين ۽ خيالن جي تائيد ۾ لاڳاپيل معلومات فراهم ڪيو.
- اهڙن پراجيڪٽس ۽ رٿائن ۾ شريڪ ٿيو جن جو مقصد ڪنهن مسئلي جو حل ڳولي لهڻ آهي.
- اخبار لاءِ ڪنهن تازي سماجي يا ماحولياتي مسئلي تي سماجي خدمت جو پيغام تخليق ڪيو.
- اهڙي ضروري معلومات پيش ڪيو جنهن جو مقصد عوام کي ڪنهن تازي صحت جي مسئلي تي خبردار بڻائڻ هجي.

### تعارف

هن باب ۾ معلومات جي مختلف ذريعن تي روشني وڌي وئي آهي. کوجنا ڪيئن ڪجي؟ (ان جا ڪهڙا ڏاڪا آهن)، بنيادي ذريعي مان معلومات ڪيئن حاصل ڪجي؟ سروي يا جائزو ڪيئن ڪجي؟ ڪنهن ذريعي جي قابلِ اعتماد هجڻ جي پرک ڪيئن ڪجي؟ ۽ راين جي چنڊڇاڻ ۽ فرق کي ڪيئن واضح ڪجي؟

### ڪوجنا ڪرڻ لاءِ ڏاڪا

ڪوجنا ڪرڻ بنهه جاسوس وارو ڪم آهي. ان ۾ هيءُ ڳالهيون شامل آهن: معلومات ڳولهڻ وارا سوال پڇڻ، معلومات کي گڏ ڪرڻ، ان جو چيد ڪرڻ ۽ ان کي پيش ڪرڻ يا شاهديون جمع ڪرڻ ۽ ڪنهن نتيجي تي پهچڻ (مختلف ذريعن کان حاصل ڪيل معلومات کي ڏيان سان جاچڻ.

### ڪوجنا ڪرڻ جا هيٺيان قدم آهن:

#### پهريون قدم: ڪوجنا جي تياري ڪرڻ: سوال پڇڻ

سڀ کان پهريان اها ڳالهه ويچار هيٺ آڻڻي آهي ته ڪوجنا يا جاچ ڪنهن اسم بابت ڪرڻي آهي. اسان ڪنهن سوال جو جواب تلاش ڪرڻ لاءِ جاچ يا ڪوجنا ڪندا آهيون. مثال طور، زلزلن جا ڪارڻ ڪهڙا آهن؟ ان ڪان سواءِ اسان انهن مسئلن ۽ معاملن جي پڻ ڪوجنا ڪري سگهون ٿا، جن سان عوام متاثر ٿئي ٿو. پاڪستان ۾ ٻارن کان پورهيو ڇو ڪرايو وڃي ٿو؟ سڀ ڪوجناؤن، سوالن پڇڻ سان شروع ٿين ٿيون ۽ انهن سوالن جي جوابن ملڻ تي پوريون ٿين ٿيون.

**سرگرمي**

ڪوجنا جي ٻن سوالن بابت سوچيو ۽ انهن کي لکو.
هڪ سوال کڻو ۽ ڏنل (ٻڌايل) قدمن مطابق ڪوجنا شروع ڪريو.

#### قدم ٻيو: معلومات جمع ڪرڻ

انڪوائري يا جاچ جي سوال جو فيصلو ڪرڻ ڪانپوءِ اسان کي اهو طئي ڪرڻو آهي ته ان سوال جو جواب ڪيئن حاصل ڪجي. اسان بنيادي ۽ ثانوي ذريعن وسيلي معلومات گڏ ڪري سگهون ٿا. جيڪڏهن مسئلي ۽ مامري جو تعلق مقامي ڪميونٽيءَ سان آهي ته پوءِ سولائي سان معلومات بنيادي ذريعي مان ملي سگهي ٿي. اڪثر اهو ڏٺو ويو آهي ته بنيادي ذريعن کان معلومات وٺڻ ممڪن نه ٿي ٿئي، ان صورت ۾ معلومات کي ثانوي ذريعن سان حاصل ڪرڻ گهرجي. جهڙوڪ: ڪتاب، اخبارون، يا انٽرنيٽ. هيٺ اسان بنيادي ۽ ثانوي ذريعن کان معلومات حاصل ڪرڻ جا مثال ڏينداسون.

#### بنيادي ذريعي مان معلومات حاصل ڪرڻ: جائزو يا سروي ڪرائڻ

سروي ڪرڻ لاءِ هيئن عمل ڪريو:

**سوال ناهيو:** اهو ضروري آهي ته پهريان سوال ناهيو وڃي ۽ پوءِ ان جي ممڪن جوابن بابت فيصلو ڪيو وڃي. مثال طور سوال هيئن پُڇي سگهجي ٿو، ”ڪميونٽي جا ماڻهو ڪهڙيءَ راند کي گهڻو پسند ڪن ٿا؟“ ممڪن جواب هيءُ ٿي سگهن ٿا، ملهه، ڪرڪيٽ، هاڪي، فوٽبال، اسڪواش ۽ بيڊمنٽن.

**سروي ۽ جائزي جو فارم تيار ڪريو:** پڇيل سوال بابت سروي جو فارم هيٺ ڏنل خاڪي جهڙو ٿي سگهي ٿو.
**اهو فيصلو ڪيو ته سروي ڪنهن ڪان ڪئي ويندي:** سوال ڪميونٽيءَ جي سيني ماڻهن ڪان پڇيو ويندو. اڪثر ڪميونٽي ايڏي وڏي هوندي آهي جو هر هڪ ماڻهوءَ سان رابطو رکڻ مشڪل ٿي پوي ٿو. ان صورتحال ۾ اهوطئي ڪيو ويندو آهي ته هر پنجين گهر جي ياتين ڪان جواب ورتا ويندا، يعني ريندم چوند ڪبي.
**سوال پڇو ۽ جواب لکندا وڃو:** هر گهر ڪان پڇو يا هر پنجين گهر ڪان پڇو (پنهنجي ڪيل فيصلي مطابق ته سروي ڪهڙيءَ ريت ڪئي ويندي). توهان سروي فارم جا سوال پڇندا وڃو ۽ انهن جا جواب به فارم ۾ لکندا وڃو. موٽ يا جوابن کي سولائيءَ سان لکڻ جو هڪ طريقو چٽڪي به آهي. توهان ان ڪالم ۾ هڪ سڌي ليڪ پائي ڪري سگهو ٿا، جيڪو مليل جواب بابت ٻڌائيندو. جڏهن توهان کي ساڳئي ڪالم ۾ پنجون جواب ملي ته توهان اڳين چئن تي ليڪ پائي ڇڏيو (هتي چٽڪي لڳايو.) چٽڪين ذريعي مليل جوابن کي سولائيءَ سان ڳڻي سگهجي ٿو.
**هڪ گراف ناهي معلومات حاصل ڪيو:** سروي ۾ گڏ ڪيل معلومات کي گراف ذريعي بهتر نموني ظاهر ڪري سگهجي ٿو (هيٺ ڏسو ته گراف ڪيئن ناهجي ٿو).

| جواب ڏيندڙن جو انگ | ڪرڪيٽ | هاڪي | فوٽبال | اسڪواش | بيڊمنٽن |
|---|---|---|---|---|---|
| | | | | | |
| | | | | | |
| | | | | | |
| | | | | | |

**سرگرمي**

- ڪميونٽيءَ کي صاف سترو رکڻ لاءِ ڏهه سوال لکو.
- ثانوي ذريعن سان معلومات حاصل ڪريو: ڪتاب پڙهڻ.
  ڪنهن ڪتاب مان معلومات وٺڻ لاءِ هيٺيون ڳالهيون ڪريو:
- **ڪتاب جي عنوان وارو صفحو:** هن صفحي تي ڪتاب جو مڪمل نالو ۽ ليکڪ جو نالو ڇاٽايل هوندو آهي. سرورق يعني عنوان واري جي پويان ڪتاب ڇپائيندڙ فرد يا اداري جو نالو ۽ اشاعت يا ڇپائيءَ جو سال ڏنل هوندو آهي.
  اهو ڄاڻڻ لاءِ ته توهان کي گهربل معلومات هن ڪتاب ۾ ملندي، فهرست پڙهو.
- **فهرست جي ٽيبل:** فهرست ۾ ڪتابن جا باب ۽ بابن جا موضوع ڇاٽايل هوندا آهن. اهي ڪهڙي صفحي تي هوندا، اُها خبر پڻ فهرست مان پوي ٿي.

اها پڪ ڪريو تہ اوهان کي جيڪا ڄاڻ گهربل آهي، اُها ڪهڙي باب مان ملندي. هاڻي ان صفحي تي باب ڳوليو ۽ ڏنل مواد کي پڙهڻ شروع ڪيو.

- **معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ پڙهو:** باب ۾ ڏنل ڳالهين کي غور سان پڙهو، ان لاءِ تہ انڪوائري ۾ اُٿاريل سوالن جا جواب ملي سگهن.
- **لاڳاپيل معلومات لکو:** جيئن جيئن توهان مطالعو ڪندا وڃو، تيئن تيئن نشاندهي ڪندا وڃو.
- **پهريان پهريان ڪتاب بابت معلومات گڏ ڪريو:** ڪتاب جو نالو، لکندڙ يا لکندڙن جا نالا، بابن جا عنوان ۽ صفحن جا نمبر، هاڻي اهم خيالن ۽ ويچارن توڙي مددي معلومات کي پنهنجن لفظن ۾ نوٽ ڪريو. وقت بچائڻ لاءِ مخفف اکر يا علامتون استعمال ڪريو. اهم نُڪتن ۽ معلومات وارن جملن هينان ليڪ ڏئي، باڪس ناهي يا هاءِ لائيٽر سان نمايان ڪيو.
- **معلومات جي چنڊڇاڻ ۽ سوال جو جواب ڏيو:** گڏ ڪيل معلومات کي نظر مان ڪڍو ۽ انهن سيني ڳالهين کي نوٽ ڪريو، جيڪي سوال جو جواب ڏيڻ ۾ توهان لاءِ مددگار ثابت ٿينديون. هاڻي جواب لکڻ شروع ڪيو.

**سرگرمي**

سماجي اڀياس جي نصابي ڪتاب جو عنوان ڪهڙو آهي ۽ ان جا لکندڙ ڪير آهن؟ هن ڪتاب ۾ ڪل ڪيترا باب آهن؟ ڇا هن ڪتاب ۾ اهڙي ڪا معلومات ڏنل آهي جيڪا اوهان جي ڪوجنا واري سوال جي جواب ڏيڻ ۾ اوهان جي مدد ڪري؟ جي هائو،تہ پوءِ انهن صفحن جا نمبر ڄاڻايو جتي اها معلومات ملي سگهندي.

## تنقيدي سوچ جي مهارت

معلومات جي هر هڪ ذريعي مان اسان کي ڪوڙ ساري ڄاڻ حاصل ٿئي ٿي پر ان کي استعمال ڪرڻ وقت اسان کي محتاط ٿيڻو پوندو. اسان کي پنهنجي تنقيدي سوچ جي مهارتن کي ڪم آڻڻو آهي. هيٺ چار ننڍيون مهارتون ڄاڻائجن ٿيون:

### ذريعن جي قابلِ اعتبار هجڻ جو تعين ڪرڻ

ڪنهن ذريعي جي اعتبار جوڳي هئڻ لاءِ اسان کي هيٺيان سوال پڇڻا پوندا:

**پذرائي:**

- جيڪو شايع ٿيو آهي ان جي ساک ڪيتري آهي؟ ڇا ذريعو مشهور ۽ اعتماد جوڳو آهي؟
- تاريخ: ڇا معلومات  هاڻوڪي آهي؟ يا ان کي سڌارڻ گهرجي؟
- پبليڪيشن جو قسم. ڇا اها سائنسي رپورٽ آهي؟ يا اڪين ڏٺو احوال يا (Fiction) ۽ افساني جو ڪتاب آهي.

### ليکڪ

- قابليت: ڇا ليکڪ پنهنجي موضوع ۾ ماهر آهي؟
- تعصب: ڇا بيان ڪيل خيال ۽ ويچار هڪ طرفا آهن؟
- قدر: موضوع جي نسبت ليکڪ جي حيثيت ڪهڙي آهي؟
- ذاتي فائدو: ليکڪ جنهن مؤقف تي قائم آهي ان مان ڪهڙو فائدو وٺڻ گهري ٿو؟

### معلومات ڪيئن گڏ ڪئي وئي ۽ رڪارڊ ڪئي وئي

- شاهد يا محقق : ڇا ليکڪ (راوي)، اکين ڏٺو شاهد هو يا معلومات ڪنهن ذريعي سان حاصل ڪيل هئي.
- سازوسامان: معلومات کي رڪارڊ ڪرڻ لاءِ ڪهڙو سازوسامان استعمال ڪيو ويو.

### حقيقت ۽ راءِ ۾ فرق

حقيقت معلومات جو اهو حصو آهي جنهن کي مشاهدي ۽ تجربي مان گذاري سچو ثابت ڪري سگهجي. حقيقتن جا مثال: مان ڇهين ڪلاس ۾ آهيان. آزاديءَ جو ڏينهن هر سال 14 آگسٽ تي ملهايو وڃي ٿو.

راءِ هڪ اهڙو بيان آهي جيڪو ڪنهن عقيدي، قدر، احساس يا راين کي پڌائي ٿو. ان کي غلط يا صحيح ثابت ڪري نٿو سگهجي. راءِ جا مثال: منهنجي ماءُ رڌي پڪي جي ماهر آهي، پار آئيس ڪريم کي چاهه سان کائن ٿا. جڏهن اسان ڪجهه پڙهون ۽ ٻڌون، تڏهن اهو ضروري آهي تہ اسان حقيقت ۽ راءِ وچ ۾ فرق کي چڱيءَ طرح سمجهون.

### تعصب تلاش ڪرڻ

تعصب ۾ اسان هڪ ڌر جي تمام گهڻي حمايت ڪيون ٿا. اهو ذاتي لاڙو آهي، جيڪو اڳواٽ ئي ڪنهن واقعي، شخص، شيءِ يا خيال جي باري ۾ جوڙيو وڃي ٿو. ان جو مقصد اهو آهي تہ ڪنهن موضوع بابت روش يا راءِ کي ظاهر ڪيو وڃي.

توهان ڪنهن ليکڪ يا پڌائيندڙ جي تعصب جو اندازو هيٺين ڳالهين مان لڳائي سگهو ٿا. جڏهن هو:

- پنهنجي مقصد جي حقيقتن کي پڌائي ۽ بين اهم ۽ لازمي حقيقتن کي نظرانداز ڪري ڇڏي.
- بلڪل هاڪاري ۽ بنهہ ناڪاري لفظ استعمال ڪري.
- انتها پسنديءَ واري ٻولي استعمال ڪري يعني بيان سڀ ڪجهہ آهي يا ڪجهہ بہ نہ آهي.
- اسان جي منطق ۽ دليل کي قائل ڪرڻ بدران، جذبات ۽ احساسن کي متاثر ڪري.

### مختلف راين جي سڃاڻپ

ليکڪ ۽ مقرر جو پنهنجو پنهنجو رايو هوندو آهي. اڪثر ايئن ٿيندو آهي تہ اهي پنهنجي پڙهندڙن،ڏسندڙن ۽ ٻڌندڙن کي ان ڳالهہ تي آماده ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن تہ جيڪي رويا ۽ عقيدا انهن جا آهن، اُهي ٻيا بہ شيئر ڪن. اسان لاءِ وري اهو ضروري آهي

تہ اڳواٽ ئي اھو پروڙي ونئون تہ ليکڪ يا مقرر جو پنھنجو رايو ڪھڙو آھي ۽ اسان ساڻس متفق آھيون يا نہ. ھيٺ "پنڻ" بابت ہہ ننڍا خط ڏنا وڃن ٿا جيڪي اخبار جي ايڊيٽر ڏانھن لکيا ويا ھئا. ھر ھڪ خط لکندڙ جو، "پنڻ" بابت پنھنجو پنھنجو رايو آھي.

"بس ۾ پنڻ"

1. گذريل جمعي تي مان D-2 بس ۾ سوار ٿي، صدر کان ناظم آباد پئي ويس. سفر دوران، بس ۾ گھٽ ۾ گھٽ ڏھ فقير پنڻ لاءِ چڙھيا. ھر ھڪ گھرندڙ پنھنجي پنھنجي ڪھاڻي ٻڌائي پر سيني جو مقصد ھڪڙو ھو تہ "مون کي ڪجھ ڏيو"، "مون کي ڏيو" ۽ "مون کي ڏيو"، منھنجو سوال اھو آھي تہ مسافرن کي وري وري انھي لفظي دباءَ ھيٺ ڇو ٿو رکيو وڃي. درحقيقت، انھن مان ڪي فقير ڏسڻ ۾ خوفناڪ پئي لڳا. ھڪ گدلي، تلھي ماڻھوءَ پنھنجو ھٿ منھنجي نڪ کان رڳو ڇھ انچ اڳيان جھليو. بس ۾ پنڻ خلاف ڪو قدم ڇو نہ ٿو کنيو وڃي؟ (اسلم پاريک)

"اھي اوھان ہہ ٿي سگھو ٿا!"

2. ڪالھوڪي اخبار ۾ اسلم پاريک جي رحمدلي ۽ ٻاجھ کان وانجھيل خط (بس ۾ پنڻ) کي پڙھي مان خوف ۽ حيرت ۾ ويڙھجي ويس. ڇا ھو اھو سمجھي ٿو تہ ماڻھو ڏينھن رات، اجنبي ماڻھن کان خيرات گھرڻ کي پسند ڪن ٿا؟ ھو پيسا ان لاءِ گھرن ٿا ڇا ڪاڻ تہ ھنن وٽ ڪائڻ پيئڻ ۽ رھڻ لاءِ ڪجھ ناھي، ھو پاڻ ۽ پنھنجي ٻچن لاءِ خيرات ونن ٿا. سماج يعني توھان ۽ مون تي ، انھن غريبن جا حق آھن. اسان کي الله تعاليٰ جي نوازش جو شڪر گذار ٿيڻ گھرجي ۽ ان مان اسان کي ڪجھ نہ ڪجھ ڏيڻ گھرجي. ڪٿي ائين نہ ٿئي جو انھن پنڻ وارن ھٿن ۾ اسان جا ھٿ ہہ شامل نہ ٿي وڃن. (بشريٰ امين)

> **سرگرمي**
>
> متي ايڊيٽر ڏانھن لکيل اسلم پاريک ۽ بشريٰ امين جي خطن مان انھن جي پنھنجي پنھنجي راءِ واضح ٿئي ٿي. ٻڌايو تہ اوھان جو پنھنجو خيال ڪنھن جي راءِ جي ويجھو آھي.

### ٽيون قدم: سوالن جا جواب ڏيڻ لاءِ معلومات جي ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻ

گڏ ڪيل معلومات کي جاچيو ۽ ڏسو تہ انڪوائري واري سوال جو جواب ڪھڙي معلومات ڏئي ٿي. ھاڻي پاڻ کان پڇو تہ انھيءَ معلومات مان ڪھڙا نتيجا ڪڍي سگھجن ٿا. ڏسو تہ ڪھڙي معلومات نتيجي جي حمايت ڪري ٿي. ڇا اھڙو ہہ ڪو مواد آھي جيڪو ان جي تائيد نٿو ڪري.

### قدم چوٿون: معلومات کي پيش ڪرڻ

گڏ ڪيل معلومات کي پيش ڪرڻ جا ڪيترائي نمونا آھن: جھڙوڪ ھڪ پئراگراف لکي،

پوسٽر ٺاهي، زباني پيشڪش ذريعي، رول- پلي جو ناٽڪ رچائي. هيٺ پيراگراف ڪيئن لکجي ۽ گراف کي ڪيئن ليکجي، ان بابت ڪجهه معلومات ڏجي ٿي.

## پيراگراف لکڻ

پيراگراف جملن جو ميڙ آهي، جنهن ۾ ڪنهن نه ڪنهن راءِ جي سمجهاڻي ڏنل هوندي آهي. موضوعاتي جملو يا پهريون جملو ڪنهن خيال يا راءِ جو ابتدائي تعارف ڪرائي ٿو. ان بعد جيڪي به جملا اچن ٿا اُهي ان موضوعاتي جملي جي وڌاءَ ۾ هوندا آهن ۽ مرڪزي خيال جي مثالن ۽ شاهديءَ سان تائيد ۽ حمايت ۾ لکيل هوندا آهن. پيراگراف جو آخري جملو ان سڄي مواد جو اختصار يا تت هوندو آهي.

**سرگرمي**

پنهنجي نصابي ڪتاب مان ڪنهن هڪ پيراگراف جي چونڊ ڪريو. موضوعاتي جملي، وڌاءَ وارن جملن ۽ اختصار طور لکيل اختتامي جملي جي سڃاڻپ ڪريو.

## گراف ٺاهڻ

گراف،معلومات مهّيا ڪرڻ ۾ اسان جي مدد ڪري ٿو. ان ذريعي معلومات کي سولو ۽ چٽو بڻائي پيش ڪيو وڃي ٿو. معلومات جو پاڻ ۾ جيڪو لاڳاپو آهي ان کي به واضح ڪري ٿو. سيني گرافن ۾ هيٺيان جزا هئڻ گهرجن، انهن ذريعي گراف تي معلومات کي پڙهڻ ۽ سمجهڻ ۾ مدد ملي ٿي.

- عنوان
- معلومات جو ذريعو
- اُفقي محور (Horizontal axis) هڪ ليڪ جيڪا گراف تي سڌي سنئين پاتل هوندي آهي ۽ جنهن تي انگ يا اکر لکيل هوندا آهن.
- عمودي محور (Vertical axis) هڪ ليڪ جيڪا گراف تي اُڀي بيٺل هوندي آهي هن تي به انگ يا اکر لکيل هوندا آهن.
- عمودي ۽ افقي ليڪن جي اسڪيل

## بار يا پٽي وارو گراف

پٽيءَ وارا گراف ماپن کي پيٽڻ لاءِ استعمال ٿيندا آهن. گراف تي ڏنل معلومات کي پٽيءَ يا ڪالم (خانن) ذريعي ظاهر ڪيو ويندو آهي. انهن جو اڪثر استعمال تڏهن ٿئي ٿو جڏهن وڏو انگ ڏيکارڻو هوندو آهي.

هيٺ پٽي واري گراف جو مثال ڏجي ٿو. اُفقي محور ڏينهن ٻڌائي ٿو. غور سان ڏسو. اوهان کي هڪ پٽيءَ جي هڪ جيتري ويڪر نظر ايندي. پٽيءَ کي ليڪ جي ڊولهه جي ويڪر جيترو گهٽائي سگهجي ٿو. ايستائين جو ان گراف جا سڀ ڪالم يا پٽيون ساڳي ڊولهه جيتريون نه ٿي وڃن. عمودي محور هر محلي يا پاڙي ۾ في سيڪڙو ظاهر ڪري ٿو.

هن گراف ذريعي اسان کي خبر پوندي تہ ڀھراڙين ۾ رھندڙ ماڻھن جي آبادي، شھري علائقن کان گھٽجي آھي.

## ليڪن وارا گراف

هي گراف وقت گذرڻ سان ماپن يا ڪٿ ڪرڻ ۾ آيل تبديلين کي ظاھر ڪن ٿا. ان معلومات کي ٽٻڪن جي سلسلي سان ڏيکارجي ٿو، جن کي پوءِ ھڪ ليڪ ذريعي پاڻ ۾ ملايو وڃي ٿو. گرمي پد، وزن، ماڻھن جي ڏيگھہ، ٽيسٽ اسڪور،گرمي پد ۾ تبديلي يا مالي آمدني وغيره کي ليڪن واري گراف ۾ ظاھر ڪري سگھجي ٿو.

هيٺ ڏنل شڪل ۾ ڏيکاريل لائين گراف يا ليڪن وارو گراف ڏسو.ان ۾ ڪلاس ٽئين (III) ۾ 1980 کان 2015 تائين شاگردن جي واڌاري کي ظاھر ڪيو ويو آھي.

## اختصار

ڪوجنا ۾ انڪوائري ڪرڻ مهل سوال پڇڻا پون ٿا، معلومات جمع ڪئي وڃي ٿي، معلومات جي ڇنڊڇاڻ ٿئي ٿي ۽ ان مان نتيجا اخذ ڪيا وڃن ٿا ۽ پوءِ ئي اهي ٻين آڏو رکيا وڃن ٿا. انڪوائري ڪرڻ جو هڪ پورو طريقي ڪار آهي، ان ڪي قدم بہ قدم اڳتي وڌائڻو آهي. تنقيدي سوچ جي مهارتن ۾ ذريعي جي پروسي جوڳي هئڻ جي تصديق ڪرڻ، حقيقت ۽ راءِ ڪي ڌار ڌار سمجهڻ، تعصب ڪي ڳولي لهڻ ۽ مختلف راين آڏو رکڻ جون مهارتون ۽ قابليتون شامل آهن. ٻين آڏو معلومات پيش ڪرڻ جا ڪيترائي طريقا آهن. پيراگراف لکڻ ۽ گراف ٺاهڻ ان جا بہ مثال آهن.

## باب جي پڇاڙيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهہ جو امتحان ڏيو

**1. هيٺيان خال ڀريو**

(i) بار يا پٽيءَ وارو گراف اسان کي ______ جي ماپ طور ٻڌائي ٿو.

(ii) وقت گذرڻ سان ماپ يا ڪٿ ۾ تبديليءَ کي ______ استعمال ڪندي بهتر نموني ڏيکاري سگهجي ٿو.

(iii) اشتهار ڪنهن شيءِ جي رڳو سنين ڳالهين کي ٻڌائي ٿو، ان طرح اشتهار______ جو هڪ سنو مثال آهي.

(iv) اهڙو بيان جنهن کي سچو ثابت ڪري ڏيکارجي ان کي ______ چئبو آهي.

**2. خاڪو ٺاهيو. جيئن ڏيکاريل آهي، تيئن خاڪي کي مڪمل ڪريو.**

| | انڪوائريءَ جو قدم | ڪم | مثال |
|---|---|---|---|
| 1 | انڪوائري لاءِ سوال ٺاهيو. | انڪوائريءَ لاءِ مناسب سوالن جي هيٺ فهرست لکو. | اسان پنهنجي ڪميونٽيءَ کي ڪيئن صاف سٿرو ۽ سر سبز ٺاهي سگهون ٿا. |

**3. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو**

(i) انڪوائري (ڪوجنا) ڇاکي چئجي ٿو؟

(ii) معلومات جا ڏهہ ذريعا ٻڌايو.

(iii) هيٺين مان هر قسم جي پيشڪش جا ٽي طريقا ٻڌايو:

(الف) زباني قسم

(ب) لکت وارو قسم

(ج) گرافي قسم (تصويرن ۽ شڪليون)

### (ب) ڪوجنا ڪريو

ڪا ڪوجنا ڪريو ۽ ان جي نتيجن کي ڪلاس سان شيئر ڪريو.

### (ج) ٻين سان سهڪار ڪريو

پنهنجي ساٿين سان گڏجي مختلف ملڪن ۾ ”پڻ جي مسئلي“ کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪي ٽي طريقا تلاش ڪريو.

# تاريخ بابت ڄاڻ جي مهارت وڌائڻ

**شاگردن جي سکيا جا نتيجا**

- تاريخي شاهدين جي ذريعن بابت معلوم ڪريو.
- بنيادي ۽ ثانوي ذريعن جي ڄاڻ حاصل ڪندي ٻڌايو ته هر هڪ ذريعي مان ڪهڙي معلومات حاصل ٿئي ٿي.
- ماضيءَ بابت فهم کي وڌائڻ لاءِ بنيادي ۽ ثانوي ذريعن جي وضاحت ڪريو.
- ماضيءَ جي وري جوڙجڪ ڪرڻ واسطي تاريخ جي مختلف ذريعن کي استعمال ڪريو.
- تاريخدانن وقت کي ٻن مکيه عرصن (دؤرن) ۾ ورهايو آهي. ٻڌايو ته وقت جا اهي ٻه دؤر ڪهڙا آهن؟
- وقت- پٽي (ٽائيم لائين) جوڙيو. انساني تاريخ جي چئن عظيم دؤرن کي ان وقت پٽيءَ تي ڏيکاريو. هر هڪ دؤر جي ابتدائي ۽ اختتامي تاريخ ڄاڻايو (تاريخ کان اڳ وارو دؤر، قديم تاريخي دؤر، وچولو يا وسطي دؤر ۽ جديد يا اڄوڪو دؤر).
- ڏهه سالو- صدي- هزار سالو، دؤر يا عرصي جي اصطلاحن جي وصف ڏيو.

**تعارف**

هن باب ۾ ٻڌايو ويو آهي ته تاريخ ڇاکي ٿو چئجي ۽ تاريخدان، تاريخ کي ڪيئن لکن ٿا؟ تاريخي ذريعن جي شاهدين ۽ وقت پٽيءَ جو اڀياس ڪرڻ به سيکاريو ويو آهي.

**تاريخ ڇاکي ٿو چئجي ۽ تاريخدان تاريخ کي ڪيئن قلمبند ڪن ٿا؟**

تاريخ ماضيءَ ۾ ٿي گذريل واقعن جو اڀياس آهي. ماضيءَ جو گهرو مطالعو ڪندڙن کي تاريخدان يا مؤرخ چئبو آهي. تاريخدان جاسوسن جيان، تاريخي واقعن ۽ ڳالهين جو باريڪ بينيءَ سان جائزو وٺندا ۽ حقيقتون ڄاڻڻ لاءِ ڪيترائي سوال پڇندا آهن. انهن سوالن مان ڪي هيٺ ڏجن ٿا:

- ڇا ٿي گذريو؟ (يا ڇا ٿيو؟)
- اهو ڪڏهن ٿيو؟
- اهو ڪٿي ٿيو؟
- اهو ڪيئن ٿيو؟ (ڪهڙي طريقي سان ٿيو؟)
- اهو ڇو ٿيو؟ (ان جا سبب ڪهڙا آهن؟)
- اهو ڪنهن ڪيو؟

تاريخدان انهن سوالن جي جوابن بابت پنهنجا اندازا لڳائيندا آهن ته هنن جي خيال ۾ انهن سوالن جا هيءُ جواب ٿي سگهن ٿا. اهي مختلف ذريعن سان ان متعلق شاهديون گڏ ڪن ٿا ۽ پوءِ انهن کي گڏ ڪري تاريخ جي جوڙجڪ ڪن ٿا. شاهدين جا ذريعا هيءُ آهن: لکتون يعني خط وغيره، نقشا، پٿرن تي لکتون ۽ اڻ- لکيل ذريعا جهڙوڪ: فوٽو، تصويرون ۽ لڌل شيون وغيره.

شاهدين جا اهي ذريعا هنن سوالن جا جواب مهيا ڪن ٿا.
- ماڻهو ڪٿي آباد هئا؟
- اُهي اُتي ڪيئن رهندا هئا؟
- هو ڪهڙين ڳالهين ۾ عقيدو رکندا هئا؟
- ڪهڙا واقعا هنن جي زندگين کي متاثر ڪندا هئا؟
- هنن جي زندگين ۾ تبديلي آڻڻ لاءِ ڪهڙيون ڳالهيون ذميوار هيون؟
- ماضيءَ جا واقعا ۽ ماڻهو اڄ اسان جي زندگيءَ کي ڪيئن متاثر ڪن ٿا؟

### شاهدين جو مطالعو ڪرڻ

تاريخدانن کي تاريخ جي نئين سر درست جوڙجڪ ڪرڻ لاءِ جن شاهدين جي ضرورت پئي ٿي، اُهي انهن ذريعن کي استعمال ڪن ٿا. تاريخي شاهديون ٻن ذريعن سان حاصل ڪجن ٿيون:

### بنيادي ذريعا

ڪنهن تاريخي واقعي يا دؤر بابت اهڙي معلومات جنهن ذريعي جو مالڪ اهڙو ماڻهو هجي جيڪو پاڻ بذات خود ان واقعي  يا دؤر ۾ شامل يا لاڳاپيل هجي تنهن کي بنيادي ذريعو سڏجي ٿو. بنيادي ذريعو ڪنهن تاريخي واقعي يا دؤر بابت ان معلومات ڏيندڙ شخص يا ذريعي کي چئجي ٿو، جيڪو پاڻ ان واقعي يا دؤر ۾ شريڪ هجي. بنيادي ذريعي جو مقصد اهو آهي تہ انهن لفظن، خيالن ۽ ارادن ۽ نيتن کي محفوظ ڪيو وڃي جيڪي ماضيءَ ۾ ٿي گذريا.  بنيادي ذريعا، ڇا ٿيو؟ ۽ ڇو ٿيو؟ جي تشريح ۽ وضاحت ڇٽيءَ ريت حاصل ڪرڻ ۾ اسان جي مدد ڪن ٿا. انهن ۾ آرٽ ورڪ (فني ڪم) ۽ لڌل شيون، عمارتون ۽ اڏاوتون، هڏا، هڏاوان پڃرا، لکيل يا ڇٽيل رڪارڊ وغيره شامل آهن.

سڀ بنيادي ذريعا ماضيءَ متعلق ڪجھ نہ ڪجھ ٻڌائن ٿا. آرٽ جو ڪم جهڙوڪ: مجسمہ سازي، بت تراشي ۽ مصوري مان اهو واضح ٿئي ٿو تہ ماڻهو روزاني جي زندگي ڪيئن گذاريندا هئا. شيون ۽ آرٽيفئڪٽس جهڙوڪ: اوزار، نڪر جا ٿانوَ ۽ زيور وغيره مان سماج جي ڪنهن خاص طبقي جي زندگيءَ جي جهلڪ نظر اچي ٿي، عمارتون ۽ ٻيون اڏاوتون ماڻهن جي هنرمنديءَ بابت معلومات فراهم ڪن ٿيون، ان سان گڏ اها بہ خبر پئي ٿي تہ هو ٽيڪنالاجيءَ جي ڪهڙي سطح تي بيٺل هئا ۽ ڪهڙي قسم جو ڪم ڪندا هئا. هڏا ۽ هڏاوان پڃرا اهو ٻڌائن ٿا تہ ان وقت جي ماڻهن جو قد ڪيترو هو.لکيل يا ڇٽيل رڪارڊ جهڙوڪ: غارن اندر ڊرائنگ، چمڙيءَ تي اُڪريل لفظ ۽ شيون، ٽڪريون ۽ جبل ۽ عمارتون اهي سڀ ٻڌائن ٿا تہ ماڻهو پنهنجي روزاني جي زندگي ڪيئن گذاريندا هئا هنن جون سوچون ڪهڙيون هيون ۽ هو ڪهڙين ڳالهين ۾ يقين ۽ عقيدو رکندا هئا.

### ثانوي ذريعا

ثانوي ذريعا اهي آهن جن ۾ ماڻهو پاڻ سڌيءَ طرح واقعن ۽ حالتن ۾ شامل يا شريڪ نہ هئا.  واقعو ٿي گذرڻ کان پوءِ ماڻهن واتان ٻڌل ڳالهين کي قلم بند ڪيل احوال ثانوي

ذريعو آهي ۽ گهڻو تڻو انهن ماڻهن طرفان ٺاهيو ويو هو، جيڪي ان دؤر توڙي واقعن ۾ پاڻ شريڪ يا موجود نه هئا. اهڙا ثانوي ذريعا تاريخدانن جا تصنيف ڪيل هوندا آهن، جيڪي بنيادي ذريعن جو مطالعو ڪري لکيا ويندا آهن. ثانوي ذريعن ۾ ماضيءَ جي باري ۾ لکيل ڪتاب، اخبارون، ٽيليويزن تي هلايل دستاويزي فلمون، نقشا، خاڪا ۽ وقت- پٽيون وغيره ۽ هيءُ نصابي ڪتاب پڻ شامل آهي.

ثانوي ذريعا، بنيادي ذريعن جهڙا ڪارائتا ڪونه آهن، ڇاڪاڻ ته اُهي سڌيءَ طرح يا براهِ راست حاصل ٿيل ناهن. تڏهن به اهي ماضيءَ ۾ جيڪو ڪجهه ٿيو واپريو، اهو ڇو ۽ ڪيئن ٿيو، ان باري ۾ اسان جي سمجهه ۽ فهم ۾ اضافو آڻين ٿا. اهڙو ڪو قاعدو ٺهيل ناهي جنهن هيٺ اهو چئي سگهجي ته بنيادي ۽ ثانوي ذريعن مان بهتر ذريعو ڪهڙو آهي. اسان کي جنهن ڳالهه جي تلاش آهي اهو دارومدار ان تي آهي ته آيا اسان اهو سمجهي سگهيا آهيون ته اهو ذريعو تخليق ڪندڙ ڪير آهي ۽ هن ڪهڙن سببن جي ڪري اهو ٺاهيو يا لکيو.

| بنيادي ذريعن جا مثال | | ثانوي ذريعن جا مثال |
|---|---|---|
| ڊائريون<br>خط<br>فوٽوگراف<br>عمارتون<br>اخبارون<br>ميوزم ۾ ڊيڪاريل شيون<br>رڪارڊنگ | تاريخدان بنيادي ذريعن کي استعمال ڪري ثانوي ذريعا تخليق ڪندا آهن ← | نصابي ڪتاب<br>ٽي- وي پروگرام<br>فلمون<br>ناٽڪ ۽ ڊراما<br>ناول ۽ افسانا<br>تاريخي ڪتاب<br>انٽرنيٽ |

**سرگرمي**

هيٺ ڄاڻايل شاهدي ڪهڙي قسم جي بنيادي ذريعي واري خاني ۾ ايندي. توهان جي آسانيءَ لاءِ هڪ مثال ڪري ڏيکاري ويو آهي.

| شاهديءَ جي شڪل يا نمونو | بنيادي ذريعو |
|---|---|
| 1. خط | 1 لکت وارو رڪارڊ |
| 2. غارن ۾ شڪليون ۽ تصويرون | 2 |
| 3. مٽيءَ جا ٿانوَ | 3 |
| 4. اوزار | 4 |
| 5. وڏو غسل خانو | 5 |
| 6. سنگتراشي/ مجسما سازي | 6 |
| 7. ڏند | 7 |
| 8. گلداني- صراحي | 8 |
| 9. ڀالو- نيزو | 9 |

## وقت

تاريخ پڙهڻ وقت اهو نهايت ضروري آهي ته اسان کي خبر پئي ته جيڪي واقعا ٿيا آهن، اُهي ڪهڙي دؤر ۾ ٿيا چاڪاڻ ته دنيا ته آڳاٽي زماني کان قائم آهي. تاريخدان اي- ڊي (A.D) ۽ بي- سِي (B.C) جا مخفف (يا ننڍا اکر) استعمال ڪندا آيا آهن، جن کي هاڻي بي- سي- اِي BCE ۽ سي اِي (CE) ۾ بدلايو ويو آهي. ڪنهن سن جي انگ کانپوءِ اهي مخفف ٻڌائن ٿا ته واقعو ڪڏهن رونما ٿيو.

اي- ڊي (A.D) معنيٰ حضرت عيسيٰ[ع] جي جنم کانپوءِ/هاڻي ان کي سي اِي (CE)، لکن ٿا يعني ڪامن اِيرا (عام سن يا دؤر).

بي- سِي (B.C) معنيٰ حضرت عيسيٰ[ع] جي جنم کان اڳ/ هاڻي ان کي بي- سِي- اي (BCE) لکن ٿا يعني بفور ڪامن اِيرا (عام سن يا دؤر کان اڳ).

تاريخ ۾ جڏهن اسان پڙهون ٿا ته سڪندرِاعظم 323 (B.C) بي سي ۾ گذاري ويو ته ان جو مطلب اهو ٿيو ته هو حضرت عيسيٰ[ع] جي جنم کان 323 سال اڳ وفات ڪري ويو هو. جڏهن اسان چئون ٿا ته قائداعظم محمد علي جناح 1948 (A.D.) اي- ڊي ۾ گذاري ويو ته ان جي معنيٰ اها ٿئي ٿي ته حضرت عيسيٰ[ع] جي جنم کان 1948 سال پوءِ وفات ڪري ويو.

اهو ٻڌائڻ لاءِ ٻيا به طريقا آهن ته سال ڪهڙو آهي.

مثال: مسلمان، حضرت محمد صہ جي مڪي کان مديني هجرت ڪرڻ جي سال کي پهريون سال ڪرار ڏئي هجري سن جو استعمال ڪندا آهن. 2015ع جو سال 1436 هجري جو سال آهي.

### سرگرمي

هاڻوڪي تاريخ کي نظر ۾ رکندي هيٺين سالن جي فهرست کي ترتيب ڏيو.

200 سي اِي، 54 بي سي اِي، 22 سي اِي، 2015 بي سي اِي، 100 بي سي اِي، 000، 10 بي سي اِي، 410، 0 بي سي اِي، 2010 بي سي، 1500 سي اِي.

## تاريخي واقعن جي سلسليوار ترتيب

تاريخي واقعن جي سلسليوار ترتيب کي ڪرانالا جي (CHRONOLOGY) چئبو آهي. تاريخدان انهيءَ طريقي جو استعمال ڪندا آهن جنهن مان خبر پوي ٿي ته ڪو واقعو ڪڏهن ٿيو يعني ان جي پڪي پختي وقت، دؤر يا ترتيب جي خبر پوي ٿي. ان مان اسان کي اها به ڄاڻ ملي ٿي ته جيڪي شيون جنهن وقت جي تناظر ۾ ٿيون، اُهي ڇو ۽ ڪيئن ٿيون؟

## وقت- پٽي (Time Line)

تاريخ ۾ واقعا جيئن ٿيا آهن اُنهن کي وقت جي درست دؤر يا عرصي ۾ سلسليوار ترتيب سان ڏيکارڻ جو آسان طريقو ٽائيم لائين يا وقت- پٽي آهي. پٽيءَ تي ڄاڻايل اسڪيل مطابق اسان واقعن بابت اهو ڏيکاري سگهنداسين ته اهي ڪهڙي ڏينهن، سال يا صديءَ ۾ ٿيا. ان پٽيءَ کي اسان پنهنجي موجوده دؤر جي واقعن لاءِ به استعمال ڪري سگهون ٿا. جيڪو ڪجهه 9:30am ٿيو، اهو 9 ۽ 10 جي وچ ۾ ڏيکاري سگهجي ٿو پر اهو ڪجهه جيڪو 10:00am کان 11:00am بجي صبح جو مسلسل ٿيندو رهيو، تنهن کي 10 ۽ 11 جي پوري وقت تي محيط ڄاڻائبو. ان طرح اسڪيل کي بدلائي اسان سڄي سال جي واقعن کي ڏيکاري سگهون ٿا.

> **سرگرمي**
>
> هڪ ڏينهن جي وقت پٽي ٺاهيو جيڪا صبح جو 7:00am کان شروع ٿئي ۽ 9:00pm رات تائين هلي. 7:00am کان 9:00pm رات تائين برابر ڪلاڪ جون وٿيون رکو.
>
> سال جي وقت- پٽي ٺاهيو جيڪا جنوري کان شروع ٿئي ۽ ڊسمبر تائين هلي. وقت جي هر بلاڪ هيٺيان F, J ۽ M رکو.

# نشرڪاريءَ ڪان تفريح جي مقابلي ۾ آواز رسائيءَ ۾ ارتقا

**سرگرمي**

پنهنجي نندپڻ جي وقت- پٽي يا ٽائيم لائين سالن ۾ ناهيو. پنهنجي تصوير ڪيو يا چنبڙايو ۽ ان سال پاڻ بابت احوال ڏيو.

وقت يا عرصو جيڪو گذري ويو آهي، ان جو ڳاڻيٽو سالن يا سالن جي مجموعي يا ڪُل سان ڪري سگهجي ٿو. گڏيل سالن جا اهي ڪجهه مجموعا هينيان آهن.

Olympaid- چوِ سِالي : 4 سال
Decade - ڏهه سالہ : 10 سال
Score - ويهه سالي : 20 سال
Century - صدي : 100 سال
Millennium- هزاري : 1000 سال

ان مان اهو سمجهڻ گهرجي تہ تاريخ جو اڀياس ڏاڍو ضروري آهي.اها اسان کي ڪيترين ئي ڳالهين سيکاري ٿي. اوهان جي چوڌاري جيڪي تبديليون اچن ٿيون يا جيڪو ڪجهہ ٿي رهيو آهي، تاريخ انهن کي سمجهڻ ۾ اسان جي مدد ڪري ٿي. اوهان جي اکين آڏو دنيا جي مختلف ماڻهن ۽ علائقن جي ثقافت سامهون اچي ٿي. ماضيءَ کي مختلف طريقن سان سمجهي سگهجي ٿو جهڙوڪ: وقت، واقعن جي سلسليوار تاريخي ترتيب ۽ شاهدين جا قسم وغيره.

## اختصار

تاريخ، ماضيءَ جي واقعن، ماڻهن ۽ انهن جي ڪارنامن جو اڀياس آهي. تاريخ پڙهڻ نهايت ضروري آهي، ڇاڪاڻ تہ ماضيءَ ۾ رهندڙ ماڻهن بابت احوال دلچسپ ۽ سبق آموز آهي. تاريخي شاهديون، بنيادي ۽ ثانوي ذريعن وسيلي حاصل ڪري سگهجن ٿيون. جيئن تہ دنيا تمام گهڻي اڳاتي آهي، تنهن ڪري اهو ضروري آهي تہ اسان کي ماضيءَ ۾ ٿي گذريل واقعن ۽ تهذيبن جي معلومات هجي. تاريخدان واقعن کي (A.D) اي-ڊي ۽ (BC) بي- سي جي حوالي سان ٻڌائيندا آهن. هاڻي اُهي (BCE) بي سي اِي ۽ (C.E) سي اِي لکندا آهن، انهن مخفف اکرن مان خبر پئي ٿي تہ واقعو ڪيترو وقت اڳ رونما ٿيو هو. تاريخ ۾ واقعن کي وقت پٽاندر سلسليوار ٻڌائڻ جي طريقي کي ٽائيم لائين يا وقت- پٽيءَ جي استعمال ذريعي ٻڌائي سگهجي ٿو. وقت جو ڪاٿو اسان سالن کي پاڻ ۾ سلهاڙي هڪ نالي سان بيان ڪريون ٿا مثال طور ڏهن سالن جي گڏيل عرصي کي (Decade) ڏهہ سالہ، سؤ سالن کي صدي (Century) ۽ هزار سالن کي هزار سالي (Millennia) چئون ٿا.

## باب جي پڇاڙيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهہ جو امتحان وٺو

**1. هيٺيان خال ڀريو**

(i) تاريخدان ________ وانگر آهن.

(ii) تاريخدان________ کي استعمال ڪري ثانوي ذريعا تخليق ڪندا آهن.

(iii) تاريخي واقعن کي اثرائتي طريقي سان ترتيب وار ڏيکارڻ ________ آهي.

(iv) هڪ (Decade) ____________ سالن جي برابر هوندو آهي.

(v) مِلينيم ۾ ____________ سال آهن.

**2. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو**

(i) بنيادي ذريعو ڇاکي ٿو چئجي؟

(ii) ثانوي ذريعو ڇا آهي؟

(iii) سي- اِي (CE) ۽ بي سِي اِي (BCE) جو تخمينو ڪيئن لڳائبو آهي؟

### (ب) پنهنجي تحقيقي مهارت کي استعمال ڪريو

گذريل صدين ۾ اڄ وچ جي نظام ۾ ڪهڙي ترقي ۽ واڌارو آيو آهي. تصويري وقت- پٽيءَ جي شڪل ۾ پنهنجي ڪوجنا کي پيش ڪريو.

### (ج) ٻين سان سهڪار ڪريو

چار چار شاگردن جي گروپن ۾ ورهائجي وڃو ۽ ان موضوع تي ڳالهہ ٻولهہ ڪريو تہ تاريخ ڇا آهي؟ اها ڇو ضروري آهي؟ تاريخ جو اڀياس ڪيئن ڪن ٿا؟ هر گروپ جو ترجمان پنهنجي پنهنجي گروپ جا خيال ڪلاس کي ٻڌائي.

# باب ٽيون
# جاگرافيائي مهارتن کي وڌائڻ
(نقشي جون مهارتون)

## شاگردن جي سکيا جا نتيجا

- نقشي جي وصف بيان ڪندي ٻڌايو تہ نقشو ڇا آهي؟ نقشن جا فائدا پڻ ٻڌايو.
- نقشي جي عنصرن جي نشاندهي ڪريو؟ نقشي ڪي پڙهڻ ۽ واضح ڪرڻ ۾ اهي اسان جي ڪهڙي مدد ڪن ٿا.
- نقشن جا قسم ۽ انهن جون خاص ڳالهيون ٻڌايو (طبعي نقشو، ورچ ورهاست وارو نقشو، جاگرافيائي خاصيتون وارو نقشو). جيڪي اهي نقشا ٻڌائن ٿا.
- نقشن تي طبعي ۽ ثقافتي خاصيتون ڏيکاريو.
- معلومات حاصل ڪرڻ ۽ سوالن جا جواب ڏيڻ لاءِ نقشن جو اڀياس ڪريو ۽ انهن جي وضاحت ڪريو.

## تعارف

جاگرافيءَ ۾ جن مکيہ شين ۽ ڳالهين ڪي استعمال ڪيو وڃي ٿو، اُهي نقشا، خاڪا يا اسڪيچ، فوٽو، ماڊل، پٽيون يا ٽيبل، گراف، جائزا ۽ ڪتاب وغيره آهن.هن باب جو مقصد اهو آهي تہ توهان جي مهارت ۾ واڌارو آڻي اوهان ڪي ان قابل بڻايو وڃي تہ جيئن توهان جاگرافيدان جي مکيہ شين ۽ ذريعن ڪي استعمال ڪري سگهو. جاگرافيدان (Geographer) جو مکيہ ۽ ڪمائتو ذريعو نقشو آهي. تنهن ڪري اچو تہ جاگرافيءَ جي مهارتن ۾ سڀ کان پهريان نقشن جي مهارت حاصل ڪريون.

## نقشو ڇا آهي؟

نقشا ڪنهن جاءِ يا هنڌ جي چوند خاصيتن جي علامتي نمائندگي ظاهر ڪن ٿا جنهن ڪي گهٽي ڀاڱي سڌي سنئين سطح تي ليڪيو وڃي ٿو. نقشا ڪنهن جاءِ يا هنڌ بابت معلومات، سادي، بصري (نظر واري) طريقي سان ڏين ٿا. اهي ملڪن جو ننڍو وڏو هجڻ، انهن جي زميني بيهڪ ٻڌائڻ، ڪهڙيون خاصيتون ڪٿي آهن، انهن جو هنڌ ڏيکارڻ ۽ هڪڙيون جايون ۽ هنڌ ٻين کان ڪيترو ويجها يا پري آهن وغيره ٻڌائن ٿا. ڌرتيءَ تي پکڙيل شيون ڪهڙيون ۽ ڪٿي آهن ۽ ڪيتري مقدار ۾ آهن جهڙوڪ: ماڻهن جي رهائش ڪٿي گهاٽي تہ ڪٿي ڇدي. نقشن تي گهرن ۽ رستن جي صحيح صحيح بيهڪ ڏيکاري سگهجي ٿي. اسان ڪي جڏهن بہ ڪنهن هنڌ يا جاءِ جي خاصيتن بابت ٻڌائڻو هوندو آهي تہ اسان نقشن جو استعمال ڪندا آهيون. نقشن جو استعمال هر ڪو ماڻهو ڪري ٿو ڇاڪاڻ اهو هن جي پيشي سان لاڳاپيل هجي يا نہ. موسميات جا ماهر (Meteorologists) موسمي اڳڪٿيون ڪرڻ لاءِ موسمي نقشن جو استعمال ڪندا آهن. شهري رٿابنديءَ جا ماهر وري شهر جي نقشي جي مدد سان اهو فيصلو ڪندا آهن تہ اسپتالون ڪٿي تعمير ڪجن ۽ پارڪ ڪٿي ناهيا وڃن. ٽيڪسي ڊرائيور نقشن جي مدد سان مسافرن ڪي پنهنجي منزل تائين پهچائين ٿا. سياح نقشن ڪي استعمال ڪندي پنهجي گهمڻ جا رستا مقرر ڪندا آهن تہ جيئن ٿوري وقت ۾ گهٽي کان گهٽا هنڌ ۽ جايون ڏسي ۽ گهمي سگهن.

## نقشي جا عنصر

هر نقشي تي هڪجهڙا عنصر ڏنل هوندا آهن ته جيئن اسان سولائي سان نقشن کي سمجهي سگهون. اهي عنصر هيءُ آهن: عنوان، ڪُنجي (جيڪا نقشي تي ڄاڻايل علامتن جي سمجهاڻي ڏئي ٿي)، ڪمپاس يا اتر ڏيکاريندڙ تير جنهن کي قطب نما به چوندا آهن ۽ ماپ پٽي يا اسڪيل.

## نقشن جا عنوان

نقشي جو عنوان اسان کي اُن علائقي، هنڌ ۽ ماڳ جو نالو ٻڌائي ٿو ته اهو نقشو ڇاجو آهي ۽ ڇا ظاهر ڪري ٿو هن ڪتاب ۾ ڏنل نقشن جي عنوانن کي ڏسو.

## ليجينڊ يا ڪنجي

نقشي جي ڪُنجي (Key) يا ليجينڊ (Legend) نقشي تي استعمال ڪيل علامتن کي ڏيکاري ٿي. اها ڪنجي ڏاڍي اهميت واري آهي ڇاڪاڻ ته مختلف نقشن تي ساڳيون علامتون مختلف شين لاءِ استعمال ٿيل هونديون آهن. مثال طور هڪ ٽٻڪي يا ڊاٽ (dot) کي علامت طور هڪ نقشي تي شهر لاءِ ته ٻئي نقشي ۾ علامت طور ڪنهن هنڌ جي آباديءَ لاءِ استعمال ڪجي ٿو. ھاڻي اهو لازمي ٿي پوي ٿو ته پهريان نقشي جي ڪنجيءَ کي چڱيءَ طرح سمجهون ته ڪهڙيون نشانيون ڪهڙين شين جي علامت طور ڏيکاريون ويون آهن.

## قطب نما، ڪمپاس يا اتر ڏيکاريندڙ تير

نقشن کي پڙهڻ ۾ آسانيءَ لاءِ نقشن تي طرفن جي نشاندهي ٿيل هوندي آهي. هي هڪ ننڍڙو اوزار آهي جنهن کي قطب نما سڏجي ٿو، جنهن جو تير سدائين اتر طرف ڏيکاريندو آهي، جنهن جي ڪري اسان ٻيا طرف سولائيءَ سان معلوم ڪري سگهون ٿا.

## پئمانو (اسڪيل)

سمجهو ته اسان کي دنيا جو نقشو ليڪڻو آهي. اسان ان کي ان جي حقيقي جسامت ۾ ڪڏهن نٿا سگهون، تنهن ڪري نقشا ڌرتيءَ جي سطح جي مختلف ڀاڱن کي ننڍي جسامت ۾ ڏيکارين ٿا. هر هڪ نقشي ۾ اسڪيل ڄاڻايل هوندو آهي جيڪو فاصلي بابت ٻڌائيندو آهي ته نقشي تي هڪ سينٽي ميٽر حقيقي طور ڪيتري فاصلي جو ٿئي ٿو. نقشي جي اسڪيل جا به ڪيترائي نمونا، قسم ۽ طريقا آهن.

- 'لفظي بيان' نقشي جو لکت ۾ بيان ڪيل فاصلو ڄاڻائي ٿو جيئن"هڪ سينٽي ميٽر برابر هڪ ڪلوميٽر جي."
- هڪ نمائندگي ڪندڙ ڀاڱو يا حصو ظاهر ڪري ٿو ته ڌرتي جي سطح تي ڪيترا يونٽ نقشي جي هڪ يونٽ جي برابر آهن. انهن کي هن ريت سمجهائي سگهجي ٿو. 1: 100, 000 يا 1/100, 000 هن مثال ۾ هڪ سينٽي ميٽر، نقشي تي برابر آهي ڌرتي تي هڪ لک (100, 000) سينٽي ميٽرن يا هڪ ڪلوميٽر جي.
- گرافڪ سڪيل ۾ ماپ لاءِ هڪ ليڪ کي استعمال ڪبو آهي جيڪا ٻين ليڪن کي وچان ڪٽيندي اڳتي وڃي ٿي بلڪل اهڙيءَ طرح جيئن فُٽ پَٽيءَ تي ليڪون ڏيکاريل هونديون آهن. اسڪيل جو هڪ پاسو نقشي تي ڄاڻايل فاصلو ٻڌائي ٿو جڏهن ته ٻيو

پاسو زمين تي حقيقي فاصلي کي ظاهر ڪري ٿو. نقشي تي ٻن جاين يا هنڌن وچ ۾ فاصلي کي ماپڻ لاءِ گرافڪ اسڪيل کي استعمال ڪري آسان سولائيءَ سان ٻن هنڌن يا جاين وچ ۾ زمين تي حقيقي فاصلي جي ماپ ٻڌائي سگهون ٿا.

## نقشن جا قسم

نقشن جا ڪيترائي قسم آهن جن کي ٻن وڏن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو يعني "عام حوالي وارا نقشا" ۽ "موضوعاتي نقشا". عام حوالي وارا نقشا ڪنهن هنڌ يا علائقي جي عام جاگرافيائي ڄاڻ ڏين ٿا جن ۾ شهرن جي بيهڪ، حدون، روڊ رستا، جبل، نديون ۽ ساحلي علائقا وغيره اچي وڃن ٿا، انهن مان اڪثر ٽوپوگرافڪ نقشا آهن يعني اهڙا نقشا جيڪي زمين جي هيناهين ۽ مٿانهين کي ڏيکارين ۽ ڪنهن علائقي جي ٽڪرين، جبلن ۽ ماٿرين واري حصي کي ظاهر ڪن ٿا. اهڙي ڄاڻ سيني لاءِ ڪارائتي ٿئي ٿي. خاص طرح سان (Hikers) اُٺانهين تي چڙهندڙ شوقينن کي جيڪي پنهنجا رستا سولائي سان ناهي سگهن ٿا. انجنيئر وري اهو فيصلو ڪري سگهن ٿا ته ڊيمن ۽ هاءِ ويز کي ڪٿي ناهڻ مناسب ٿيندو.

موضوعاتي نقشا ڌرتيءَ جي سطح تي، زمين جي نمونن ۽ ڊول جي ورڇ کي ظاهر ڪن ٿا جيڪي هنن علائقي ۾ رهندڙ ماڻهن بابت معلومات، مختلف زميني بناوتن جي ڄاڻ وغيره بابت هوندا آهن. نقشن جا ڪجهه مثال هيٺ ڏجن ٿا:

- طبعي نقشا علائقي جي قدرتي پاڳن جهڙوڪ: دريائن، ڍنڍن، جبلن مٿانهن پٽن، سمنڊ، سامونڊي ڪنارن ۽ ريگستانن کي ڏيکارين ٿا.
- سياسي نقشا ملڪن جون حدون نروار ڪن ٿا ۽ ڪڏهن ڪڏهن ملڪن جي صوبن جون حدون بہ ٻڌائيندا آهن.
- ورڇ وارو نقشو يا هڪ اهڃاڻ ڏيکاريندڙ نقشو هڪ ئي قسم جي زمين وارو علائقو ٻڌائي ٿو. انهن نقشن تي نباتات، ماڻهن جي آبادي زمين جو استعمال، معدني وسيلا، گرمي پد يا مينهن بابت ڄاڻ هوندي آهي.
- فلو (Flow) يا رَوان نقشا ان رُخ يا طرف جي نمائندگي ڪن ٿا جن ۾ ڪا شيءِ ڌرتيءَ جي سطح تي رَوان يا هلندڙ محسوس ٿئي. اهي نقشا ٽرانسپورٽ، ڪميونيڪشن يا لڏپلاڻ کي رڪارڊ ڪرڻ لاءِ استعمال ۾ اچن ٿا.
- موسمي نقشا موسم جي صورتحال بابت آگاهي ڏين ٿا. ڄاڻايل ليڪون گهٽي يا گهٽ داٻ کي ظاهر ڪن ٿيون. هوا جي گهٽي داٻ وارن سرشتن جو تعلق عمدي ۽ پرسڪون موسم سان آهي. گهٽ داٻ واري صورتحال اهو ظاهر ڪري ٿي تہ موسم بگڙيل آهي ۽ مينهن جو امڪان آهي.
- رستي (اسٽريٽ) جا نقشا ڪنهن شهر جي روڊن، رستن ۽ گهٽين جي هنڌن جي نشاندهي ڪن ٿا. انهن ذريعي اسان کي اسپتالون، اسڪول، عبادت گاهہ، شاپنگ سينٽر ۽ پارڪ ڳولي لهڻ ۾ ڏاڍي سولائي ٿئي ٿي.

## ٽوپوگرافڪ نقشا (Topographic Maps)

ٽوپو گرافڪ نقشا ڪنهن زمين جي خطي جي اوچائي ۽ زمين جو نمونو يا ڊول (ٽوپوگرافي) ڏيکارين ٿا. ڪنهن ٽوپوگرافڪ نقشي تي موجود سنهيون ناسي ليڪون اهي

خيالي ليڪون آهن، جيڪي زميني هيٺ مٿانهين کي ظاهر ڪن ٿيون ۽ هڪجهڙن اهچاڻن وارن هنڌن ۾ جاين کي پاڻ ۾ ملائن ٿيون. انهن ليڪن کي ڪنٽور لائينس (Contour Lines) به چئبو آهي. سمنڊ جي سطح کان مٿي هڪ جيترين اُتانهين وارا هنڌ هنن ليڪن ذريعي پاڻ ۾ ڳنڍيل هوندا آهن. نقشي جي مقصد ۽ ڪارج موجب ان نقشي تي معلومات ڏنل هوندي آهي.

## زمين جي بلندي

اسان جي چوڌاري جيڪا زمين آهي اُها سڌي سنئين ناهي. تنهن ڪري جڏهن نقشو ڪيبو آهي ته زمين جي بلنديءَ جي مختلف بلندين ۽ اتانهين کي ڏيکارڻ لاءِ ڪيترائي طريقا استعمال ڪجن ٿا. انهن طريقن وسيلي اسان کي صحيح خبر پوندي ته زمين تي ڪي هنڌ ڪيترا بلند يا اتانهان آهن. ان ڪان سواءِ زمين جي رِليف (Relief) (يعني زمين جي ڊول ۽ نموني) جي ڄاڻ به حاصل ٿئي ٿي. نقشي تي بلندي يا اتانهين هينين طريقن سان ڏيکاري سگهجي ٿي:

- **رنگ پرڻ** هن ذريعي بلنديءَ جي مختلف سطحن کي مختلف رنگن جي پٽن ۾ ڏيکاريو وڃي ٿو.
- **بلنديءَ جا ٽبڪا-** نقشي تي اهڙا ٽبڪا يا ٻُڙيون، جن جي پرسان انگ به لکيل هوندو آهي ان انگ مان ظاهر ٿيندو آهي ته اهو هنڌ سمنڊ جي سطح کان ڪيتري بلنديءَ يا اُتانهينءَ کي بڌائي ٿو.

## زمين جي شڪل

زمين جي شڪل يا نموني کي سنيءَ طرح ڏسڻ لاءِ ضروري آهي ته اسان ڪنٽور ليڪن کي ڏيان سان ڏسون. ڪنٽور ليڪ هڪ اهڙي خيالي ليڪ آهي جيڪا ٻڌائي ٿي ته ڌرتيءَ تي ڏيکاريل سيئي ٽبڪا هڪ ئي اوچائي وارا آهن، هر هڪ ليڪ جي وچ واري وٿي ٻڌائي ٿي ته زمين تي اهو فاصلو ڪيترو ٿيندو يعني 10 ميٽرن جي اوچائي معلوم ڪرڻ واسطي ڌرتيءَ تي ڪيترو سفر ڪرڻو پوندو. ڪنٽور لائين جا ميڙ جن کي گڏي ڪديو وجي ٿو، ڪنٽور پيٽرن يا ڪنٽور جو نمونو جوڙين ٿا، جيڪو زمين جي شڪل ڏيکاري ٿو. جڏهن ڪنٽور جون ليڪون هڪٻئي کي گهڻو ويجهو هونديون آهن ته زمين اُيڪپري لاهينءَ واري هوندي. جڏهن ڪنٽور ليڪون پري پري هجن ٿيون ته پوءِ زمين هموار لاهينءَ واري هوندي. پر جي ڪنٽور ليڪون هجن ئي نه ته پوءِ سمجهبو ته زمين سڌي سنئين آهي. عام ويڪرن ميداني علائقن جا پنهنجا پنهنجا خاص ڪنٽور نمونا هوندا آهن جنهن جا مثال هينينءَ شڪل ۾ ڏسي سگهجن ٿا.

ٽڪري، جابلو قطار ۽ ماٿريءَ جا ڪنٽور نمونا

## اختصار

سنئين سڌي سطح تي خاص ڳالهين جي چونڊ ڪري انهن کي علامتي طور ليکي ظاهر ڪرڻ واريءَ شڪل کي نقشو چئجي ٿو. نقشي جا ڪجهه عام عنصر يا جزا هوندا آهن جن جي مدد سان اسان نقشي جو اڀياس سولائيءَ سان ڪري، ان ۾ ڏيکاريل شين کي سمجهي سگهون ٿا. نقشي جو عنوان، ڪنجي يا ليجينڊ، قطب نما پئمانو ۽ اسڪيل کي ضروري ۽ اهميت وارا عنصر آهن. نقشن کي موضوعاتي ۽ ٽوپوگرافڪ (يعني زمين جي هينانهين، متانهين ۽ هموارين کي نروار) قسمن ۾ ورهايو ويو آهي. موضوعاتي نقشا، ڌرتيءَ جي سطح تي ورڇ ورهاست ۽ نمونن کي ظاهر ڪن ٿا جڏهن ته ٽوپوگرافڪ نقشو زمين جي اوچائي ۽ قسم ٻڌائي ٿو. ڪنٽور لائين کي ڏاڍي خبرداري ۽ هوشياريءَ سان ڏٺو وڃي ٿو ته جيئن نقشن تي زمين جي شڪل ۽ صورت کي پروڙي سگهجي.

## باب جي پڄاڻيءَ تي مشق

### (الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهه جو امتحان وٺو

1. هيٺيان خال پُريو

(i) نقشو زمين جي سطح جي سڄي يا ڪجهه حصي جي ______ ۽ ______ کي ظاهر ڪري ٿو.

(ii) نقشي جا چار عنصر______، ______ ۽ ______ آهن.

(iii) نقشن کي ٻن مکيه قسمن ______ ۽ ______ ۾ ورهايو ويو آهي.

(iv) طبعي نقشا ڪنهن علائقي جي ________ کي ڏيکارين ٿا.

(v) ٽوپوگرافڪ نقشا زمين جي ______ ۽ ______ کي ظاهر ڪن ٿا.

2. خاڪو ناهيو، جنهن جي هڪ ڪالم ۾ نقشن جا اهي سڀ عنوان جيڪي اوهان جي نصابي ڪتاب ۾ ڇاپيا ويا آهن تن کي ڏيکاريو، ٻئي ڪالم ۾ ٻڌايو ته اهو ڪهڙي قسم جو نقشو آهي ۽ ٽئين ڪالم ۾ انهن ڳالهين جي نشاندهي ڪريو ته ڪهڙي خاص ڳالهه يا خاصيت اهو نقشو ظاهرڪري ٿو.

3. هيٺين سوالن جا جواب لکو

(i) ”نقشي“ جي وصف بيان ڪريو.

(ii) نقشي جي اڀياس ڪرڻ ۾ ڪُنجي اسان جي ڪهڙي مدد ڪري ٿي؟

(iii) ٽن موضوعاتي نقشن بابت ٻڌايو ته اهي ڪهڙي معلومات فراهم ڪن ٿا.

(iv) ٽوپوگرافڪ نقشو ڇاکي چئجي ٿو؟ ان ۾ زمين جي اتانهين شڪل ڪيئن ڏيکارجي ٿي؟

### (ب) تحقيق ڪريو

چار چار جي ننڍن گروهن ۾ معلوم ڪيو ته اسڪول جو ميدان، عمارت ۽ ڪلاسن جا ڪمرا ڪيترا وڏا آهن. هاڻي پنهنجي اسڪول جي پيمائش لاءِ نقشو ناهيو.

(ج) ٻين سان سهڪار ڪريو

توهان جيڪو نقشو ٺاهيو آهي ان کي ڪلاس جي ٻين گروپن حوالي ڪيو. انهن کي چئو تہ توهان جيڪا ڪُنجي نقشي ۾ ڏني آهي، ان کي استعمال ڪندي اسڪول جي عمارت (بلڊنگ) ۾ ڇاڇايل ڪمرن جي درست سڃاڻپ ڪريو.

## يونٽ جي پڄاڻيءَ تي مشق

(الف) پنهنجي معلومات ۽ سمجهہ جو امتحان وٺو.

ڪالم ”الف“ ۾ پرائمري يا بنيادي ذريعو ڄاڻايو ويو آهي، ڪالم ”ب“ ۾ قديم تهذيب جي خاصيت بيان ڪيل آهي. هڪ ليڪ ذريعي ڪالم ”الف“ ۾ ڄاڻايل بنيادي ذريعي کي ڪالم ”ب“ جي نهڪندڙ خاصيتن سان ملايو. اها ڳالهہ ڌيان ۾ رکو تہ هڪ بنيادي ذريعو اسان کي هڪ کان وڌيڪ خاصيتن بابت ٻڌائي سگهي ٿو.

| ڪالم الف | ڪالم ب |
|---|---|
| هڏا ۽ هڏاوان پڃرا | عمارتون |
| عمارتن جا ڍانچا | دفاع يا بچاءُ |
| تصويرون | تعليم |
| ٺانوَ (ٺڪر) | خوراڪ |
| اوزار | رهائش |
| لکت ۾ رڪارڊ (تحريري احوال) | زيور |
| | ٻولي |
| | ڏنڊا |
| | مذهب |
| | (ٽرانسپورٽ) اچ وڃ جي سهولت |

2. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

(i) انڪوائري يا کوجنا ڇاکي چئجي ٿو؟ معلومات جا ڏهہ ذريعا ٻڌايو.

(ii) تاريخدان ڪهڙن قسمن جي شاهدين جي ڄاچ ڪندا آهن ۽ ڇو؟

(iii) ماضيءَ ۾ ٿيل واقعن بابت سچيون حقيقتون ظاهر ڪرڻ هڪ تاريخدان لاءِ تڪليف ۽ ڏکيائي جو سبب ڇو ۽ ڪيئن آهي؟

(iv) لفظ ”جاگرافي“ جي معنيٰ ڇا آهي؟ جاگرافيدان لاءِ نقشا ڪهڙي اهميت ۽ ضرورت رکن ٿا؟

(v) نقشن جي جزن ۽ عنصرن کي بيان ڪريو. نقشا پڙهڻ ۽ انهن جي وضاحت ڪرڻ ۾ اهي عنصر ڪهڙي مدد ڪن ٿا؟

### 3. پنهنجي تحقيقي مهارت کي استعمال ڪريو

اهو سن 3000ع (سي- اِي CE ڪرسچين اِيرا) آهي. هڪ قديم آثار جو ماهر ذريعي 1.1.2 ۾ ڏيڪاريل عجيب قسم جي شيءِ ڪوٽي لهي ٿي. هوءَ توهان کي دعوت ڏيئي ٿي تہ توهان ان ٽيم جو حصو بڻجو جنهن جي ذمي اهو ڪم آهي تہ اها ان ڳالهہ جو فيصلو ڪري تہ لڌل شيءِ جو اصلوڪو ۽ بنيادي مقصد ڪهڙو هو. هيٺين سوالن جا جواب معلوم ڪريو جيڪي اوهان جي ٽيم ترتيب ڏنا آهن تہ جيئن ان مسئلي جي تحقيق ۽ ڇنڊڇاڻ ٿي سگهي.

1. ان شيءِ جي هيٺين پاسي ۾ ترتيب سان رکيل ڪيترائي سوراخ آهن.
   - ڇا اها ڪا قديم قسم جي لکت آهي.
   - ان تي موجود نموني ۽ طرز کي جانچڻ جو ڪم ڪهڙي ماهر کي ڏنو وڃي.
   - اهو نمونو ڇا جي نمائندگي ڪري ٿو.

2. ان شيءِ جي پڇاڙيءَ ۾ هڪ ڏگهو ڌاڳو يا ڏور آهي، جنهن بابت گهڻو بحث مباحثو ٿيو آهي، اها ڏوري ڪهڙي ڪم لاءِ رکي وئي هئي.
   - ان شيءِ کي هٿيار جيان ڦيرائڻ لاءِ.
   - ان شيءِ کي راند ۾ ڦيرائڻ ۽ اڇلائڻ لاءِ
   - ان شيءِ کي ڪٽي هلڻ يا گهلڻ لاءِ
   - ڇا توهان هنن مان ڪنهن هڪ ڳالهہ سان متفق آهيو؟ توهان جي خيال ۾ ڏوري ڪهڙي مقصد لاءِ رکيل هئي؟

3. قديم زماني جي هٿ ڪيل هن شيءِ مان اسان ان تمدن ۽ ثقافت جو ڪهڙو اندازو لڳائي تا سگهون جنهن ۾ هن شيءِ کي ناهيو ويو هو. (جنهن ڌاتوءَ يا مٽيريل) مان هيءُ شيءِ نهي تيار ٿي ان جو نالو هَٿِ ڪيو. هن شيءِ جي ڊزائين، نموني ۽ نهڻ ۾ جنهن فني مهارت جي ضرورت پئي هوندي ان بابت بہ اکر لکو.

4. سال 3000ع دؤر جي تاريخدان جي حيثيت ۾ هن شيءِ کي چڱيءَ طرح جانچي پرکي ۽ اهو معلوم ڪرڻ بعد تہ اها شيءِ ڇا مان نهيل آهي، توهان جي خيال ۾ اها ڪهڙي شيءِ هوندي هڪ مختصر رپورٽ ڪلاس آڏو پيش ڪريو جنهن ۾ پنهنجي اخذ ڪيل نتيجن بابت سمجهاڻي ڏيو.

### (ب) تخليقي بڻجو

جاگرافيدان جيڪو ڪم ڪري ٿو ان جا قسم بيان ڪرڻ لاءِ هڪ پوسٽر تيار ڪريو. توهان جي خيال ۾ هڪ جاگرافيدان کي ڪهڙي قابليت ۽ مهارت جي ضرورت آهي. مناسبت رکندڙ تصويرون ۽ شڪليون هٿ ڪريو. اڪيلي سر يا جوڙيءَ ۾ گڏجي اهڙي پوسٽر ناهڻ جي تياري ڪيو.

**(ج) فني ماهر ٻڻجو**

پنهنجي پسند جي ملڪ بابت سياحتي چوپڙي ناهيو. ان بابت ڳولا ۽ تحقيق ڪريو ته جيئن توهان (الف) ان ملڪ جي مختصر تاريخ لکي سگهو. (ب) نقشي تي ان ملڪ جي سياحتي جاين ۽ ماڳن کي ڏيکاري سگهو. (ج) هنن سياحتي ماڳن ۽ هنڌن بابت ٻن ٽن جملن ۾ احوال لکو.

**تاريخي ماڳ مڪان- هوٽل (ريسٽورنٽ)- آرٽ گيلري- راندين جو ميدان- سامونڊي ڪنارو يا واٽر پارڪ.**

**(د) عام ڀلائيءَ لاءِ قدم کڻو**

تاريخ جي اهميت بابت هڪ چئن صفحن جو پرچو ناهيو. ڪنهن تاريخي هنڌ ۽ جاءِ بابت، ڊپٽي ڪمشنر کي خط لکي آگاهه ڪيو ته ان تاريخي ورثي جي سنڀال ڪهڙيءَ ريت ڪري سگهجي ٿي.

**(هه) پيئن سان لهه وچڙ ۾ اچو**

ٽي مختصر پيراگراف لکو، هر هڪ ۾ اهو ٻڌايو ته توهان تحقيق ۽ کوجنا، تاريخدان جي مهارتن ۽ نقشن کي استعمال ڪرڻ متعلق ڇا پرايو آهي. صفحي جي آخر ۾ پنهنجو نالو لکو. ڪلاس ٻاهران لڳل ”نمائشي بورڊ“ تي ان کي لڳايو.

**(و) پيئن سان سهڪار ڪريو**

ڪنهن هنڌ جي کوٽائي ڪندي قديم آثار جي ماهرن هڪ قديم تهذيب جي شاهدين جا هيٺيان ذريعا ظاهر ڪيا:

**’الف‘ ذريعو**

- جانورن جا ٻڇيل هڏا
- سرن پچائڻ جو ٻنو
- اناج گڏ ڪري رکڻ لاءِ ٺڪر جون گنديون

**”ب“ ذريعو**

- (Pyramid)ءِ پٿر تي اُڪَر

**”ج“ ذريعو**

- هڪ شخص جا مختلف سائيز جا ڪيترائي مجسما

**(ل) چئن جي گروپ ۾ گڏجي هيٺين شاهدين جو مطالعو ڪريو، ٻڌايو ته هن تهذيب وارن ماڻهن وٽ ڪهڙي قسم جو سماج رائج هو.**

- هيءُ ماڻهو ڇا کائيندا پيئندا هئا؟
- ڇا هو ڪچيون شيون کائيندا هئا يا انهن کي پچائي استعمال ڪندا هئا؟
- توهان ڪيئن ٿا چئو ته اهي ماڻهو شڪار ڪندا هئا؟
- ڇا اهي ڪنهن ديوتا يا ديوتائن جي عبادت ڪندا هئا؟
- ”ج“ ذريعي مان ڪهڙو نتيجو ڪڍو ٿا ته هيءُ تهذيب ڪهڙي قسم جي هئي؟